| | | |
|---|---|---|
| ڇاپو پهريون | سال 1961ع | تعداد 1000 |
| ڇاپو ٻيو | سال 1973ع | تعداد 1000 |
| ڇاپو ٽيون | سال 2007ع | تعداد 1000 |

قيمت: پنجهٺ روپيا

[Price Rs. 65_00]

خريداري لاءِ رابطو:
سنڌي ادبي بورڊ جو ڪتاب گهر
تلڪ چاڙهي حيدرآباد
(Ph: 022_2633679, Fax: 022_2771202)
Website: sindhiab.com
Email: sindhiab@yahoo.com

---

هيءُ ڪتاب سنڌي ادبي بورڊ پرنٽنگ پريس ڄام شورو ۾ مئنيجر سيد سڪندر علي شاهه ڇپيو ۽ اعجاز احمد منگي، سيڪريٽري سنڌي ادبي بورڊ، ان کي پڌرو ڪيو.

# ڇپائيندڙن پاران

دنيا جي اُسريل ملڪن جون حڪومتون ۽ ٻيا سماجي، ادبي ادارا اهڙين لکتن جي خاص طرح همٿ افزائي ڪندا آهن، جيڪي لکڻيون بهتر سماج جي اڏاوت لاءِ بنيادي حيثيت رکندڙ هجن ٿيون.

ڪنهن بہ ادبي شهپاري جي هڪ پرک يا ڪسوٽي ان جي عوامي پسنديدگي واري پهلوءَ سان لاڳاپيل هوندي آهي. ڪتاب جي موضوع جي سرحد، جيترو انساني زندگيءَ جي ويجهو هوندي، اُها اوتري ئي وڏي مڃتا ماڻيندي آهي، اهوئي سبب آهي جو انساني سماج جي بهتريءَ لاءِ اصلاحي ادب وڏي اهميت جو حامل هوندو آهي، ڇاڪاڻ جو اهو ادب خاص ڪري نئين نسل جي تربيت ۽ اصلاح ۾ وڏو اهم ڪردار ادا ڪري ٿو. ”عجيب ڳالهيون“ ڪتاب اهڙي ئي سلسلي جي هڪ فخرجوڳي ڪڙي آهي، هن ڪتاب ۾ نهايت آسان انداز ۽ ٻوليءَ ۾ زندگيءَ جي اعلىٰ قدرن ۽ گڻن جي نشاندهي ڪري، انهن تي عمل ڪرڻ جو سبق ڏنل آهي. انتهائي اڻ لکي ۽ غير محسوساتي طريقي سان لائق ليکڪ اهو سڄو تصور آسان زبان ۾ سمجهائڻ جي ڪوشش ڪئي آهي.

هن ڪتاب ۾ مضمونن کي مختلف ”گفتارن“ ۾ ورهايو ويو آهي. هڪ گفتار کي هڪ مضمون سان ملحوظ رکيو ويو آهي. ڪل 127 گفتاريون درج آهن. هن ڪتاب ۾ شامل مضمونن ۾ زندگيءَ جي گوناگون نقطن کي ڏاهپ ڀرئي رنگ ۽ ڍنگ ۾ سمجهايو ويو آهي. شمس العلماء مرزا قليچ بيگ، فلسفي، ڏاهپ جي اهميت ۽ قدر کي ضروري سمجهندي، هن ڪم کي هٿ ۾ کنيو ۽ ترجمو ڪري سنڌي ادب تي وڏو واڌارو ڪيو آهي، هن ڪتاب مان نہ فقط فلسفي ۽ ادب جا استاد ۽ شاگرد لاڀ حاصل ڪندا، پر محقق ۽ عام پڙهندڙ بہ هن مان ضرور استفادو حاصل ڪري سگهندا.

سنڌي ادبي بورڊ مرزا صاحب جي هن محنت کي ان ڪري بہ قدر جي نگاهہ سان ڏسي ٿو، تہ سنڌي ٻوليءَ ۾ هنن موضوعن تي تمام گهٽ لکيو ويو آهي. انهيءَ اٿاٿ کي محسوس ڪندي ادارو هن ڪتاب جي نئين ڇاپي کي مارڪيٽ ۾ آڻيندي نهايت سرهائي محسوس ڪري ٿو.

هيءَ ڪتاب ڇپائيءَ جي، جن جن مرحلن مان گذري ڪتابي صورت ۾ اوهان مهربانن تائين پهتو آهي، ادارو انهن مرحلن ۾ ساٿ ڏيندڙ بورڊ جي مڙني ڪارڪنن، سڀني گهڻ گهُرن ۽ دوستن جو ٿورائتو آهي. اسان اميد ٿا ڪريون، تہ پڙهندڙ هن ڀيري بہ ڪتاب کي اڳ ڪان وڌيڪ موٽ ڏيندو ۽ ائين اسان جي هيءَ محنت قبول پوندي.

جام شورو سنڌ
اڱارو 5 جمادي الاول 1428هہ
بمطابق 22 ـ مئي 2007ع

**اعجاز احمد منگي**
سيڪريٽري
سنڌي ادبي بورڊ

# فهرست


| نمبر | عنوان | صفحو |
|---|---|---|
| 1. | جان نثار | 13 |
| 2. | خراب عادت | 13 |
| 3. | موت کان نہ ڏڄڻ | 13 |
| 4. | هڪڙي بندري جي همت | 14 |
| 5. | چور پڪڙڻ جي تجويز | 14 |
| 6. | ايمانداري | 15 |
| 7. | بي ڊپو ڇوڪر | 15 |
| 8. | رحمدليءَ جو انعام | 16 |
| 9. | تمام قيمتي، پر نڪمي شيءِ | 16 |
| 10. | ننڍي قد وارو پر بهادر بادشاهہ | 16 |
| 11. | بادشاهہ ۽ گاهياٽي | 17 |
| 12. | بادشاهہ ۽ سپاهين جو جمعدار | 17 |
| 13. | مزي جهڙي ٺڳي | 18 |
| 14. | لالچ جي سزا | 18 |
| 15. | هڪڙو چڱو سبق | 19 |
| 16. | دونهون ساهہ بچائڻ جو سبب | 19 |
| 17. | آئرلينڊ جي ماڻهن جو هڪڙو تڪرار | 20 |
| 18. | مئل ماڻهو ماني ٿو کائي | 21 |
| 19. | مڇي جهاز کي ٻڏڻ کان ٿي بچائي | 21 |
| 20. | بادشاهہ ۽ سپاهي | 22 |
| 21. | نافرمانيءَ جي سزا | 22 |

22. ڏڙو فيلسوف ........ 23
23. تڪرار جو عجيب فيصلو ........ 23
24. بيخيالي يا محويت ........ 23
25. نيوٽن ۽ سندس ڪتو ........ 24
26. ڪم عقلي ........ 24
27. نصيب جو ڦير ........ 25
28. ترڪٽو جهاز ........ 25
29. خدا جو رستو سڀ کان وڌيڪ چڱو ........ 26
30. سپاهي ۽ چٽ ........ 26
31. بادشاهه جي زبان ........ 27
32. ڊيچارينڊڙ تصوير ........ 27
33. دشمنن کي ڪيئن ناس ڪجي ........ 27
34. خدا بچائڻ وارو ........ 28
35. ٺڳ بدمعاش ........ 28
36. مهلاٽتي سياٽپ ۽ تجويز ........ 29
37. هڪڙي ڪنجوس جو موت ........ 29
38. انسانيت جهڙو ڪم ........ 30
39. هڪڙو ڪوڙي خوف جو سبب ........ 31
40. ماڪيءَ جون مکيون، سائو ٽيڻ جو اُپاءُ ........ 31
41. شرافت جو سبب ........ 32
42. هڪڙي شاعر جو انعام ........ 33
43. خان جي ڪهي اڪ ........ 34
44. ٺهرايل ٺي سوال ........ 35
45. هڪڙي اميرجا ٺي پٽ ........ 36

46. هڪڙو وڏيءَ دل وارو چوڪر ........ 37
47. ٻي عالم ........ 38
48. نقاش ۽ انهيءَ ۾ عيب ڪڍڻ وارو ........ 38
49. سچي سخاوت ........ 39
50. هڪڙو نقاش چوڪر ........ 39
51. گم ٿيل مُنڊي ........ 40
52. شهنشاهه زار ۽ ان جي مهماني ........ 41
53. ڏنار ڦري سوداگر ٿو ٿئي ........ 42
54. هڪڙو پوڙهو ماڻهو ۽ سهو ........ 43
55. ڏاهپ جو انعام ........ 43
56. افسوس جهڙو واقعو ........ 44
57. ٻي گاڏيءَ وارا ........ 45
58. بادشاهه ۽ فقير ........ 46
59. اسڪول جي ڏينهن جي دوستي ........ 46
60. امير ۽ سندس مسخرو ........ 47
61. هڪڙو سخي فقير ........ 48
62. طاعون 'ليگ' جي ڳالهه ........ 49
63. چڱي سفارش ........ 50
64. نياڻو تحفو ........ 51
65. گهڙيال ۽ سوني عينڪ ........ 52
66. سٽن شلنگن وارو سڪو ........ 53
67. تازي جا ڪيل پشيماني ........ 54
68. هڪڙو ننڍڙو جوان مرد ........ 55
69. محصول جي چوري ........ 56

.70 احسانمند يهودي ........ 57

.71 هڪڙو بهادر خلاصي چوڪر ........ 59

.72 بادشاهہ ۽ مهمانسراءِ وارو ........ 60

.73 زماني جي ڦير گهير ........ 61

.74 سچي مروت ........ 62

.75 سراڻ جو پهڻ ڦيرائڻ ........ 62

.76 بادشاهن تي ڪو ڀروسو ڪونهي ........ 63

.77 هڪڙو ننڍو نجومي ........ 65

.78 حڪيم ديوجانس ۽ غلام ........ 65

.79 وقت سر سخاوت ........ 67

.80 گروي ڇڏائڻ ........ 68

.81 اسراري خط ........ 69

.82 هڪڙي شاعر جي ويڙهہ ........ 70

.83 ڊيوڪ ۽ واپاري مسافر ........ 71

.84 عاقبت بخير ........ 73

.85 پاسداريءَ سان انصاف ........ 74

.86 فقير ۽ چور ........ 75

.87 انهيءَ ڪان بہ بهتر ........ 77

.88 انجام تي پورو رهڻ ........ 78

.89 ياءَ جي محبت ........ 79

.90 شهنشاهہ جي سياڻپ ........ 80

.91 سوال جا ٻئي پاسا ........ 81

.92 پاڻ کي بچايو ........ 82

.93 فرلو جو زاهد ........ 83

.94 اشارن جو معلم يا پروفيسر ........................................ 85

.95 ڳابو شاهد ٿو ٿئي ........................................ 87

.96 عکبہ يهودي ........................................ 88

.97 گوري ۽ شيدي ........................................ 89

.98 هٺ ۽ مغروريءَ جو نتيجو ........................................ 90

.99 ڏوهه جي ترت سزا ........................................ 91

100 قاضي ۽ خليفو ........................................ 92

101 مارڻ واري کان بچائڻ وارو ويجهو آهي ........................................ 94

102 قناعت ڇا کي چئجي ........................................ 95

103 بادشاهه ۽ جانداهي ........................................ 96

104 پاڻيءَ جو پيالو ........................................ 97

105 پوريل معصوم ........................................ 98

106 هڪڙيءَ ٻليءَ جي پنيان سارو لشڪر ........................................ 99

107 ڪتابن کان سواءِ پڙهڻ ........................................ 100

108 آمريڪي انڊين ........................................ 100

109 سستيءَ جو نتيجو ........................................ 101

110 سالگره جي خرچي ........................................ 102

111 ڪوڙيون ٺاڪون هٽڻ ........................................ 103

112 لاڏلو چيلو ........................................ 103

113 ننڍڙو بهادر ........................................ 104

114 رن زال جي ٻتي ........................................ 105

115 امير ۽ ڳنوار ڇوڪرو ........................................ 106

116 ريل گاڏيءَ بچائڻ وارو بهادر ڇوڪرو ........................................ 107

117 ٿهڪندڙ پاڻيءَ جي ڪيتلي ........................................ 108

| | | |
|---|---|---|
| 118 | عدالت جو گهنڊ | 109 |
| 119 | جهاز جو سڙڻ | 110 |
| 120 | محنت جو قل | 111 |
| 121 | هڪڙو جو ڪائتو ڪم | 112 |
| 122 | بگهڙن کان بچي جند ڇڏائڻ | 113 |
| 123 | طعني جو اثر | 113 |
| 124 | شريفن جو ويروئڻ | 115 |
| 125 | مرزا جو خواب | 116 |
| 126 | واشنگٽن | 118 |
| 127 | شهزادو ايڊورڊ | 119 |




## (1) جانثاري

پئرس شهر جي هڪڙيءَ گهٽيءَ ۾ ڪن مزورن هڪڙي عمارت پئي جوڙي عمارت جي اڳيان هڪڙو وڏو ڪوازو بيٺل هو. جنهن تي ماڻهو ۽ عمارت سازيءَ جو سامان رکيل هو. گهڻي بار جي ڪري اوچتو اُهو ڪوازو ڀڄي پيو. انهن مان ٻه ماڻهو هڪڙيءَ ڪاٺيءَ کي هٿ وجهي لڙڪي پيا. جا انهن ٻن جو بار ڪٽڻ جهڙي نه هئي ۽ ذري گهٽ ڀڄي پوڻ تي هئي.انهن ٻن ماڻهن مان هڪڙو جوان هو ۽ ٻيو وچوليءَ عمر جو ماڻهو هو. وڏيءَ عمر واري ماڻهوءَ هن جوان کي چيو ته "ابا. تون پاڻ کي ڇڏي ڏي، آءُ ٻارن ٻچن وارو آهيان." هن ورندي ڏني ته "بيشڪ ائين ڪندس. جو آءُ ڇڙو آهيان ۽ ٻيو ڪو مون تي تعلق نٿو رهي." ائين چئي هن پنهنجا هٿ انهيءَ ڪاٺيءَ مان ڪٺي ڪڍيا ۽ هيٺ زمين تي ڪري پيو۽ اتي جو اتي مري پيو. انهيءَ طرح انهيءَ جوان جي جانثاريءَ جي ڪري هو ٻارن ٻچن جو پيءُ بچي ويو.

## (2) خراب عادت

هڪڙي ننڍي ڇهن ورهين جي ڇوڪر کي اها خراب عادت هوندي هئي ته جيڪو سکر ماڻهو پٽس جي ملاقات جي لاءِ ايندو هو. تنهن کان ڪي پيسا گهري وٺندو هو. جڏهن پٽس کي انهيءَ ڳالهه جي خبر پيئي، تڏهن هن کي سخت فهمائش ڪيائين ۽ اهڙو انجام ورتائينس ته اڳتي وري ڪنهن کي به پيسي جو سوال نه ڪندو. نه ته سزا کائيندو. ٻئي ڏينهن هن جي پيءُ جو ڀائيوار پٽس وٽ ويو. ڇوڪر انجام نه ڀڃڻ جي ارادي سان عادت موجب هن کان پيسا نه گهريا. مگر انهيءَ جي بدران هن کي چيائين ته "اوهان کي اهڙو ماڻهو سُجهي ، جو گهرڻ کان سواءِ ڪي پيسا ڏئي سگهي؟" اهو به پنڻ ۽ سوال ڪرڻ جو اهڙو ٻيو رستو هو. تنهن ڪري پٽس سخت سزا ڏنيس ته اها خراب عادت ڇڏي ڏي.

## (3) موت کان نه ڊڄڻ

هڪڙي ڪاريگر هڪڙي خلاصيءَ کان پڇيو ته " تنهنجو پيءُ ۽ ڏاڏو ۽ پڙڏاڏو ڪيئن مئا؟" هن ورندي ڏني ته "سمنڊ تي سفر ڪندي." ڪاريگر چيس ته "پوءِ سمنڊ تي وڃڻ کان ڊڄين نه ٿو؟" خلاصيءَ چيس ته "نه. پر تون مون کي ٻڌاءِ ته تنهنجو پيءُ ۽ ڏاڏو ۽ پڙ ڏاڏو ڪٿي مئا؟" هن چيو ته" پنهنجي گهر هنڌ تي سَتي." خلاصيءَ چيو ته "

جي تون گھر ۾ پنهنجي هنڌ تي سمهڻ کان نٽو ڊڄين ته آءُ سمنڊ جي سفر تي وڃڻ کان ڇو ڊڄان؟"

## (4) هڪڙي بندري جي همت

هڪڙو بندرو ماڻهو هڪڙي وڏي مشهور جنرل وٽ ويو ۽ لشڪر ۾ داخل ٿيڻ لاءِ عرض ڪيائينس. پر جا ڪميٽي سپاهين داخل ڪرڻ تي مقرر هئي، تنهن قد جي نندائيءَ ڪري هن رد ڪري ڇڏيو. بندرو ڊنو ڪين، خود جنرل وٽ ويو ۽ عرض ڪيائينس ته مون کي وٺو. پر هن به جواب ڏئي ڇڏيس. پهرين لڙائي ٿي رهڻ کان پوءِ، بندرو وري به انهيءَ جنرل وٽ ويو ۽ خوشيءَ مان چوڻ لڳس ته " سائين ڏسو اوهان مون کي نه ٿي ورتو ، پر تڏهن به آءُ پاڻهيئي وڃي اوهان جي سپاهين سان گڏ وڙهيس ۽ زخم به کاڌم." جنرل هن کي سچائي چيو ته "شاباس،ڪٿي زخم رسيا اٿيئي؟" بندري ترسي ترسي پنهنجي ڪلهن جي وچ ۾ هڪڙو زخم ڏيکاريو. تڏهن جنرل چيس ته " مار، هي زخم ته توکي دشمن کان پڄندي پٺيان رسيو آهي،مون کي اڳيئي خبر هئي ته تون سپاهگيريءَ جي ڪم جوناهين." اهو طعنو ٻڌي ويچارو بندرو ماٺ ڪري هليو ويو. سگھوئي پوءِ ٻي لڙائي لڳي.انهيءَ جي پوري ٿيڻ تي بندرو وري اچي جنرل جي اڳيان بيٺو ۽ چوڻ لڳس ته "سائين اجھوآءُ وري زخميو آهيان، پر اڳ وانگي پٺن ۾ نه." ائين چئي، ڇاتيءَ ۾ هڪڙو وڏو زخم ڏيکاريائين ۽ انهيءَ دم جنرل جي پيرن وٽ ڪري پيو ۽ مري ويو.

## (5) چور پڪڙڻ جي تجويز

هڪڙي شخص جو اَن سندس گھر مان چوري ٿي ويو. هن وڃي شهر جي قاضيءَ وٽ دانهن ڪئي. قاضيءَ سيني پاڙين کي پاڻ وٽ سڏايو ۽ هر هڪ کي هڪ جيڏو ڪاٺيءَ جو ٽڪرو ڏئي ويو ۽ چيائين ته جيڪو چور هوندو، تنهنجي ڪاٺي آڱر کن وڏي ويندي، پوءِ هنن کي موڪل ڏئي ڇڏيائين. جيڪو سچو پچو چور هو تنهن کي ڊپ ٿيو تنهن پنهنجي ڪاٺي آڱر کن وڍي ڇڏي. ٻئي ڏينهن، جڏهن هنن کي پنهنجين ڪاٺين ڏيکارڻ جو سڏ ٿيو تڏهن چور جي ڪاٺي ٻين جي ڪاٺين کان هڪ آڱر گھٽ ڏسڻ ۾ آئي. انهيءَ تجويز سان چور پڪڙيو ويو ۽ سزاياب ٿيو.

## (6) ايمانداري

هڪڙو سوداگر روس جي ملڪ جي ڪنهن ٻهراڙيءَ واري ڀاڱي مان سفرڪندو ويو. رستي ۾ هڪڙيءَ رات ڪنهن ڪڙميءَ جي ڀنڀيءَ ۾ وڃي ٽڪيو صبح جو سوير هو اٿي پنڌ پيو، پر پوءِ ڏسي ته جنهن ٿيلهيءَ ۾ سؤ سون جون مهرون پيون هيون، سا رستي ۾ ڪٿي ڪري پيئي آهي، انهيءَ ڪڙميءَ جي پٽ جهنگ ۾ گمندي آها ٿيلهي لڌي پر ڪنيائين ڪين، وڃي پيءُ کي ٻڌايائين. انهيءَ چيس ته ابا اُها کڻي وڃي پاسي وارن ٻوڙن ۾ لڪائي ڇڏ، ته من انهيءَ جو مالڪ موٽي اچي نڪري، پٽس ائين ڪيو. ڪن ٿورن مهينن کان پوءِ اهو ساڳيو سوداگر ساڳئي رستي تان موٽيو ۽ انهيءَ ساڳئي ڀنڀيءَ ۾ اچي ٽڪيو پر ٻيءِ ڪڙميءَ نه سڃاتس. ڳالهين ڪندي سوداگر ذڪر ڪيو ته اڳئين ڀيري اتان لنگهندي مون هڪڙي مهرن جي ٿيلهي وڃائي هئي. ٻڌي ڪڙميءَ ڌيان ڏيئي اها ڳالهه ٻڌي ۽ جڏهن سارو حال ٻڌي رهيو، تڏهن چيائينس ته "منهنجو پٽ اوهان کي اها جاءِ ڏيکاريندو، جتي اها رکيل آهي." پوءِ هو انهيءَ جي پٽ سان گڏجي ويو ۽ انهيءَ هن کي اها ساڳي ٿيلهي ٻوڙن ۾ لڪايل ڪڍي ڏني، جا سلامت رکي هئي ۽ ڪنهين ڪين هٿ لاتو هوس.اها ڏسي هو ڏاڍو خوش ٿيو جو انهيءَ جي وري هٿ اچڻ جو امڪان ڪونه ٿي سجهيس.

## (7) بي ڊپو ڇوڪر

هڪڙو ننڍو پنجن ورهين جو ڇوڪر هڪڙي ڀيري ٿوري پنڌ تي پنهنجيءَ نانيءَ کي ڏسڻ ويو ۽ هڪڙي ڏينهن اتي سندس ناني هن کي وڃائي ويهي رهي. نيٺ گهڻي وقت جي انتظار ۽ ڳڻتيءَ کان پوءِ هو هڪڙيءَ اونهيءَ پاڻيءَ جي نهر جي ڪناري تي بيٺل هٿ آيو، جو ارادو هوس ته هن پر وڃي. جڏهن نانيس وٽ موٽي وٺي آيس، تڏهن انهيءَ پڇيس ته " ابا اڪيلو ڪيڏي به نه ويندو وڃ، متان ڪو توکي نقصان رسي. ائين ڪرڻ ۾ گهڻو خوف آهي. هيترو وقت توکي ڊپ ڪونه ٿي ٿيو ڇوڪري ورندي ڏنس ته 'ناني' مون کي ڊپ ٿئي ئي ڪونه ٿو ڇا جو ڊپ ڪريان."اهو ڇوڪر ٻيو ڪو نه هو هوريشو نيلسن هو، جو پوءِ انگلنڊ جو بهادر ۽ درياهي لشڪر جو سردار ٿيو.

## (8) رحمدليءَ جو انعام

سڪندر بادشاهه جي هڪڙي سپاهيءَ کي خزاني جي خچر وٺي منزل تائين نيڻ لاءِ ڏني وئي هئي. هن جي پٺيان ساڳئي رستي سان سڪندر پاڻ به ٿي آيو. منزل جي ويجهو هن کي وڃي پهتو. ڏسي ته خچر تي گهٽي بار هيٺ ڪري سپاهي آهو خزانو پاڻ پنهنجي سر تي کنيو جو انهيءَ جانور تي قياس آيس. پر اهو بار اهڙو ڳرو هو جو پاڻ به ڏاڍي مسڪلات سان ٿي کنيائين. نيٺ اهو لاهي هيٺ اڇلائڻ تي هو ته سڪندر اچي پهتس ۽ همٿائي چيائينس ته "متان همت هاري اٿيئي. باقي ٿورو پنڌ آهي. وڃي پنهنجي تنبوءَ ۾ پهچائينس، جو اهو سڀ سون تنهنجي ملڪ آهي ۽ تنهنجيءَ رحمدليءَ جو انعام آهي.

## (9) تمام قيمتي پر نڪمي شيءِ

هڪڙي عرب بيابان ۾ پنهنجو رستو گم ڪيو. ٻن ڏينهن تائين هيڏي هوڏي گهٽوئي رليو، پر ڪا به شيءِ کائڻ لاءِ هٿ نه آيس ۽ بک جي وگهي مرڻ تي آيو. پري کان رڄ ڏٺائين ۽ ڀانيائين ته پاڻي آهي. ڊوڙي اوڏي ويو، پر پاڻيءَ جو نشان به ڪو نه ڏٺائين. مگر اتي واريءَ تي هڪڙي ڳوٿري پيل ڏٺائين ڏاڍو خوش ٿيو جو ڀانيائين ته انهيءَ ۾ ڪا کاڌي جي شيءِ آهي، جيئن ته ڪارڪون يا کجور. جڏهن آها کوليائين، تڏهن ڏسي ته اُها موتين ۽ جواهرن سان ڀري پيئي آهي. پر بک ۾ اهي هن کي ڪهڙي ڪم جا هئا. اتي جو اتي اڇلائي ڇڏيائين ۽ سگهوئي بک ۽ اُڃ ۾ مري ويو.

## (10) ننڍي قد وارو پر بهادر بادشاهه

فرانس جو بادشاهه، پيپن، تمام ننڍي قد جو هوندو هو.ڪي امير پنهنجي پر ۾ انهيءَ ڪري هن تي کندو ڪندا هئا. هڪڙي ڏينهن سندس اڳيان شينهن ۽ جهنگلي ڏاند جي وڙهڻ جو تماشو ٿيو. جنهن وقت شينهن ٽپ ڏيئي، ڏاند تي آيو، تنهن وقت بادشاهه پنهنجن اميرن کي سڏي چيو ته " اوهان مان ڪو وڃي هنن کي ڌار ڪري يا ترار هٿي هنن کي ماري."ڪنهن به ورندي ڪا نه ڏني ۽ ڪنهن ڪان به ايتري همت نه ٿي سگهي. تڏهن بادشاهه پاڻ ترار ڪڍي ٽپ ڏئي اُٿيو. هڪدم ڌڪ هٽي ، ڦهريائين شينهن جي سسي لاهي رکيائين ۽ پوءِ ٻئي ڌڪ سان ڏاند کي ماري وڌائين ۽ پوءِ ماٺ ڪري اچي پنهنجيءَ جاءِ تي ويهي رهيو ۽ چوڻ لڳو ته " حضرت دائود به ننڍي قد جو هو، پر وڏي راڪاس کي ماري رکيائين، جو ساڻس ٿي وڙهيو."

## (11) بادشاهہ ۽ گاهياٽي

انگلينڊ جو بادشاهہ جارج ٽيون، هڪڙي ڀيري هوا کائيندي، ٻهراڙيءَ ۾ هڪڙي گاهہ جي کيت ۾ وڃي نڪتو، جتي فقط هڪڙيءَ زال پئي گاهہ ڪيو. باشاهہ پڇيس تہ "هتي جا ٻيا ماڻهوڪين نا ڏسجن، ڪيڏي ويا آهن؟" زال ورندي ڏني تہ بادشاهہ کي ڏسڻ ويا آهن، جو ويجهيءَ ڇڪ ۾ لنگهيو آهي." بادشاهہ پڇيس تہ "تون ڇو نہ وئين؟ زال چيو تہ "مون کي کهڙي گتي پئي آهي، جو وڃان، مون کي پنج ٻار آهن ۽ انهن جي قوت لاءِ پورهيو ڪرڻو آهي. ٻيا بيوقوف آهن، جي ويا آهن ۽ ساري ڏينهن جو پورهيو وڃايو اٿن." بادشاهہ هڪڙي مُهر هن کي ڏئي چيو تہ "تنهنجا ڳوناٽي جي بادشاهہ کي ڏسڻ ويا آهن تن کي چئج تہ بادشاهہ پاڻ مون کي ڏسڻ آيو هو ۽ پنهنجي تصوير سوني سڪي تي ڪڍيل نشاني ڪري مون کي ڏئي ويو آهي.

## (12) بادشاهہ ۽ سپاهين جو جمعدار

پرشيا جي مشهور بادشاهہ فريڊرڪ اعظم کي ٻڌڻ ۾ آيو تہ سندس ٻهري وارن سپاهين جو جمعدار، جو مشهور بهادر ۽ خوبصورت جوان هو، سو واچ جي زنجيريءَ ۾ هڪڙي شيشي جي گولي اٽڪائي کيسي ۾ ڪنيو وتي، هڪڙي ڏينهن اتفاق سا اهو جمعدار منهن پيس. چرچو ڪري چيائينس تہ " جمعدار مون ٻڌو آهي تہ تون بهادر جوان آهين، پر توکي ڪفايتي ۽ صرفي وارو بہ هئڻ کپي. تون پنهنجي پگهار مان ايترو بچائي سگهيو آهين جو واچ ۽ زنجيري خريد ڪئي اٿيئي؟" جمعدار عرض ڪيو تہ "حضور، آءٌ انهيءَ ڳالهہ تي فخر ٿو ڪريان تہ بهادر آهيان، مگر منهنجي واچ ڪنهن ڪم جي ناهي." بادشاهہ پنهنجي کيسي مان سوني ۽ جواهرن سا جڙيل واچ ڪڍي ڏسي چيو تہ منهنجي واچ ۾ پنج لڳا آهن، تون پنهنجي واچ ڏسي ٻڌاءِ تہ "انهيءَ ۾ کهڙو وقت آهي." جمعدار کيسي مان گولي ڪڍي ڏسي چيو تہ "قبلا، منهنجي واچ نہ پنج ٻڌائي سگهندي آهي نہ ڇهہ مگر هر وقت مون کي ايترو پڪ چوندي آهي ۽ ياد ڏياريندي آهي تہ آءٌ ضرور حضور جي نوڪريءَ ۾ مرندس." بادشاهہ خوش ٿي چيو تہ "تڏهن ٻلي توکي خبر پوي تہ ٻارهن ڪلاڪن مان ڪهڙي ڪلاڪ ۾ تون منهنجي نوڪريءَ ۾ ٿو مرين. انهيءَ لاءِ آءٌ توکي هيءَ واچ ڏيان ٿو." ائين چئي بادشاهہ اها پنهنجي قيمتي واچ جمعدار کي انعام ڏئي ڇڏي.

## (13) مزي جهڙي ڳالهه

هڪڙو مسافر سيءَ واءَ ۾ مينهن سان پچي ٻهراڙيءَ جي هڪڙي مهمان خاني ۾ اچي پهتو. گهوڙو ٻاهر ڪُڙهه ۾ چڙهيل صحن ۾ لنگهي آيو. ڏسي ته بخاريءَ وٽ جاءِ جو مالڪ ۽ ٻيا گهڻا ماڻهو ٻاهه تي ويٺا آهن ۽ سندس لاءِ جاءِ ڪانهي. تڏهن مالڪ چيائين ته "ڪي تازيون سپون ڪاٺڻ لاءِ منهنجي گهوڙي کي وحي ڏي" هن چيو ته "گهوڙو سپون ڪيئن ڪائيندو؟" هن چيو ته "پاڻهئي ڪائيندو،وجي ڏئي ڏسينس." مسافرخاني وارو اتي هڪڙي ٿانو ۾ سپون وجهي ڪُڙهه ڏي ويو. ٻين ماڻهن کي به عجب لڳو ته گهوڙو ڪيئن سپون ڪائيندو، انهيءَ جي ڏسڻ لاءِ سڀيئي ٻاهه تان اٿي ڪُڙهه ڏي ويا هي شخص جاءِ خلاسي ڏسي مزي سان ٻاهه تي ويهي پاڻ کي سيڪڻ ۽ ڪپڙا سڪائڻ لڳو. سگهوئي جاءِ جو مالڪ موٽي سپون ڪڻي آيو ۽ ٻيا به ساڻس گڏ هئا. چوڻ لڳو ته "مون ته اڳيئي ئي چيو ته گهوڙو سپون نه ڪائيندو. سو ڪاڏائين به ڪين." مسافر چيو ته "حرڪت ڪانهي، ڪڻي ميز تي رک. آءُ ڪوسو ٿي اٿان .ته پاڻ ٿو اهي ڪان."

## (14) لالچ جي سزا

ڪن ٽن ماڻهن گڏ مسافري پئي ڪئي! اوچتو هڪڙي ناٽي جي ڳوٿري لڌائون ۽ پاڻ ۾ ورهائڻ جو ٺهراءُ ڪيائون. خوش ٿي اڳتي هليا. جڏهن بک لڳين، تڏهن هڪڙي چيو ته ڪي ڪجهه خريد ڪري ڪائجي.ٻئي چيو ته آءُ ٿو وڃي ڪا ڪاڌي جي شيءِ وٺي اچان.اهو ويو ۽ ڪجهه ڪاڌو هٽ ڪيائين، مگر اهو ارادو ڪيائين ته انهيءَ ۾ ٿورو زهر رجهي پنهنجن ٻن سنگتين کي ڏيان ته سڀ مال مون کي ملي، هن جي غير حاضريءَ ۾ سندس ٻنهي سنگتين وري پاڻ ۾ صلاح ڪئي ته هي موٽي اچي ته انهيءَ کي ماري،مال پاڻ ۾ ورهائي اڌو اڌ ڪري وٺون. جڏهن هو ڪاڌو وٺي موٽي آيو، تڏهن هنن ٻنهي هڪدم هن کي ماري وڌو. پوءِ جيڪو ڪاڌو هن آندو هو سو ويهي خوش ٿي کائڻ لڳا. سگهوئي زهر جي اثر ڪري اهي ٻئي به پاڻهي مري ويا. انهيءَ طرح ٽيئي لالچ جي ڪري مري ويا ۽ مال ائين ئي اتي رستي ۾ رهجي ويو، جو ٻئي وانهڙوءَ اچي کنيو.

## (15) هڪڙو چڱو سبق

هڪڙو جوان شاگرد پنهنجي مهربان استاد سان گڏ ڪنهن پاسي گهمڻ ٿي ويو. رستي ۾ هنن کي هڪڙي پراڻي جتي پيل ڏسڻ ۾ آئي، جا هنن سمجهيو ته ڪنهن غريب هاريءَ يا مزور جي آهي، جو پاسي واريءَ ٻنيءَ ۾ مشغول هو. شاگرد اُستاد کي چيو ته "اچو ته انهيءَ جتيءَ واري سان ڪو چرچو ڪريون. هن جي جتي ڪنهن ٻوڙي ۾ لڪائي ڇڏيون ۽ پاڻ لڪي ويهي ڏسون ته ڇا ٿو ڪري." اُستاد چيس ته "هڪڙي غريب کي ستائڻ مان ڪهڙو فائدو؟ پر تون پيسي وارو آهين. انهيءَ غريب ماڻهوءَ جي معرفت پاڻ کي خوش ڪري سگهين ٿو. هيئن ڪر ته هر هڪ پادر ۾ هڪڙي مهر وجهي ڇڏ! پوءِ هلي لڪي ويهي ڏسون ته مهرن لهڻ ڪري ڪهڙي حيراني ٿو ڏيکاري." شاگرد ائين ئي ڪيو ۽ ٻئي ڄڻا ڪن ٻوڙن جي پنيان وڃي لڪي ويٺا. سگهوئي اهو غريب ماڻهو ڪم لاهي، انهيءَ هنڌ آيو جتي پنهنجو ڪوٽ ۽ پنهنجي جتي رکي ويو هو. ڪوٽ ڍڪي هڪڙو پير هڪڙي پادر ۾ وڌائين ته مهر پير سان لڳيس. ڪڍي ڏسي ته مهر آهي. حيران ٿي ويو. پوءِ مهر کي اٿلائي پٿلائي ڏسي ۽ هيڏي هوڏي نهاري کڻي کيسي ۾ وڌائين. ٻيو پير ٻئي پادر ۾ وڌائين ته ٻي مهر ڏسي ٻيڻو حيران ٿيو. اهڙو خوش ٿيو جو گوڏا ڀڃي ويهي خدا جي شڪرگذاري ڪيائين، جنهن سندس زال ۽ ٻارن ٻچن تي رحم ڪري، ڪيس غيب مان هيءَ بخشش ڏياري، جنهن ڪري هو ويچارا بک ۾ مرڻ کان ڪن ڏينهن تائين بچي ويا. اهو حال ڏسي شاگرد نهايت خوش ٿيو ۽ اکين ۾ پاڻي اچي ويس. تڏهن استاد چيس ته "سڪٽي حرڪت ڪرڻ کان ائين ڪرڻ بهتر هو يا نه؟" شاگرد ورندي ڏني ته "بيشڪ ائين بهتر هو. توهان مون کي اهڙو سبق سيکاريو آهي، جو وري ڪڏهن به نه وسرندو. سچ آهي ته وٺڻ کان ڏيڻ بهتر ۽ زياده برڪت وارو ڪم آهي."

## (16) دونهون ساهه بچائڻ جو سبب

سمنڊ جي هڪڙي سخت طوفان ۾ هڪڙو جهاز ڏکڃي پاتا گونيا جي ڪناري تي هڪڙي ٽڪر تي لڳي ڀڃي پيو ۽ سڀ ماڻهو ٻڏي ويا. پر پوءِ هڪڙو پهتو جنهن مان معلوم ٿيو ته انهن جهاز وارن مان هڪڙو بچيو هو، جو ڪنهن طرح سان تري هڪڙي سڃي ٻيٽ تي اچي نڪتو ڪي بسڪيٽ جهاز مان لڙهي اچي ڪناري تي پيا هئا، تن تي ۽ ڪن ٻوٽن تي ۽ ڪي سمنڊ جا پکي لٺ سان ماري انهيءَ ماڻهوءَ

کي ڏينهن اتي گذاريا. اتفاق سا ٻاهه ٻارڻ جون تيليون بہ وٽس هيون. تن سان ڪک پن گڏ ڪري ٻاهه ٻاريائين ۽ آسپاس ڪن تختن جا ٽڪر هوا کي زوڪڻ لاءِ ڏئي ڇڏيائين. هڪڙيءَ رات هو ستو پيو هو تہ ڏاڍو واءُ لڳو ۽ تختا وچي ٻاهه ۾ پيا ۽ سڙي ويا. انهيءَ ڪري هن کي ڏاڍو ارمان ٿيو. مگر اهو ئي هن جي بچائڻ جو سبب ٿيو. اتفاق سان هڪڙو اميريڪن جهاز ڏهاڪو ميل پري ٿي لنگهيو. تنهن انهيءَ سڄي ٻيٽ تي مام گهٽو دونهون ڏٺو. سماءُ رکڻ لاءِ کي ماڻهو موڪليائين. جن اچي هن ماڻهوءَ کي ڏٺو جو ٻاهه تي ويٺو هو. هن جو احوال ٻڌي هن کي وٺي جهاز تي آيا. پهرين ئي بندر تان ڪپتان هن جو سارو احوال لکي، سندس مائٽن ۽ دوستن ڏي موڪليو. ٿورن مهينن کان پوءِ هو وچي پنهنجي وطن پهتو ۽ جن ڪيس مئو سهايو هو، سي ڪيس جيئرو ڏسي ڏاڍا خوش ٿيا.

## (17) آئرلينڊ جي ماڻهن جو هڪڙو تڪرار

آئرلنڊ جي الهندي ڪناري تي هڪڙو ننڍڙو ٻيٽ آهي، جنهن تي سؤ کن ورهيہ ٿيا، تہ ڪي بہ آبادگار رهندا هئا، جي دولتمند هئڻ ڪري آس پاس وارن ۾ مشهور ۽ معتبر ٿي ويا هئا. انهن وٽ ريڍو مال گهڻوهوندو هو. جنهن ۾ هو ٻئي اڌ و اڌ ڀائيوار هوندا هئا. اتفاق سا هڪڙو خسيس تڪرار سندن وچ ۾ ٿي پيو. جنهن ڪري هنن ڀائيواري ڇني ڇڏي ۽ رڍون ورهائڻ لڳا. سڀ رڍون هڪ سؤ هڪ هيون. سؤ مان نہ پنجاهہ هڪڙي ورتيون ۽ پنجاهہ ٻئي. باقي هڪڙي، تنهنجي لاءِ گهڻي ريڙهہ پيڙهہ کان پوءِ هنن اهو ٺهراءُ ڪيو تہ ٻنهي جي گڏيل ملڪيت رهي. سگهوئي هڪڙي ڀائيوار کي ڪتڻ جي ڪم لاءِ اُن گهربي هئي. تنهن انهيءَ رڍ جي هڪڙي پاسي جي اُن ڪتري ورتي. سگهوئي پوءِ اها رڍ هڪڙيءَ کڏ ۾ مئل ڏسڻ ۾ آئي. هڪڙي چيو تہ اڌ ٻت تان اُن نصرڻ ڪري رڍ کي ٿڌ لڳي ۽ تنهنڪري ضعيف ٿي ڪري پئي ۽ مري ويئي ٻئي چيو تہ ان وارو پاسو ڳرو ٿي پيس تنهنڪري ٻئي انهيءَ خسيس ڳالهہ تان اچي انهن جي وچ ۾ تڪرار ٿيو ۽ هو قاعدي جي ڪورٽ ۾ ويا. انهيءَ مقدمي تي ايترو خرچ آيو جو ٻنهي ڌرين کي پنهنجون سڀ رڍون وڪڻڻيون پيون ۽ هو سڄا ٿي ويهي رهيا. انهن ٻنهي جو اولاد اڃا تائين غريبيءَ ۽ مفلسيءَ ۾ پيو گذاري ۽ اتي جا ماڻهو انهن جو مثال ڏئي ماڻهن کي تڪرار ڪرڻ ۽ ڪورٽن ۾ وڃڻ کان منع ڪندا آهن.

## (18) مئل ماڻهو ماني ٿو کائي

هڪڙي چرين جي اسپتال ۾ هڪڙو ديوانو هو. جنهن کي اهو خيال اچي دل ۾ وينو ته آءُ جيئرو ڪين آهيان، مري ويو آهيان. مئل ماڻهو ماني ڪين کائيندا آهن. تنهنڪري هن به جاتي ٻجهي کائڻ ڇڏي ڏنو ۽ امڪان هو ته جلد ضعيف ٿي مري وڃي. اسپتال جي ڊاڪٽر خيال ڪري اها تجويز ڪڍي ته پنج ڇهه ماڻهو چونڊي ڪڍجن. جن کي اڇو رنگ لڳائي، ڦڪي منهن وارو ڪجي ۽ اڇا ڪفن جا ڪپڙا ڍڪائي تيار ڪجن. جن کي اهو ديوانو مئل ماڻهو سمجهي. انهن کي هڪڙي پاسي واري ڪوٺيءَ ۾ سمجهائي ويهاريائون ته ويهي ماني کائين ۽ هن چرئي واريءَ ڪوٺيءَ جو در ڪليل ڇڏيائون ته هو پلي هنن کي کائيندو ڏسي. جڏهن انهيءَ ديواني هنن کي ماني کائيندو ڏٺو. تڏهن هنن وٽ ويو ۽ وڃي پڇيائون ته "يارو. اوهين ڪير آهيو؟" هنن چيو ته اسين مئل ماڻهو آهيون." چيائين ته "مئل ماڻهو به کائيندا آهن ڇا؟" هنن چيو ته "چو نه ؟" تڏهن چرئي چيو ته مون کي به ڏاڍي بک آهي، آءُ به مئل آهيان، چو نه آءُ به کان." هنن چيو ته "بيشڪ ، اچي کاءُ". تنهن تي هو وڃي ماني کائڻ لڳو. انهيءَ طرح هو ماني کائيندو رهيو ۽ مرڻ کان بچي ويو.

## (19) مڇي جهاز کي ٻڏڻ کان ٿي بچائي

هڪڙو وڏو واپاري پنهنجي قيمتي مال سان هڪڙو جهاز پرايوويسٽ انڊير ٻيٽن کان ٿي آيو. رستي ۾ اتفاق سان جهاز جي تري ۾ هڪڙو سوراخ ٿي پيو ۽ پاڻي اندر اچڻ لڳو. خلاصين پاڻي ڪڍڻ ۽ جهاز کي ٻڏڻ کان بچائڻ لاءِ گهڻا مٿا هنيا، پر ٻجي نه سگهيا. رات ڏينهن پاڻي ڪڍي ٿڪجي پيا اوچتو پاڻي هڪدم بند ٿي ويو. سڀ حيران ٿيا ته تنگ ڪيئن بند ٿيو. جاچ ڪرڻ مان معلوم ٿيو ته هڪڙي ڊالفن مڇي زور سان انهيءَ تنگ مان لنگهندي، اتي ڦاسي پيئي ۽ تنگ بند ٿي ويو هو. انهيءَ خدائي سبب ڪري انهيءَ واپاريءَ جو مال بچي ويو. خدا جي شڪر گذاري ڪرڻ لاءِ هن هڪڙو خيراتي اسڪول کوليو. جنهن ۾ سيني پڙهندڙن کي پنهنجي ڇاتيءَ تي ڊولفن مڇيءَ جي شڪل وارو ٻلو ڍڪڻو پيو. انهيءَ لاءِ ته انهيءَ خدائي اتفاق جي گهڻن ڏينهن تائين يادگيري قائم رهي.

## (20) بادشاهه ۽ سپاهي

هڪڙيءَ جنگ جي وقت فرانس جي بادشاهه لوئيءَ چوڏهين هڪڙي سپاهيءَ کي هڪڙي مستيءَ واري گهوڙي تي چڙهيل ڏٺو جنهن کي هو برابر هلائي نٿي سگهيو ۽ آڏي ذري گهٽ بادشاهه کي ٿي ڌڪو ڏنائين. بادشاهه ڏاڍو ڪاوڙيو. جيڪو لڪڻ هٿ ۾ هوس، تنهن سان انهيءَ سپاهيءَ کي ڪي ڌڪ به هنيائين ۽ گهٽ وڌ به ڳالهايائينس. سپاهي تيز طبيعت وارو ۽ آبرو طلب ماڻهو هو. سو اها بيعزتي سهي نه سگهيو. پنهنجو تپاچو ڪڍي انهيءَ جو هٿيو بادشاهه ڏي ڪري چيائينس ته "حضور مون کي بي آبرو ڪيو آهي. مون کي پنهنجي آبرو ساهه کان وڌيڪ پياري آهي. بهتر آهي ته حضور منهنجو ساهه به ڪڍي وٺي، جيئن عزت ورتي اٿس". بادشاهه کي هي ڏاڍو ارمان ٿيو ۽ پشيمان ٿي چوڻ لڳس ته "يار، اهو منهنجو ايذاءُ وساري ڇڏ. آءٌ ڪوشش ڪري انهيءَ جي تلافي ڪندس." بادشاهه پنهنجو قول سچو ڪيو ۽ انهيءَ وڏيءَ دل واري سپاهيءَ کي جنگي ڪاتي جو هڪڙو وڏو عهديدار ڪيائين.

## (21) نافرمانيءَ جي سزا

هڪڙي ڀيري پرشيا جي بادشاهه فريڊرڪ اعظم حڪم ڪڍيو ته فلاڻي وقت منزلگاهه ۾ سڀ بتيون يا باهيون اُجهائي ڇڏجن. هن کي اهو خطرو هو ته متان سوجهري تي دشمن کي منزلگاهه جي خبر پوي. حڪم اهو هو ته جيڪو هن حڪم جي نافرماني ڪندو، تنهن کي موت جي سزا ملندي. رات جو جانچ ڪندي، هڪڙيءَ رات بادشاهه ڏسي ته هڪڙو آفيسر پنهنجي تنبوءَ ۾ ميز تي وينو بتيءَ تي خط بند ڪري. بادشاهه ڪاوڙ مان چيس ته "چو تو منهنجو حڪم ڀڳو؟" هن چيو ته "حضور، مون پنهنجيءَ زال ڏي ڪو ضروري خط ٿي لکيو." بادشاهه چيو ته "چڱو پر تڪڙ ڪري اهو خط بند نه ڪر. انهيءَ ۾ هي خبر به لکي ڇڏ ته جيسين هي خط پهچندو، تيسين بادشاهه جي حڪم جي انحرافيءَ ڪري آءٌ قتل ٿي ويو هوندس." آفيسر ائين ڪيو. اگرچ اها ظلم جي سزا ڏسڻ ۾ ايندي، مگر بادشاهه کي ويچار هو ته سوجهري تي دشمن جي اچڻ جو ۽ گهڻيءَ خونريزيءَ ٿيڻ جو امڪان هو ۽ هڪڙيءَ خسيس ڳالهه جي نافرمانيءَ ٿيڻ جو امڪان آهي.

## (22) ننڍڙو فيلسوف

آليور ڪراموئيل جي مرڻ کان ٿورو وقت اڳ، سنہ 1658ع ۾ انگلنڊ ۾ هڪڙو سخت طوفان اچي لڳو. ماڻهن ۾ ڦڙ قوت پئجي وئي. انهيءَ گوڙ ۾ هڪڙو ننڍو ڇوڪر ڏسڻ ۾ آيو جو ٻاهر کليل هوا ۾ ڪڏهن واءُ جي برخلاف ۽ ڪڏهن پنيرو پئي ڊوڙيو ۽ ٽپيو. ٻنهي پاسي منهن ڪري ٽپ ڏيڻ سان واءُ جي زور معلوم ڪرڻ لاءِ ڪلين ڪوڙڻ سان ٽپن جي ماپ پئي ڪيائين. اگرچہ انهيءَ مان واءُ جي زور جي پوريءَ خبر پوڻ جو امڪان ڪونہ هو، تہ بہ ايترو معلوم ٿي سگهيو تہ اهو ننڍڙو ڇوڪر فيلسوف هو ۽ نيٺ وڏي هوندي مشهور عالم ٿيو، ڇا لاءِ جو اهو ٻيون ڪونہ هو، سر آئزڪ نيوٽن هو، جنهن جهڙو دنيا ۾ ٻيو ڪونہ ٿيو.

## (23) تڪرار جو عجيب فيصلو

هڪڙي تماشي گاه ۾ هڪڙي دوا فروش ڊاڪٽر ڪنهن جنگي آفيسر جي زال جي اچڻ تي پنهنجي جاءِ هن کي نہ ڏني، تنهن ڪري انهيءَ آفيسر پنهنجي بي آبروئي سمجهي. ملڪ ۽ وقت جي دستور موجب، انهيءَ آفيسر ٻئي ڏينهن هن کي ساڻس وڙهڻ لاءِ وقت ۽ جاءِ مقرر ڪري لکي موڪلي. ڊاڪٽر انهيءَ لکٽي موجب ٺهرايل وقت ۽ هنڌ تي اچي حاضر ٿيو. سگهوئي اهو آفيسر بہ آيو، جو پنهنجو تپاچو وڙهڻ لاءِ ڪٽي آيو هو پر ڊاڪٽر پنهنجي کيسي مان هڪڙي دٻي ڪڍي، انهيءَ مان ٻہ حب يا گوليون ڪڍي هٿ ۾ ڪيون ۽ هن آفيسر کي چوڻ لڳو تہ "سائين آءُ وڙهڻ لاءِ تيار آهيان، مگر انصاف جي رستي، آءُ جنگي ماڻهو ناهيان، تنهن ڪري تپاچن ۽ بندوقن جي مون کي گهٽي استعمال ڪانهي. اجهي هي ٻہ گوليون. هڪڙيءَ ۾ زهر آهي،ٻيءَ ۾ ناهي. هڪڙي گولي هنن مان پهرين تون کٽي ڳهہ، جيڪا ٻي تون ڇڏيندين، اها آءُ ٿو ڳهان. پهرينءَ چونڊ جو اختيار توکي آهي." آفيسر کي ڪل اچي ويئي ۽ هن سان هٿ ملائي،پرچي دوستن وانگر موڪلائي هليو ويو.

## (24) بيخيالي يا محويت

نيوٽن، مشهور فيلسوف، ڪڏهن ڪڏهن ڪن عقدن حل ڪرڻ جي خيالن ۾ اهڙو محو ٿي ويندو هو، جو ٻئي ڪنهن بہ ڪم جو سماءُ ڪو نہ رهندو هوس. اهڙن وقتن تي هو پنهنجيءَ ڪوٺيءَ ۾ اڪيلو ويهندو هو ۽ ڪنهن کي بہ اچڻ نہ ڏيندو هو.

هڪڙي ڏينهن هو اهڙي خيال ۾ محو هو ۽ گهر جي ڀاتين سان گڏ ناشتي ڪائڻ لاءِ وڃڻ جو ارادو نہ ڪيائين. گهر وارن هڪڙي نوڪر جي هٿان هڪڙو آنو ۽ ٽورو ٽهڪندڙ پاڻي سندس جاءِ ۾ ڏياري موڪليو. نوڪر اهي سندس ميز تي رکي هليو ويو ۽ چئي ويو تہ آنو ٽهڪندڙ پاڻيءَ ۾ ٽي منٽ پوندو. سگهوئي پوءِ نوڪر ٿانو کڻڻ آيو. ڏسي تہ آنو نيوٽن جي هٿ ۾ آهي، جو پنهنجي خيال ۾ محو وينو آهي ۽ ٽهڪندڙ پاڻيءَ ۾ واچ پيئي آهي. واچ جي بدران آنو ڪنيو هئائين ۽ آني جي بدران واچ پاڻيءَ ۾ وڌي هئائين، جنهنجو ڪو بہ سماءُ ڪو نہ رهيس.

## (25) نيوٽن ۽ سندس ڪتو

سر آئزڪ نيوٽن، مشهور فيلسوف، نهايت صبر ۽ تحمل وارو شخص هو. ڪهڙو بہ خفي يا چڙ جو سبب هوندو هو تہ چڙندو ڪين هو. صبر ۽ آرام ۾ رهندو هو. هڪڙي ڀيري، هو پنهنجي پڙهڻ لکڻ واريءَ جاءِ مان نڪري، ڪنهن ڪم پنيان ڪنهن ٻيءَ جاءِ ۾ ويو ۽ هڪڙو پستو ڪتو، جنهن کي هيرو سڏيندو هو، جاءِ ۾ ڇڏي ويو. سگهوئي هو موٽي آيو. ڏسي تہ هيرو ٽپ ڏيئي ميز تي چڙهيو آهي ۽ ٻرندڙ شمع ڪاغذن تي ڪيرائي وڌي اٿس، جنهن ڪري جيڪو ورهين جو ڪم لکيو هئائين، سو سڙي ڇٽ ٿي ويو آهي. ڏاڍو ڏک ٿيس، جو سندس عمر تڏهن وڌي هئي ۽ اهڙي اميد نہ هيس تہ عمر جو ڪيل پورهيو وري ڪري سگهندو. پر ڄاڻائين تہ ڪتي تي ڪاوڙجڻ ۽ انهيءَ کي مارڻ مان ڇا حاصل ٿيندو. پنهنجي ڪاوڙ ماري، ماٺ ڪري ويهي رهيو. رڳو ڏک مان هن کي چيائين تہ "اڙي هيرا، هيرا، تو کي خبر نٿي پوي تہ تو ڪيتري قدر نقصان ڪيو آهي."

## (26) ڪم عقلي

هڪڙي ماڻهوءَ کي نئين جتي ٺهرائڻي هئي، تنهن پنهنجي پير جي پوري ماپ وٺي ارادو ڪيو تہ ٽن ميلن پنڌ تي هڪڙي موچيءَ ڪان وڃي ، جتي ٺهرائي يا ان کي ماپ موڪلي ڏئي. پر ٻيو ماڻهو نہ مليس، تنهن ڪري پاڻ وڃڻ جو ارادو ڪيائين. جڏهن اڌ پنڌ جو ڪري ويو، تڏهن ياد پيس تہ جيڪا پير جي ماپ ورتي هيم، سا گهر وساري آيو آهيان. وري پنڌ ڪري گهر آيو ۽ اها ماپ کڻي انهيءَ موچيءَ وٽ ويو ۽ ماپ ڏنائينس. موچيءَ چيس تہ "جڏهن تون پاڻ آيو آهين، تڏهن ماپ جي ڏيڻ جو ڪهڙو ضرور آهي؟ ماپ تنهنجي پير جي آءُ وٺي سگهان ٿو يا جيڪي جتيون مون وٽ

تيار آهن، سي وجهي ڏس تہ انهن مان ڪا توکي پوري اچي ٿي يا نہ." تڏهن انهيءَ ماڻهوءَ جي اک کلي ۽ ڄاتائين تہ بيعقلي ڪيم، جو ماپ لاءِ هيترو اجايو پنڌ ڪيم

## (27) نصيب جو قير

هڪڙو بهادر بادشاهہ جنهن گهڻا ملڪ ورتا هئا ۽ گهڻيون فتحون ڪيون هيون، سو اتفاق سان هڪڙي جنگ ۾ هارائي ويٺو ۽ قيد ٿي پيو. هڪڙو سپاهي ڪيس وٺيو ٿي ويو. رستي تي هن کي زمين تي ويهاري، سپاهي هڪڙيءَ ديڳڙي ۾ هن جي لاءِ ڪاڏو رڌڻ لڳو. اوچتو سپاهيءَ جي پٺ ڏيڻ تي هڪڙي ڪتي اچي انهيءَ ديڳڙيءَ ۾ منهن وڌو. ديڳڙي جو منهن سوڙهو هو تنهن ڪري منهن اٽڪي پيس ۽ هو ديڳڙو منهن ۾ ڦاٿل ڪٽي، اٿي ڀڳو. بادشاهہ اهو حال ڏسي، ٽهڪ ڏيئي کلڻ لڳو. سپاهي حيران ٿيو تہ اهڙو ماڻهو اهڙو حال ۾ ڪيئن ٿو کلي، تنهن جو هن سبب پڇيس. بادشاهہ چيو تہ "اڄ صبح جو منهنجي بورچيخاني جي داروغي مون کي چيو هو تہ شاهي بورچيخاني جي سامان کڻڻ لاءِ ٽي سؤ اُٺ پورا نہ ٿا ٿين ۽ هينئر آءٌ ڏسان ٿو تہ منهنجي ماني ديڳڙي سميت هڪڙو ڪتو کنيو ٿو وڃي. انهيءَ نصيب جي قير تي مون کي کل آئي."

## (28) ترڪٽو جهاز

هڪڙي ڀيري هڪڙو ڊچ جهاز آئرلنڊ مان مکڻ جا پيپ ڀرائي،نيوزيلنڊ ڏي ڪٽي ٿي ويو. رستي ۾ هڪڙي ٻيٽ وٽ اچي لنگر هڻي ترسيو. ٻيا بہ جهاز اتي ترسيل هئا، جو اڳيان ٻڌائون تہ ڪي دريائي چورن جون ٽوليون جهازن ڦرڻ لاءِ تيار ٿيون پيون گهمن. پر هن ڊچ جهاز جي ڪپتان کي پنهنجومال جلد پهچائڻو هو،سو لاچار نڪري پيو. سگهوئي چورن جون ٻيڙيون اينديون ڏٺائين. پنهنجي جهاز جي بچاءَ لاءِ هيئن ڪيائين، جو هڪ ٻہ پيپ مکڻ جو ڪڍائي، پڃائي جهاز جي ساري تختي تي پڪيڙي ڇڏيائين، بلڪ رسا وغيره بہ مکڻ سان سٽيا ڪري ڇڏيائين. خلاصي مشڪل ٻيهي يا هلي ٿي سگهيا. سگهوئي چور اچي پهتا ۽ ڪنڍا اٽڪائي جهاز تي چڙهي آيا. ڪپتان بہ ڪوڙ ڪري جهاز ٻيهاري ڇڏيو، جڻ تہ چورن جي ڊپ کان پيش پيو آهي. جيڪي چور چڙهيا، سي ٻيهي نہ سگهيا ۽ آئڙي ڪرڻ لڳا. اهڙا لاچار ٿيا ۽ اهڙو وسوسو ۽ ڊپ ٿين، جو ڦرمار جو خيال لاهي، پنهنجين ٻيڙين ۾ چڙهي هليا ويا ۽ ڪپتان پنهنجيءَ تجويز سان بہ ٽي مڻ گيهہ جا زيان ڪري، ٻيو سڀ مال بچائي نڪري هليو ويو.

## (29) خدا جو رستو سڀ کان وڌيڪ چڱو

هڪڙو واپاري ڪنهن ميلي تان موٽيو گهوڙي تي چڙهيو ڳوٺ ٿي ويو. ساڻس پاڻيءَ جي گوڻري هئي. اوچتو سخت مينهن اچي پيو ۽ سندس ڪپڙا ۽ ٽپڙ سڀ پسجي پيا. انهيءَ ڪري هو ڏاڍو خفي ۽ بيزار ٿيو ۽ منهن تي ڪرڪڻ لڳو ۽ چوڻ لڳو ته ”خدا ناحق ههڙو مينهن اندو جنهن ڪيس ههڙي بڇڙي حال ۾ آندو.“ هن ڪي هڪڙي گهاٽي ٻيلي مان لنگهڻو پيو ۽ اتي اوچتو هڪڙو چوڪر مٿس ڪاهي آيو ۽ بندوق ڏانهنس سنئين ڪري، چوڙڻ جي ڪيائين. ضرور ماري ڇڏيس ها ۽ سندس ناڻي واري ڳوٺري ڪٺي وڃي ها. پر مينهن جي ڪري باروت پسجي پيو هو ۽ بندوق نه ڇٽي. انهيءَ وچ ۾ واپاري گهوڙو ڊوڙائي نڪري ويو ۽ صحيح سلامت وڃي ڳوٺ پهتو. پوءِ دل ۾ چيائين ته ” آءٌ ڪهڙو نه بيوقوف هوس، جو مينهن تي ٿي ڪر ڪيس! جي مينهن نه پوي ها ۽ هوا صاف هجي ها ، ته ضرور آءٌ اڄ مران ها ۽ مال به وڃايان ها. خدا جو رستو سڀ کان چڱو آهي ۽ انهيءَ جي حڪمت عجيب آهي..

## (30) سپاهي ۽ ڄٽ

هڪڙو سپاهي ۽ ڄٽ ڪنهن جهنگ ۾ سفر ڪندي اچي گڏيا. ٻئي گهوڙن تي هئا ، پر سپاهيءَ جي گهوڙي ٻئي منڊڪايو ۽ ڄٽ جو گهوڙو چڱو هو ۽ هن کان نڪريو پئي ويو. سپاهيءَ کي ڊپ ٿيو ته متان جهنگ ۾ اڪيلو رهجي وڃان. تنهن هن کي گهوڙي بدلائڻ لاءِ چيو ، پر ڄٽ انڪار ڪيو. تڏهن سپاهيءَ ڪيڏ ڪري، هن سان جهيڙو ڪيو ۽ ٻئي وڙهي پيا. سپاهي زور وارو هو ۽ هٿيار به هيس، تنهنڪري ڄٽ کان ڏاڍو ٿيو ۽ زور زبردستيءَ سان هن جو گهوڙو ڦري، انهيءَ تي پاڻ چڙهي هليو ويو. پٺيان اهو ڄٽ آهستي آهستي انهيءَ منڊي گهوڙي تي پئي ويو. جڏهن ويجهي ڳوٺ ۾ وڃي پهتا ، تڏهن ڄٽ وڃي سرڪاري عملدار وٽ دانهين ٿيو جنهن انهيءَ سپاهيءَ کي گهرائي، گهوڙي بابت پڇيو. سپاهيءَ چيو ته ”هيءُ ڪوڙ ٿو ڳالهائي، گهوڙو منهنجو آهي، هن جو نه آهي.“ ڄٽ هيٺئن ڪيو جو جهٽ ۾ پنهنجو ڪوٽ لاهي گهوڙي جي منهن تي وجهي، انهيءَ عملدار کي چيو ته ”سائين، هاڻي پڇوس ته ڀلا گهوڙي جي ڪهڙي اک ڪاڻي آهي؟“ سپاهي سچار ٿي هڪدم چيو ته ”سڄي اک“. تڏهن ڄٽ ڪوٽ پاسي ڪري چيو ته ” سائين، ڏسو نه هن جي سڄي اک ڪاڻي آهي، نه کٻي“. عملدار کي خاطري ٿي ته هيءُ ڄٽ سچو آهي ۽ هو ڄٽ جي چالاڪيءَ تي حيران ٿيو ۽ گهوڙو انهيءَ کي ڏياريائين.

## (31) بادشاهه جي زبان

هڪڙي ڏينهن نيپولين پنهنجو لشڪر نظر مان پئي ڪڍيو ته سندس هٿ مان گهوڙي جو لغام ڪسڪي ويو ۽ گهوڙو اٿي ڊوڙڻ لڳو. هڪڙي عام سپاهيءَ صف مان نڪري، ڊوڙي گهوڙي جو لغام پڪڙي ورتو ۽ انهيءَ کي موٽائي، شهنشاهه وٽ آندائين. جو ڏاڍو خوش ٿيو ۽ چيائين ته ” شاباس ڪپتان“. سپاهي ڏاڍو چالاڪ هو. تنهن چيو ته ” حضور ڪهڙيءَ پلٽڻ جو؟ “نيپولين چيو ته ”پهري واريءَ پلٽڻ جو.“ پوءِ هو گهوڙو ٽپائي هليو ويو. سپاهي اتي جو اتي شنشاهه جي زبان تي پڪو پروسو ڪري سپاهگيريءَ واري بندوق ڇڏي، سوا. ڪنهن ڪرچ يا ڦيٽ جي، آفيسرن جي گڏ ٽيڻ واريءَ جاءِ ۾ ٻين سان گڏ وڃي ويهي رهيو. اهي هن تي ڪلڻ لڳا ۽ پڇيائونس ته ”تنهنجو هتي ڪهڙو ڪم آهي؟“ هن ورندي ڏني ته ” آءٌ پهري وارن سپاهين جو ڪپتان آهيان.“ هو حيران ٿي ويا. تڏهن هن چيو ته ” شهنشاهه مون کي پهري واريءَ پلٽڻ جو ڪپتان سڏيو. تنهنڪري آءٌ اهو آهيان“. بس انهيءَ ڏينهن کان وٺي هو ڪپتان شمار ٿيڻ ۾ آيو ۽ سندس پوءِ جي هلت به بلڪل پسنديءَ جهڙي ثابت ٿي.

## (32) ڊيڄاريندڙ تصوير

هڪڙي ننڍڙي ڇوڪري وقت بوقت گهر جي گدام واريءَ جاءِ مان ڪي ميوا چورائي پئي کائيندي هئي. انهيءَ جاءِ ۾ پٽ تي هڪڙي وڏي تصوير رکيل هئي، جنهن جون اکيون جيڏانهن به ڇوڪري ويندي هئي، اوڏانهن هن ڏي پيئون نهارينديون هيون. ڇوڪري ڊڄڻ لڳي، ڇڻ ته اها تصوير سندس چوري پيئي ڏسي ۽ چويس پيئي ته چوري نه ڪر، متان پڪڙجي پوين. انهن اکين هن کي اهڙو ڊيڄاريو. جو هن ڪئنچي کڻي، تصوير جون اکيون ڪتري ڪڍي ڇڏيون جنهن ڪري انهن جاين تي ٽنگ ٿي پيا. پوءِ به جڏهن ڪا شيءِ کڻندي هئي، تڏهن اهي ٽنگ ڏسي تصوير جون اکيون اکيون ياد پونديون هيس ۽ اندر جو ڊپ پيو ٿيندو هوس. نيٺ ماڻس اها تصوير زبان ٽيل ڏني ۽ پڇڻ تي ڇوڪريءَ ساري سچي ڪئي.

## (33) دشمنن کي ڪيئن ناس ڪجي

هڪڙي چيني شهنشاهه کي معلوم ٿيو ته ڪن پرانهن پرڳڻن ۾ ڪن اميرن فساد کڙو ڪيو آهي. تڏهن هن پنهنجن خيرخواهن وزيرن کي چيو ته ” يارو! منهنجي

پنيان اچو، ته هلي دشمنن کي سامهون ٿيون، جي ائين ڪندؤ ته آءُ انجام ٿو ڪريان ته انهن کي جلد ناس ڪندس". آخر بادشاهه اتي ويو ۽ فسادي امير، سواءِ وڙهڻ جي اچي پيش پيا. بادشاهه هنن کي معافي ڏني ۽ ساڻن مهربانيءَ جي هلت ڪئي، تڏهن سردارن چيس ته "حضورا پنهنجو انجام ته ڪين پاڙيو ۽ دشمنن کي ناس ته ڪين ڪيوَ" بادشاهه چيو ته "مون انجام ڪيو هو آءُ دشمنن کي ناس ڪندس، سو مون ائين ڪيو. اهي ماڻهو هاڻي دشمن ناهن، دوست آهن ۽ مون هنن کي دشمنن مان ڦيرائي، دوست ڪيو آهي." سڀ ڪنهن انسان کي گهرجي ته انهيءَ بادشاهه وانگر بچڙائيءَ کي چڱائيءَ سان جيتي ۽ مهربانيءَ سان دشمن کي ڦيرائي دوست ڪري.

## (34) خدا بچائڻ وارو

هڪڙو مسافر هڪڙي جبل جي تنگ پيچري تان پئي ويو، جنهنجي هڪڙي پاسي اُڀ ڪپري ٽڪري هئي ۽ ٻئي پاسي تکي واهي پي وهي. اوچتو هن مٿان ٽڪريءَ تان هڪڙو چيتو پاڻ ڏي ايندو ڏٺو. ڊپ کان دل ۾ آيس ته ٻئي پاسي پاڻيءَ ۾ ٽپي پوي ۽ تري ساهه بچائي. پر انهيءَ دم پاڻيءَ مان هڪڙو وڏو واڳون نڪتو، جنهن هن کي ڏسي وات ڦاڙيو. هن مسافر ٻنهي پاسي موت ڏسي، خوف کان ساڻو ٿي اتي ئي ويهي رهيو. انهيءَ وچ ۾ شينهن به مٿس ٽپ ڏنو پر زور ۾ مٿانئس ٽپي وڃي، هن پاسي واڳونءَ جي پٽيل وات ۾ پيو جو هن کي ڳڙڪائي ويو. اهو ماڻهو جڏهن سامت ۾ آيو تڏهن خدا جو شڪرانو ڪري رستو وٺي هليو ويو. انسان کي گهرجي ته ڪهڙي به خوف ۾ نااميد ۽ بي همت نه ٿئي ۽ خدا تي ڀروسو رکي، جو هن جي ڇوٽڪاري جو اوچتو سبب پيدا ڪري سگهي ٿو.

## (35) ٽي بدمعاش

هڪڙو ٻوڙو مسلمان ماڻهوءَ هڪڙو ڇيلو خريد ڪري ڪلهي تي کنيو گهر ٿي ويو ته رستي ۾ ڪن ٽن بدمعاشن پري کان هن کي ڏٺو. ارادو ڪيائون ته ٺڳي ڪري اهو ڇيلو هن کان ڇڏائين. پاڻ ۾ صلاح ڪري، ٽيئي ڄڻا ڌار ڌار رستي جي جدا جدا جاين تي اڳ وٺي وڃي ويهي رهيا. جڏهن اهو ماڻهو پهرئين بدمعاش وٽ ايو، تڏهن انهيءَ چيس ته "ادا، خير نه آهي، پليت ڪتي کي ڇو ڪلهي تي کنيو اٿيئي؟" هن چيو ته "ڪتو ڪٿي اهي، ڇيلو آهي." بدمعاش ته جواب ڪونه ڏنس ۽ هو هليو ويو. اڳيان وري ٻيو بدمعاش مليس. انهيءَ به چيس ته "ميان ڪتو ڇو ڪنڌ تي کنيو اٿيئي ؟

شر، نٿو اچيئي؟ " انهيءَ ماڻهوءَ کي دل ۾ شڪ پيو، ڇيلو لاهي زمين تي بيهاري چتائي ڏٺائين. پڪ ٿيس تہ ڪتو ناهي، ڇيلو آهي. تنهن ڪري وري پٺيءَ تي رکي ڪٽي هليو ۽ بدمعاش کي ورندي ڏنائين تہ "ڇيلو آهي، ڪتو ناهي" اڳيان وري ٽيون بدمعاش مليس، تنهن بہ اڳين ٻن بدمعاشن واري ڳالهہ ڪئي. تنهن تي هن ماڻهوءَ کي پڪ ٿي تہ جيڪو ٽو ڏسي، سو ٿو چوي تہ ڪتو آهي. تنهن ڪري انهيءَ کي اتي ئي اڇلائي ڇڏيائين. ڀانيائين تہ ساڻس سودي ۾ دغا ٿي آهي . هن جي وڃڻ کان پوءِ بدمعاش ڇيلو هٿ ڪري، پاڻ ورهائي کائي ويا.

## (36) مهلائتي سياڻپ ۽ تجويز

سر جيمس ٿارن هل هڪڙو مشهور نقاش ٿي گذريو آهي. انهيءَ هڪڙي وڏيءَ ديول جي گنبذ جي اندرين پاسي تي نقش پٽي ڪيا. ڪن نقشن نڪرڻ کان پوءِ دل ۾ آيس تہ پريرو ٿي ڏسان تہ ڪيئن ٿا ڏسجن. جنهن ڪوازي تي بيٺل هو تنهن تي پٺ تي هٽندو ويو، تانجو ڇيڙي تي اچي پهتو ۽ هڪڙو قدم هٽي ها، تہ ڪري مري پوي ها.انهيءَ وقت سندس نوڪر، جو سندس مدد لاءِ حاضر هو، تنهن اهو خوف جو وقت ڏسي، هڪدم رنگ جو ٿانو جيڪو هٿ ۾ هوس، سو ڪٽي ڪيل نقشي تي اڇلايائين. نقاش هن کي روڪڻ لاءِ هڪدم پٺ تي هٽڻ جو خيال ڇڏي،اڳتي نقشن ڏي موٽڻ لڳو. جڏهن نوڪر حقيقت ٻڌايس، تڏهن ڏاڍو خوش ٿيو ۽ انهيءَ نوڪر جو احسانمند ٿيو ۽ سندس مهلائتي تجويز جي تعريف ڪيائين. ڇا لاءِ جو جيڪڏهن نوڪر سڏ ڪري سنڀالڻ لاءِ چويس ها، تہ بہ نقاش خوف کان ڪري پوي ها. نقش خراب ٿيو تہ ڇا ٿيو، وري نئين سر نڪري ٿي سگهيو.پر هڪڙي قيمتي جان بچي وئي ۽ انهيءَ نوڪر پنهنجي ڏاٽيءَ جو ساهہ بچايو.

## (37) هڪڙي ڪنجوس جو موت

هڪڙي ڪنجوس، غريبن جو رت چوسي ڏاڍو دولتمند ٿيو هو. مٿس سرڪار ۾ غريبن جون ڏاڍيون پڪارون ٿيل هيون. آخر سرڪار مٿس وڏي چٽي رکي. جا هن کي ڏيڻي پيئي. پر هن جي ايتري ڳري رقم ڏين جي مرضي نہ هئي. سچاءُ اهو ڏنائين تہ آءٌ اهڙو دولتمند ناهيان، ايترا پيسا ڏئي نٿو سگهان، پر اهو ڊپ هوس تہ متان پاڙي وارا پڇا تي سندس مايا جو ڏس ڏين. تنهن ڪري ارادو ڪيائين تہ پنهنجو سڀ خزانو ڪٽي لڪائي ڇڏيان. انهيءَ ارادي سان هن گهر جي اندر هڪ وڏي کڏ کوهيءَ جهڙي

ڪوٺي ۾ انهيءَ ۾ پنهنجو سڀ خزانو وجهي مٿان هڪڙو اهڙو در رکيائين، جنهن جا طاق بند ٿيڻ تي پاڻهي قانو ٿي ويندا هئا ۽ ڳجهو ڪلف اچي ويندو هو. سگهوئي اهو ڪنجوس گم ٿي ويو ۽ ٺهرايل ڏينهن جيءَ واري رقم نہ ملڻ ڪري، سرڪار هن جو گهر ضبط ڪري نيلام ڪيو ۽ هڪڙي ماڻهوءَ اهو خريد ڪيو. گهرجي مرمت ڪرائيندي، انهيءَ ماڻهوءَ هڪڙيءَ ڪوٺيءَ جي تري ۾ هڪڙو دروازو بند ٿيل لڌو. اهو پجارائي، ڪولائي اندر ويو. اچي ڏسي تہ اهو ڪنجوس ماڻهو مئو پيو آهي ۽ سندس بي انداز خزانو اتي پيو آهي ۽ هڪڙيءَ شمع جو ٽڪر بہ سندس پاسي ۾ پيو آهي. جانچہ ڪرڻ سان معلوم ٿيو تہ هو رات جي وقت شمع ڪڻي هيٺ خزاني ڏسڻ لاءِ ويو آهي ۽ اوچتو مٿان درجا طاق ڪري، بند ٿي ويا آهن ۽ اهي وري پٽي نہ سگهيو آهي ۽ سندس دانهون بہ ڪنهن نہ ٻڌيون آهن. بک ۾ شمع پئي کاڌي اٿس ۽ ٻانهن جو ماس بہ پئي کاڌو اٿس. نيٺ مري ويو آهي ۽ سندس لاش ڦوڪجي، خراب ٿي ويو آهي.

## (38) انسانيت جهڙو ڪم

هڪڙي ٻڍي دولتمند ماڻهوءَ پنهنجي مرڻ جو وقت نزديڪ ڄاڻي هيئن ڪيو، جو هڪڙو نهايت قيمتي جواهر لڪائي، پاسي ڪري رکيو. انهيءَ ارادي سان تہ سندس ٽن پٽن مان جنهن ٽن مهينن اندر ڪو تمام ڇڱو انسانيت ۽ مروت وارو ڪم ڪيو، تنهن کي انعام طور ڏئي ڇڏي. انهيءَ ارادي کان پٽن کي واقف ڪيائين. ڪن ڏينهن کان پوءِ وڏي پٽ چيس تہ " هڪڙي ماڻهوءَ مون وٽ هڪڙي وڏي رقم امانت رکي. مون کي ڳهڻو سجاڻندو بہ ڪين هو ۽ مون کان رسيد بہ ڪانہ ورتي هئائين. جڏهن هن اها پنهنجي امانت وري مون کان گهري، تڏهن مون صحيح سلامت ان کي موٽائي ڏني. جي مڪري وڃان ها، تہ نڪو شاهد هو، نہ رسيد. پر مون ائين ڪين ڪيو. ايماندار رهيس." پڻس چيس تہ "ابا، تو فقط انصاف ۽ ايمانداريءَ جو ڪم ڪيو آهي." سگهوئي پوءِ، ٻئي پٽ اچي چيس تہ "بابا، آءُ هڪڙيءَ ڍنڍ جي ڪناري تان ٿي ويس، تہ هڪڙو ننڍڙو ٻار ڪناري تان پاڻيءَ ۾ ڪري پيو. آءُ ڪپڙن سميت پاڻيءَ ۾ ٽپ ڏئي وڃي پيس ۽ پنهنجي جان جوکي ۾ وجهي بہ هن کي بچايم ۽ آڻي سندس ماءُ جي جهوليءَ ۾ وڌم، جا ڏاڍي حيران ۽ پريشان هئي." پڻس چيس تہ "ابا، اهو رحم جو ڪم آهي، ڪو بہ ماڻهو ٻئي ماڻهوءَ جي لاءِ ڪري سگهي ٿو." پڇاڙيءَ ۾ ننڍي پٽ اچي چيس تہ بابا، هڪڙيءَ اونداهيءَ رات جو مون پنهنجو هڪڙو جاني دشمن

هڪڙي اپ ڪيپريءَ جي چوٽيءَ تي سِتل ڏٺو. جي ٿيلهو ڏيانس ها، ته ڪري مري پوي ها. پر ڏاڍيءَ خبرداريءَ سان مون جاڳائي چيس ته سنڀال، متان ڪري مري پوين. هن سنڀاليو ۽ مرڻ کان بچي ويو." پٽس چيو ته "ابا، شاباس اٿيئي. انسانيت ۽ مروت جو ڪم اهو آهي. اهو قيمتي جواهر تنهنجي لائق آهي."

## (39) هڪڙو ڪوڙي خوف جو سبب

1872ع ۾ جبرالٽر جي گهيري وقت، هڪڙيءَ رات هڪڙي سنتريءَ ٺلهه تي چڙهي پهرو پئي ڏنو. سامهون اسپيني لشڪر لٿو پيو هو . سنتري ءَ جي پاسي ۾ هڪڙو سوڙهيءَ ڳچيءَ وارو نڪر جو ٿانو پيل هو، جنهن ۾ ڪا ڪاڏي جي شيءِ بچيل پئي هئي. سنتريءَ پئي پسار ڪيو. اوچتو هڪڙو باندر نڪر تان هيٺ لهي آيو ۽ سنتريءَ کي پري ڏسي، ڪاڏي جي بانس تي منهن انهيءَ ٿانو ۾ وڌائين، پر انهيءَ جي سوڙهيءَ ڳچيءَ ۾ مٿو ڦاسي پيس. جڏهن سنتري ويجهو اچڻ لڳو، تڏهن ڊپ کان باندر اهو ٿانو مٿي ۾ پيل ڪٽي، اٿي ڀڳو ۽ ڪوٽ جي پٽ تي چڙهي ويو. سنتريءَ کي سماءُ تڏهن پيو، جڏهن پري کان اونداهيءَ ۾ پٽ تي هڪڙيءَ ڊگهيءَ ٽوپيءَ سان ماڻهوءَ جهڙي شڪل ڏٺائين. (اسپيني سپاهين جي ٽوپي به اهڙي ڊگهي ٿيندي آهي.) شڪ پيس ته دشمن ڪنهن تجويز سان قلعي جي پٽ تي چڙهي آيا آهن. هڪدم انهيءَ کي نشان ڪري، بندوق چوڙيائين ۽ دانهون ڪيائين. پهري وارا سڀ اٿيا، دهل وڳا، بگل وڳا، بندوقون چٽيون ۽ جهٽ قلعي جي اندر وارو سارو لشڪر تيار ٿي بيهي رهيو. انهيءَ وچ ۾ باندر ويچارو اچي پوساتجڻ لڳو. سگهوئي ان کي وجي پڪڙيائون. تڏهن سڀني کي معلوم ٿيو ته اسپيني سپاهي نه آهن، پر باندر آهي. پوءِ سڀيئي کليا ۽ ساهه پيٽ ۾ پين.

## (40) ماڪيءَ جون مکيون، سائو ٿيڻ جو اپاءُ

هڪڙو فرينچ بشپ يا وڏو پادري پنهنجيءَ حد اندر گشت تي نڪرٽو هو. تنهن هڪڙي هنڌ جي غريب ۽ گهٽ پيدائش واري ننڍي پادريءَ ڏي لکيو ته آءٌ تو وٽ اچي مهمان ٿيندس ۽ رات جي ماني کائيندس، مگر تون منهنجي خاطر گهڻو خرچ متان ڪرين. ننڍي پادريءَ ائين ڪرڻ جو انجام ڪيو. مگر تمام عمدا طعام تيار ڪرايائين. بشپ صاحب حيران ٿي ويو ۽ ننڍي پادريءَ جي ايتري اسراف تي رنج ظاهر ڪيائين ۽ چيائين ته اهڙي غريب ۽ گهٽ پيدائش واري ماڻهوءَ کي ايترو خرچ ڪرڻ

اجايو هو جو هڪڙي وقت جي مهمانيءَ تي ساري سال جي پيدائش خرچ ٿي وڃي. پادريءَ ادب سان ورندي ڏني تہ "سائين، انهيءَ سبب جي ڪري اوهين بي آرام نہ ٿيو. مون کي جيڪو ماهيانو پنهنجي پر ڳڻي مان ملندو آهي، سو آءٌ غريبن ۽ مسڪينن کي خيرات ڏيئي ڇڏيندو آهيان. هن مهمانيءَ جو خرچ انهيءَ مان ٿيل ناهي." بشپ پڇيو تہ " تڏهن تون اصل دولتمند ماڻهوآهين؟" هن چيو تہ " نہ، دولتمند بہ ناهيان." بشپ چيو تہ " تڏهن ههڙي اميراڻي ڪيئن رهي ٿو سگهيس؟ هن چيو تہ مون وٽ ڪن جوان زالن جي هڪڙي خانقاهہ يا عبادتخانو آهي جتان مون کي گهڻي مدد ملي ٿي." بشپ چيو تہ "زالن جي خانقاهہ ! انهيءَ جي تہ مون کي هيستائين خبر ئي ڪانہ هئي. ڀلائي ڪري مون کي اها ڏيکارج." پادريءَ چيو تہ "چڱو سائين اوهين ماني ڪائي اٿو تہ پوءِ هلي اوهان کي ڏيکاريان. پوءِ اوهان کي منهنجي بنسبت هرطرح خاطري ٿيندي." ان موجب جڏهن ماني پوري ٿي، تڏهن پادريءَ بشپ کي هڪڙي واڙي ۾ هڪڙو وڏو ماڪيءَ جي مکين جو مانارو هلي ڏيکاريو ۽ چوڻ لڳو تہ " سائين، اجها هيءَ خانقاهہ آهي، هن مان مون کي هر سال ۾ نوي پائونڊ پيدا ٿا ٿين. جنهن تي آءٌ بلڪل سکيو پيو گذاريان ۽ پنهنجن معزز مهمانن جي بہ چڱي خدمت چاڪري ٿو ڪريان."بشپ حيران بہ ٿيو ۽ خوش بہ ٿيو. انهيءَ کان پوءِ، جتي جتي بشپ پيو ويندو هو يا جڏهن بہ ڪو نئيو پادري اضافي يا بهتر جاءِ لاءِ عرض ڪندوهوس، تڏهن انهن کي هميشہ چوندو هو تہ ماڪيءَ جون مکيون رکو،ماڪيءَ جون مکيون رکو."

## (41) شرافت جو سبق

ڪي سال ٿيا تہ هڪڙي جوان ليڊي، ڪنهن وڏي امير جي ڌوهٽن ۽ پوٽن جي سنڀال ۽ تعليم لاءِ مقرر ٿي هئي، سا هڪڙيءَ مسافرن جي گاڏيءَ ۾ انهيءَ پاسي ٿي ويئي. گاڏيءَ ۾ سڪر ماڻهن جي جاءِ اندر هئي ۽ عام رواجي ماڻهن جي ٻاهر مٿي هئي. اتفاق سان انهيءَ ڏينهن،گاڏيءَ اندر فقط اها ليڊي ويٺي هئي ۽ ٻاهر مٿي هڪڙو ٻڍو شخص ويٺل هو. واٽ تي ٻپهرينہ منزل وٽ ٻہ ٻپهرن جو گاڏي هڪڙيءَ مهمانسراءِ وٽ بيٺي ۽ هو ٻئي ماني کائڻ ويا. ٻڍو مانيءَ کائڻ جي ميز تي انهيءَ ليڊيءَ سان گڏ وڃي ويٺو. تنهن تي ليڊيءَ کي غصو آيو ۽ نوڪر کي چيائين تہ " هي شخص گاڏيءَ ۾ ٻاهر واري خاني ۾ ويهڻ وارو آهي. انهيءَ سان گڏ آءٌ ماني تہ ڪائيندس" هي ٻڌي ٻڍي چيو تہ مئڊم، مون کي معاف ڪجاءِ، آءٌ هن پاسي واري جاءِ ۾ ڏار وڃي ٿو ماني کان." ائين چئي هو اوڏي اٿي ويو. سگهوئي ماني ڪائي، مسافر

وري اچي گاڏيءَ ۾ پنهنجي پنهنجي جاءِ وٺي چڙهيا. نيٺ گاڏي هلي، انهيءَ امير جي دولت خاني جي در وٽ بيٺي جنهن ۾ اها ليڊي وڃڻي هئي. اتي هن ڏٺو ته سڀ ماڻهو انهيءَ ليڊي کي نوڙيو پيا سلام ڪن ۽ ساروڌيان انهيءَ ڏي پيا ڪن ۽ انهيءَ ليڊيءَ کي ڪنهن پڇيو به ڪين. ليڪن هن آهستي نوڪرن کان حقيقت پڇي. انهن جي جواب مان هن کي معلوم ٿيو ته اهو ٻڍو اهو وڏو امير هو جنهن جي ڌيئن ۽ پوٽن کي اها ليڊي تعليم ڏيڻ ۽ سنڀالڻ لاءِ مقرر ٿي آئي هئي. پر هو شريف ۽ سادو ماڻهو هو ۽ نماڻائيءَ سان گذاريندو هو ۽ گاڏيءَ ۾ جاڻي ٻجهي اندر بند ۾ نه ويٺو پر ٻاهر مٿي ويٺو ته کلي هوا به کائيندو هلي ۽ آس پاس جو ملڪ به ڏسندو هلي. جڏهن اهو امير محلات ۾ پهتو، تڏهن انهيءَ ليڊيءَ کي پاڻ وٽ گهرايائين ۽ گهڻو ڇنڀايائينس ۽ چيائينس ته " منهنجي بلڪل مرضي ناهي ته منهنجي اولاد ۾ اهڙيون خصلتون پون. " ليڊيءَ معافي گهريس ۽ اڳتي سنڀالي هلڻ لاءِ انجام ڪيائين. انهيءَ کان پوءِ اها ليڊي هميشه نماڻائيءَ سان هلندي هئي ۽ غريبن سان به مروت ۽ مهرباني ڪندي هئي ۽ نرمائيءَ سان هلت ڪندي هئي.

## (42) هڪڙي شاعر جو انعام

هڪڙي بادشاهه وٽ ڪو شاعر تعريف جو شعر ٺاهي، انعام جي لالچ تي ڪٺي آيو ۽ اچي پڙهي ٻڌايائينس. پر انهيءَ شاعر سان وزير ۽ ان جي زبردست اميرن جي نه پوندي هئي. وزير اهڙو ذهين ماڻهو هو ، جو جيڪي به يڪطرفو ٻڌندو هو، سو ياد ٿي ويندو هوس. اميرن مان هڪڙي جي ياد گيري اهڙي تيز هئي، جو ڪو به ڪلام ٻه ڀيرا ٻڌندو هو، ته دل تي چمي ويندو هوس ۽ ٻيو امير وري اهڙو ذهين هو، جو ٽن دفعن ٻڌڻ يا پڙهڻ سان ڪيڏي به عبارت ياد ٿي ويندي هيس ۽ وري پڙهي ٻڌائي سگهندو هو. هاڻي. انهيءَ شاعر جو شعر ٻڌي، بادشاهه ڏاڍو خوش ٿيو ۽ وڏو انعام ڏياريائينس. وزير عرض ڪيو ته "حضور، اهو شعر هن جو نئون جوڙيل ناهي، ڪنهن ٻئي شاعر جو آهي، جو مون اڳي ڪٿي پڙهيو آهي ۽ ياد به اٿم پوءِ اهو شعر، جو تازو هڪدفي ٻڌو هئائين ۽ ياد ٿي ويو هوس، سو اٿي پڙهي ٻڌايائين." اتي وزير جي اشاري تي، هڪڙي امير اٿي چيو ته "حضور، وزير صاحب سچ ٿو چوي، اهو شعر هن شاعر چوري ڪري آندو آهي، منهنجو به ٻڌل آهي ۽ ياد اٿم. " پوءِ اهوئي شعر، جو ٻه ڀيرا تازو ٻڌو هئائين ۽ ياد ٿي ويو هوس، سو پڙهي ويو. ٻيو امير انهن جي پٺ ڀرائي ڪري، ٽي ڀيرا ٻڌل شعر پڙهي

ويو. باشاهه کي شاعر تي ڪاوڙ آئي. انعام ته ڪونه ڏنائينس، اٽلندو لوڏائي ڪڍيائينس. شاعر حيران ٿي ويو ۽ وزير ۽ ان جي سنگتين تي ڏاڍو ڪاوڙيو ۽ جيڪا حقيقت هئي، سا سمجهي ويو. انهن کي خراب ڪرڻ جي ارادي سان ڪنهن ٻئي وقت ٻيو شعر بادشاهه جي تعريف ۾ ٺاهي ويو. جڏهن بادشاهه پڙهڻ لاءِ حڪم ڏنس، تڏهن قصيدي جو پهريون بيت پڙهي عرض ڪيائين ته " قبلا،پنهنجي وزير ۽ اميرن کان پڇو ته اهو قصيدو ڪنهن ٻئي شاعر جو هجي ۽ ٻڌو هجين، ته اڳواٽ ئي پڙهي ٻڌائين." بادشاهه هنن کي ائين چيو پر هو پڙهي نه سگهيا. تڏهن شاعر پنهنجو قصيدو پڙهي ويو. هن کي بادشاهه تمام چڱو انعام ڏياريو وزير ۽ امير ڏاڍا ڦڪا ٿيا ۽ وري اهڙي حرڪت ڪري نه سگهيا.

## (43) خان جي ڪبي اک

هڪڙي ٻڍي روسي هاريءَ کي ٽي ڌيئون هيون، جن مان سڀ کان ننڍي ڏاڍي حسن واري به هئي ۽ عقل واري به هئي. هڪڙي ڏينهن ٻڍو ڪي ڍور وٺي، بخارا شهر جي بازار ۾ وڪڻڻ لاءِ ٿي ويو. تنهن پنهنجن ڌيئرن کان پڇيو ته "اوهان جي لاءِ ڪهڙيون سوکڙيون آڻيان ؟" ٻن ڌيئرن ته ڪي رواجي شيون چيس، مگر ٽينءَ ، ننڍيءَ چيس ته "هن هڪڙي ڍوري ڍڳي کان سواءِ ٻيا سڀ ڍور وڪڻج مگر انهيءَ ڍڳي جي عيوض بخارا جي خان جي ڪبي اک وٺيو اچجئين." ٻڍي کي حيرت لڳي، پر ڌيٹس گهڻو تاڪيد ڪيس. هن کي به انهيءَ ڌيءَ سان گهڻي محبت هئي ۽ خبر هيس ته هوءَ عقل واري آهي ۽ اجائي ڳالهه ڪانه ڪندي آهي، تنهنڪري انجام ڪيائين ته " آءٌ ائين ڪرڻ جي حتي المقدور ڪوشش ڪندس." جڏهن هو بازار ۾ ويو، تڏهن ڍورن وڪڻڻ مهل ڍوري ڍڳي جي ملهه ۾ خان جي ڪبي اک گهرڻ لڳو. اها ڳالهه ڪن اميرن ۽ سرڪاري ماڻهن کي ٻڌڻ ۾ آئي، تن وڃي خان کي ٻڌايو . انهيءَ هن کي گهرايو. ٻڍو وڃي خان جي پيرن تي ڪري پيو ۽ جيڪا ڳالهه هئي، سا ڪري ٻڌايائينس. خان کي هن جي ڌيءَ جي ڏاهپ جو ٻڌي، شڪ گذريو ته انهيءَ ۾ ضرور ڪا حڪمت هوندي، تنهن ٻڍي کي حڪم ڏنو ته وڃي اها پنهنجي ڌيءَ وٺي آءُ . سگهوئي هو پنهنجي ڌيءَ وٺي، خان وٽ آيو. خان پڇيس ته " ڪهڙي سبب تو پنهنجي پيءُ کي اهو ڍورو ڍڳو خان جي ڪبيءَ اک جي عيوض وڪڻڻ لاءِ تاڪيد ڪيو

هو؟" ڇوڪريءَ چيو ته " مون کي اڳي ئي خبر هئي ته اهڙي ڳالهه ٻڌي اوهين مون کي روبرو گهرائيندا ۽ پوءِ آءٌ اوهان کي ۽ اوهان جي ماڻهن کي هڪڙي ڪمائتي ۽ سچي نصيحت جهڙي ڳالهه ٻڌائيندس ." خان چيس ته " چڱو ڀلا، اها ٻڌاءِ." هن چيو ته " جڏهن ڪي ٻه ڇٽا اوهان وٽ دانهين اچن ٿا، تڏهن جيڪو دولتمند ۽ سکر ماڻهو آهي، تنهن کي پنهنجي ساڄي هٿ پاسي بيهاريو ٿا ۽ جيڪو غريب، مسڪين آهي، تنهن کي کٻي پاسي بيهاريو ٿا. اوهان جي اهڙي پاسداريءَ ۽ ٻه اکيائيءَ جي شڪايت مون عام طرح سيني کان ٻڌي. تڏهن سمجهيم ته اوهان جي کٻي اک انڌي ۽ نڪمي آهي، جو غريبن ۽ مسڪينن کي نٿي ڏسي سو پيءُ کي چيم ته اها وٺيو اچي." بادشاهه کي اها نصحيت دل سان لڳي ۽ انهيءَ ڇوڪريءَ جي عقل جي آزمائش وٺڻ لاءِ هن کا ڪيترائي منجهائڻ جهڙا سوال پڇيائين، پر هن انهن جا ڏاڍا چڱا جواب ڏنا، جن خان کي حيران ڪري ڇڏيو. پڇاڙيءَ ۾ اهو سوال پڇيائينس ته "منهنجي ساري خزاني جو تخميني ملهه ڪيترو آهي؟" هن چيو ته " انهيءَ جواب ڏيڻ کان اڳي، ڀهريائين حضور منهنجي ڇئي موجب ٽي ڏينهن سانده روزو رکي، پوءِ انهيءَ جو تمام چڱو جواب ڏينديس ." خان هن جي اها ڳالهه مڃي، ٽي ڏينهن روزو رکيو. تنهن کان پوءِ ڇوڪريءَ گوشت جي هڪڙي پڪل ران کڻي حاضر ٿي پڇيس ته " سائين، هاڻي اوهين قبول ڪريو ته اوهان جو سارو خزانو هن گوشت جي ران جيترو به ملهه نه لهي. " خان اها ڳالهه سچي ڄاتي ۽ ڇوڪريءَ جي عقل ۽ سونهن تي حيران ۽ خوش ٿي، انهيءَ کي پنهنجي پٽ سان پرڻايائين ۽ چيائينس ته " آئينده هميشه تون مون کي منهنجي کٻيءَ اک جي ياد گيري ڏياريندي رهج."

## (44) ٽهرايل ٽي سوال

فريڊرڪ اعظم، پرشيا جو بادشاهه، ڀهري وارين پلٽڻين تي ايترو ڌيان ڏيندو هو، جو هر هڪ سپاهيءَ کي پاڻ سڃاڻندو هو. جڏهن ڪو نئون سپاهي ڏسندو هو، تڏهن هميشه انهيءَ کان هي ٽي سوال پڇندو هو ته . " تنهنجي عمر ڪيتري آهي؟ لشڪر ۾ ڪيترو وقت رهيو آهين؟ ۽ تو کي پنهنجو پگهار ۽ پتو مليو آهي يا نه؟" هڪڙي ڀيري، هڪڙو جوان فرينچ ماڻهو اچي سپاهي ٿي، اتي نوڪريءَ ۾ داخل ٿيو هو، پر هو جرمن ٻولي نه ڄاڻندو هو.سندس سنگتين سمجهائي ڇڏيس ته جڏهن به بادشاهه توکي ڏسندو، تڏهن تو کان هي ٽي سوال پڇندو، انهن سوالن جا تون هي ٽي جواب ڏجانءِ، يعني ڀهرين جو

جواب ڏجانءِ تہ ، حضور ايڪيھ ورهيہ. ہئي جو جواب ڏجانءِ تہ ،حضور ڇھ مهينا، ۽ ٽئين جو جواب هي ڏجان تہ ، حضور ہئي برابر" . ٿورن ڏينهن کان پوءِ بادشاھ پلٽڻ نظر مان ٽي ڪڍي. جڏهن انهيءَ فرينچ سپاهيءَ تي آيو، تڏهن هميشہ وارا پڇڻ لڳس. اتفاق سان هن دفعي پهريائين پڇيائينس تہ "لشڪر ۾ ڪيترو وقت رهيو آهين؟" هن ورندي ڏني تہ "حضور، ايڪيھ ورهيہ." بادشاھ حيران ٿي ويو تہ هيتري عرصي ۾ هيءُ اجا عام سپاهي آهي. وري ہيو سوال پڇيائينس تہ " تڏهن عمر ڪيتري اٿيئي؟" هن چيو تہ حضور، ڇھ مهينا." بادشاھ ڏاڍو ڪاوڙيو. چيائين تہ " يا تون بيوقوف آهين يا آءٌ." هن چيو تہ "حضور، ہئي برابر." بادشاھ زيادہ ڪاوڙ مان چيو تہ "هيءُ پهريون دفعو آهي، جو منهنجي هڪڙي سپاهيءَ مون ڪي منهن تي بيوقوف سڏيو آهي. تون چريو ٿيو آهين ڇا؟" هو ويچارو بادشاھ ڪي ههڙيءَ ڪاوڙ ۾ ڏسي، ڏاڍو ڊنو ۽ فرينچ ٻوليءَ ۾ چيائينس تہ " حضور، مون ڪي جرمن ٻولي نٿي اچي." فريڊرڪ چيو تہ " تڏهن توکي معافي آهي، پر جيترو جلد ٿي سگهئي، اوترو جلد جرمن ٻولي سکي وٺ. مون ڪي پڪ آهي تہ تون تمام چڱو سپاهي ٿيندين."

## (45) هڪڙي اميرجا ٽي پٽ

هڪڙي دولتمند انگريز بئرن يا امير کي ٽي پٽ هئا. جڏهن هو مرڻ ڪي ويجهو آيو، تڏهن هنن ڪي سڏي چيائين تہ " منهنجي مرضي آهي تہ اوهان مان هرڪو هيٺين سوال جو جواب ڏي: جي توکي ڪنهن پکي ٿيڻ لاءِ زور ڪجي تہ جيڪر بدلجي ڪهڙو پکي ٿيڻ گهرين؟" وڏي پٽ ورندي ڏني تہ "آءٌ جيڪر باز ٿيان، جو اهو شاندار پکي آهي ۽ ڦرمار تي ٿو گذاري." ہئي چيو تہ آءٌ جيڪر ڪونج ٿيان ، جو اها سنگت پسند ڪري ٿي ۽ گڏيون پاڻ ۾ گڏجي اڏامن ٿيون." ننڍي چيو تہ "آءٌ جيڪر هنس پکي ٿيان، جو انهيءَ جي ڳچي ڊگهي آهي ڇا لاءِ جو جيڪي منهنجي دل ۾ هوندو، تنهنجي زبان تائين اچڻ ۾ البتہ وقت لڳندو ۽ انهيءَ وچ ۾ مون ڪي ويچار ڪرڻ جو وجھ ملندو. " جڏهن ہدي اميرسيني جا جواب ٻڌا، تڏهن هن وڏي کي چيو تہ تون "ڦر مار تي گذارڻ پسند ٿو ڪرين، تنهنڪري آءٌ توکي پنهنجيون انگلينڊ واريون جاگيرون ٿو ڏيان، ڇا لاءِ جو اتي سانت ۽ صلح آهي ۽ انصاف ٿو هلي. اتي توکي ڦرمار ۽ ظلم زبردستيءَ ڪرڻ جو وجھ ڪين ملندو، جي اهڙو ڪم ڪندين، تہ سزا کائيندين." وچين پٽ کي هن چيو تہ " تون سنگت ۽ صحبت پسند ٿو ڪرين، تنهنڪري آءٌ توکي

پنهنجيون ويلس واريون زمينون ٿو ڏيان، جتي جهيڙو ۽ جنگ لڳو اچي. اتي تنهنجي مروت ۽ مهرباني جي هلت اتان جي ماڻهن جو ڪينو ۽ وير جهڪو ڪندي." پوءِ ننڍي ڏي منهن ڪري چيائين ته " توکي آءٌ ڪو به دنيائي مال نٿو ڏيان، جو تون ڏاهو ۽ سياڻو آهين ۽ پنهنجي ڏاهپ سان گهڻوئي حاصل ڪري سگهندين." جيئن هن اڳئي خيال ڪيو، تيئن ئي ٿيو ۽ اهو ننڍو پٽ پنهنجي عقل ۽ سمجهه جي زور تي چڙهي چڙهي، انگلينڊ جو لارڊ چيف جسٽس ٿيو، جو انهيءَ زماني ۾ بادشاهه کان پوءِ ٻئي درجي ۾ شمار ٿيندو هو.

## (46) هڪڙو وڏيءَ دل وارو ڇوڪر

ٿورا سال ٿيا ته پئرس شهر جي هڪڙي رستي تي هڪڙو ٻارنهن ورهين جو ڇوڪر ڏسڻ ۾ آيو، سندس سٽين ڪپڙن مان ائين پئي معلوم ٿيو ته هو حلوائڪو ڪم ڪندو هو ۽ بازار مان ڪو سامان خريد ڪري، ٽوڪريءَ ۾ وجهيو ڪنيو ٿي آيو. ٽوڪريءَ ۾ ڪجهه مکڻ هو ۽ ڪي بيضا يا آنا هئا. هڪڙي هنڌ، جتي ماڻهن جي گهڻي آمدرفت هئي، هڪڙي ماڻهوءَ جو پاسو لڳي ويس ۽ ٽوڪري ڪري پيئي ۽ مکڻ به خراب ٿيو ۽ آنا به ڀڄي پيا. ويچارو ڇوڪر زار زار روئڻ لڳو. ماڻهو اچي سندس چوڌاري مڙيا. انهن مان هڪڙي شخص کي هن تي رحم آيو. تنهن کيسي مان هڪڙو چانديءَ جو سڪو ڪڍي، هن کي ڏنو ۽ جيڪي ماڻهو اتي اچي گڏ ٿيا هئا، تن کي به ڪي ڏيڻ لاءِ چيائين. هن کي ڏسي ٻين به ڪي ڪجهه هن کي ڏنو. سگهوئي هن جي جهوليءَ ۾ چانديءَ ۽ ٽامي جا سڪا گڏ ٿي ويا ۽ اهڙي موچاري رقم هن کي ملي ويئي، جنهن ڪري هينئر هن کي پنهنجو ڏک ۽ نقصان وسري ويو. پيسا ڳڻيائين ته پنجويهه فرانڪ ۽ پنجٽيهه سينٽائم ٿيا. پر اهي کيسي ۾ وجهڻ جي بدران، هن کيسي مان مکڻ ۽ آنن جو بل ڪڍيو، جو چوڏهن فرانڪ ٿيو . اهي چوڏهن فرانڪ ڪڍي ٻاڦ ٽ رکيائين پوءِ هيڏي هوڏي نهاري، هڪڙي ڪراڙي زال ميرن ڦاٽلن ڪپڙن سان ڏسي، انهيءَ وٽ ويو ۽ باقي جيڪي پيسا بچيل هئس، سي انهيءَ کي ڏيئي ڇڏيائين. هن جي انهيءَ سخا ۽ مهربانيءَ جي هلت کي ڏسي،سڀ ماڻهو ڏاڍا خوش ٿيا ۽ انهيءَ ڇوڪر جي تعريف ڪرڻ لڳا ۽ پڪ ڄاتائون ته هو هر طرح سندن مهربانيءَ جو لائق ثابت ٿيو آهي.

## (47) ٽي عالم

پرشيا جو بادشاهه فريڊرڪ وليم، پنهنجي ملڪ ۾ گشت ڪندي، هڪڙي ٻيري هڪڙي ڳوٺ ۾ هڪ ٻه ڪلاڪ ترسيو. اتي جي ماڻهن سندس مرحبا جي لاءِ غريباڻيون تياريون ڪيون. اسڪول جي ٻارن سندس اڳيان گل پکيڙي ڇڏيا ۽ سندس تعريف ۾ راڳ ڳايا. جي هن ڏيان ڏئي ٻڌا. پوءِ بادشاهه ڇوڪرين کان ڪي سوال پڇڻ ۽ سندن امتحان وٺڻ لڳو. ٻارن کي انعام ڏيڻ لاءِ ميز تي نارنگيون رکيون هيون. تن مان هڪڙي هٿ ۾ کڻي بادشاهه ڇوڪرين کان پڇيو ته "اوهان مان ڪو ٻڌائي سگهندو ته مخلوقات جي ڪهڙي عالم جي هيءَ شيءَ آهي؟" هڪڙيءَ ننڍڙيءَ ڇوڪريءَ چيو ته نباتات جي عالم جي. " وري هڪڙي سوني مهر کڻي، انهيءَ کان پڇيائين ته "هيءَ ڪهڙي عالم جي شيءَ آهي ؟" هن چيو ته "جمادات يا معدنيات جي." وري پڇيائينس ته "ٻڌاءِ ته آءٌ ڪهڙي عالم جو آهيان؟" ڇوڪريءَ دل ۾ چيو ته متان عالم حيوانات چوڻ سان بادشاهه رنج ٿئي ۽ ڄاڻي ته هو حيوانن يا جانورن ۾ شمار ٿو ٿئي. اهو به ياد پيس ته بائيبل ۾ لکيل آهي ته "خدا ماڻهوءَ کي پنهنجي صورت تي خلقيو." تڏهن بادشاهه جي منهن ڏي نهاري چوڻ لڳي ته "خدائي عالم جو." بادشاهه کي هي جواب تمام پسند آيو. نوڙي، ڇوڪريءَ جي مٿي تي پيار مان هٿ گهمائي چوڻ لڳو ته "خدا ڪري ته آءٌ انهيءَ عالم جو لائق ٿيان."

## (48) نقاش ۽ انهيءَ ۾ عيب ڪڍڻ وارو

چيني ماڻهن ۾ عمدي هنرجي سڌاري ۽ ترقي لاءِ هيءَ قاعدو آهي ته جڏهن ڪو ماڻهو ڪو نئون عمدو هنري ڪم تيار ڪندو آهي، تڏهن اهو انهيءَ پرڳڻي جي حاڪم وٽ آڻيندو آهي ۽ انعام جي طلب ڪندو آهي. حاڪم حڪم ڏيندو آهي ته اهو هنري ڪم سندس محلات جي درتي ٻارهن مهينا رکيو وڃي. انهيءَ وچ ۾ ڪنهن به ماڻهوءَ انهيءَ ۾ ڪو عيب ثابت ڪري نه ڏيکاريو ته پوءِ هن کي چڱو انعام ملندو هو. هڪڙي ڏينهن هڪڙي جوان نقاش هڪڙو ريشم جو ڪپڙو آندو، جنهن تي اَن جو هڪڙو سنگ نڪتل هو ۽ مٿانئس جهرڪي اچي ويٺي هئي. جنهن ٿي اهو ڏٺو تنهن ٿي انهيءَ جي تعريف ڪئي ۽ ٿي چيائين ته اها تصوير بلڪل سچي پچي سنگ ۽ جهرڪيءَ جهڙي آهي، ذرو به گهٽ ناهي. نيٺ هڪڙو ڳڀو ماڻهو لنگهندي اتي آيو ۽ نقش ڏسي چوڻ لڳو ته "هن ۾ هڪڙو وڏو عيب آهي." هن کي هڪدم حاڪم وٽ وٺي

ويا ۽ نقاش کي به حاضر ڪيائون. ڳڪي چيو ته "سڀ ڪنهن کي خبر آهي ته جهرڪي سنگ تي ويهندي آهي ته سنگ مڙي بيهندو آهي ۽ هيءُ سنگ سنئون بيٺل آهي ۽ جهرڪي به مٿانئس ويٺل آهي." اها ڳالهه سيني قبول ڪئي ۽ نقاش کي انعام ڪونه مليو. اهڙن عيبن نڪرڻ ڪري، چين ۾ هنر تمام ترقي ڪري ويو آهي. ۽ انهيءَ کي باريڪ بينيءَ سان ڏٺو ويندو آهي.

## (49) سچي سخاوت

آلفريڊ اعظم جي نسبت ۾ هڪڙي تواريخ واري لکيو آهي ته جڏهن هو پنهنجن وفادار ۽ جان نثار ماڻهن سميت دين لوڪن کان لڪندو پئي وتيو، تڏهن هن کي ڏاڍيون تڪليفون سهڻيون ٿي پيئون ۽ بکون به ڪڍڻيون ٿي پيئون. هڪڙي ڏينهن سياري جي موسم ۾ جهنگن ۾ گهمندي، هن کي ۽ سندس ماڻهن کي کاڌي جي لاءِ ڪا شيءَ يا ٻيو ڪو شڪار هٿ ڪونه ٿي آيو. بادشاهه ۽ راڻيءَ کي اڪيلو ڇڏي، ماڻهو سڀ شڪار جي پٺيان ويا هئا. بادشاهه هميشه وانگر ڪتاب ڪٺي ويٺي پڙهيو ۽ راڻي گهر جي ڪم ڪار ۾ مشغول هئي ته هڪڙو غريب مسافر، جو بيت المقدس جي زيارت لاءِ ٿي ويو، سو مانيءَ ٽڪر گهرڻ آيو. بادشاهه راڻيءَ کان پڇيو ته "ڪا کاڌي جي شيءِ موجود آهي؟" راڻيءَ چيو ته "فقط هڪڙي ماني رکيل آهي، جي اها به ڏبي ته بک مرڻو ٿيندو." بادشاهه کي هن غريب مسافر جي حال تي ايترو رحم آيو جو راڻيءَ کي چيائين ته "انهيءَ مانيءَ جو اڌ ڀڃي هن کي ڏي، اڌ اسانجي لاءِ گهڻو آهي.جي خدا برڪت وجهي ٿو ته ٿوريءَ شيءَ مان به گهڻا ڍاپي سگهن ٿا." راڻيءَ اڌ ڀڃي، هن کي ڏنو ۽ انهيءَ خير جي ڪم ڪرڻ ڪري هو ڏاڍا سرها ٿيا. سگهوئي سندن ماڻهو آيا ۽ هميشه کا زيادهه کاڌو ۽ شڪار به آندائون، جو ڏينهن جا ڏينهن هنن کي ڪم پئي آيو.

## (50) هڪڙو نقاش ڇوڪر

بينجمن ويسٽ، هڪڙو مشهور انگريزي نقاش ٿي گذريو آهي، جو سن 1792 ع ۾ سَر جوشيا رينولڊس جي جاءِ تي رايل اڪيڊميءَ جو پريزيڊنٽ ٿيو. جڏهن هو سترهن ورهين جو ڇوڪر هو، تڏهن هو پنهنجي ماءُ پيءُ سان آمريڪا ۾ ڪنهن ٻهراڙيءَ واري هنڌ رهندو هو ۽ سندس ڀيڻ، پنهنجي ننڍين ڇاول ٻار سميت به ساڻن گڏ رهندي هئي. هڪڙي ڀيري اهو ٻار سمهاري، بينجمن کي انهيءَ جي سنڀال لاءِ ڇڏي

گهر جا سڀ ڀاتي ٻاهر گل گڏ ڪرڻ ويا. پٽ تي ٻار ننڍ ۾ ڪليو. بينجمن کي انهيءَ ڪلنڌڙ ٻار جي شڪل اهڙي وڻي، جو ڪاغذ ۾ پينسل کڻي انهيءَ جي شڪل ڪڍڻ لڳو. سگهوئي ماٽس ۾ پيٽس بہ آيون. بينجمن ڪاغذ لڪائڻ جي ڪئي، پر ماٽس زور سان اهو ڪاغذ هن کان کسي ڏسي ڏيءَ کي چيو تہ "مون کي پڪ آهي تہ هيءَ ننڍڙي هٺليءَ جي تصوير آهي ۽ انهيءَ جهڙي آهي." انهيءَ کان پوءِ جيڪي گل هنن آندا هئا، تن مان ڪن جون تصويرون ڪڍيائين. پهريائين ڳاڙهي ڪاري پينسل سان نقش ڪڍندو هو. پوءِ ماٽس نيرو ۽ ڪومو رنگ بہ اتي موجود ڪري ڏنس. ٻڌو هئائين تہ يورپ ۾ نقاش وارن جي قلمن سان نقش ڪڍندا آهن. تنهنڪري هن پنهنجيءَ ٻليءَ جي پڇ مان وار ڪتري، انهن مان موقلم ٺاهيا، جو اُت جا وار اتي ملي نہ سگهندا هئا. انهيءَ طرح هو ترقي ڪندو رهيو. نيٺ هوشيار ۽ مشهور نقاش ٿي پيو.

## (51) گم ٿيل منڊي

هڪڙو جوان ماڻهو ڪنهن ليڊي وٽ نوڪر هو. هڪڙي ڏينهن ليڊيءَ هن کي هڪڙي قيمتي منڊي ڏني تہ ويجهي ڳوٺ ۾ ڪنهن جوهريءَ کي مرمت لاءِ ڏئي اچي. هو ويجهو پيچرو ڏيئي هليو ۽ هڪڙيءَ واهيءَ جي پل وٽ اچي، انهيءَ تي ٽيڪ ڏيئي بيٺو ۽ کيسي مان اها منڊي انهيءَ کي ڏسڻ لڳو تہ اتفاق سان اها هٿ مان نڪري وس ۾ وڃي پاڻيءَ ۾ پيئي. هن انهيءَ جي هٿ آڻڻ لاءِ گهڻائي متا هنيا، پر نہ لڌائين. انهيءَ هنڌ هيٺ پاڻيءَ ۾ هڪڙي وڏيل وڻ جو ٿڙ لڳل هو، جنهن ۾ پور هئا. هن جي سمجهہ ۾ ائين آيو تہ انهيءَ ۾ منڊي وڃي پيئي آهي. رات ٿيڻ ڪري هو موٽي ليڊيءَ وٽ نہ آيو، جو ديرٿي ويئي هئي ۽ ڄاتائين تہ هوءَ سندس ڳالهہ تي پت نہ ڪندي.

تنهن ڪري اتان ڀڄي، ويسٽ انڊيز هيٽن ڏي هليو ويو. اهو ڪم نصيبيءَ جو اتفاق هن جي لاءِ خوش نصيبيءَ جو سبب بنجي آيو. هو ڪي ورهيہ اتي وڃي رهيو ۽ ڌنڌو ڪرڻ لڳو ۽ تمام دولتمند ٿي پيو. تڏهن خيال آيس تہ هاڻي موٽي وطن وڃي ۽ جنهن ليڊيءَ وٽ نوڪر هو، تنهن کي حقيقت ٻڌائي، خاطري ڏئي. ان موجب هو آيو ۽ پڇا ڪرڻ سان معلوم ٿيس تہ اها اڃا حيات آهي. هڪڙي قيمتي هيري جي منڊي بہ ورتائين تہ ليڊيءَ کي سوکڙي ڪري ڏئي هڪڙو سنگتي رستي ۾ مليس ، تنهن سان ڳالهائيندو، انهيءَ پل تي آيو، جتي گهڻا ورهيہ اڳي منڊي وڃائي هئائين. انهيءَ کي بہ منڊيءَ جي ڳالهہ ڪري ٻڌايائين ۽ اها جاءِ ڏيکاري چيائينس تہ " اڄهو هن هنڌ آءُ

بيٺو هوس ۽ منڊي بہ هيٺ هن بنڊ ڏاري ڪري. گهڻو ڪري انهيءَ جي هڪڙي تنگ ۾ ڪري.“ ائين چئي، انهيءَ بنڊ تائين وجي، جيڪا ڏوپ ڇني هٽ ۾ هيس. تنهنجي ڊگهي ڇهنب هڪڙي تنگ ۾ لنگهائي ڪڍيائين تہ اها ساڳي منڊي انهيءَ سان گڏ نڪري آئي. ڏاڍو خوش ٿيو. اها ڪٽي انهيءَ ليڊيءَ وٽ آيو ۽ سارو احوال ڪري ٻڌايائينس. جيڪا اڳوٺي منڊي لڌي هئائين، سا بہ ڏنائينس ۽ هوءَ ٻي نئين منڊي بہ سوڪڙي ڪري ڏنائينس.

## (52) شهنشاهہ زار ۽ ان جي مهماني

پيٽراعظم، رشيا جي شهنشاهہ جي راڄ ۾ هڪڙو شخص اليگزينڊر منزيڪاف نالي ٿي گذريو آهي، جو اصل هڪڙي غريب ماڻهوءَ جو پٽ هو ۽ پڙهڻ لکڻ بہ نہ سکيو هو. مائٽن جي مرڻ کان پوءِ هو ماسڪو ۾ گذران جي لاءِ آيو ۽ هڪڙي حلوائي وٽ وجي نوڪر بيٺو ۽ انهيءَ جي مٺائي ٿالهہ ۾ کنيو بازار ۾ هوڪا ڏيندو وڪڻندو وتندو هو. مگر هن جو آواز اهڙو جو مٺو ۽ سريلو هو جو جيڪي هن جو هو ڪو ٻڌندا هئا ، سي حيران ٿي بيهي ٻڌندا هئا. سندس آواز جي ڪري، سڪر سڪر ماڻهو هن کي سڏي پنهنجي گهر نيندا هئا ۽ هن کان ڪُڏ ڪري مٺائي خريد ڪندا هئا. هڪڙي ڏينهن مٺائيءَ جي ٿالهہ سميت هڪڙي وڏي امير جي بورچيخاني ۾ ويو، جتي نوڪرن ٿوري مٺائي وٺي ڪاڏيس. انهيءَ ڏينهن انهيءَ امير وٽ شهنشاهہ جي مهماني هئي، سو اوچتو بورچيخاني ۾ لنگهي آيو ۽ بورچين جي جمعدار کي هڪڙي رڪابي ڏيکاري چيائينس تہ ” هيءَ طعام شهنشاهہ کي گهڻو وڻندو آهي، انهيءَ جي سنڀال ڪجانءِ ۽ خيال سان سندس اڳيان رکجانءِ.“ پاسيرو هڪڙيءَ پڙيءَ مان ڪا اٽي جهڙي شيءِ انهيءَ رڪابيءَ ۾ وجهي ڇڏيائين. جا منزيڪاف اتفاق سان ڏسي ورتي. پوءِ تہ هو پنهنجي مٺائيءَ جو ٿالهہ کڻي، بورچيخاني کان ٻاهر نڪري دستور وانگي پنهنجي مٺي آواز سان هوڪو ڏيڻ لڳو. شهنشاهہ بہ انهيءَ وقت اچي گاڏيءَ مان لٿو ۽ هن جو آواز اهڙو وڻيس، جو انهيءَ کي سڏي انهيءَ کان باقي رهيل مٺائي خريد ڪيائين ۽ پوءِ ڪيس ڪي سوال وڌائين، جن جا هن تمام چڱا جواب ڏنا. شهنشاهہ اهڙو خوش ٿيو جو انهيءَ کي چيائين تہ مون سان اچ. “ پوءِ هن کي وٺي انهيءَ امير جي گهر ويو ۽ حڪم ڏنائينس تہ ”مانيءَ مهل منهنجي پويان نوڪر وانگي بيهج.“ ٻيا سڀ نوڪر انهيءَ حلوائيءَ ڇوڪر جي خوش نصيبيءَ تي حيران ٿيا. نيٺ

ماني آئي ۽ شهنشاه ميز تي ويهي کائڻ لڳو. ميزبان امير انهيءَ خاص طعام جي رڪابي شهنشاه کي نزديڪ ڪري کائڻ لاءِ عرض ڪيائين. منزيڪاف اها طعام واري رڪابي سجاتي ۽ شهنشاه جي آستين کي لڪي ڇڪي ڏنائين ۽ ڪن ۾ چيائينس ته "متان کائو." شهنشاه ڇوڪر کي ساڻ وٺي پاسي تي نڪري ويو ۽ هن کان احوال پڇيائين. جنهن ٻڌايس ته "مون کي انهيءَ طعم ۾ خراب شڪ آهي. بادشاه سنت ئي وري اچي پنهنجيءَ جاءِ تي ويٺو ۽ اها رڪابي ريڙهي انهيءَ امير جي آڏو ڏڪي هن کي چوڻ لڳو ته "تون کاءُ." هن عذر ڏنو ته "نوڪر کي مناسب ناهي ته پنهنجي ڏڻيءَ اڳيان ڪو طعام کائي." شهنشاه انهيءَ دم ڦري اهو طعام هڪڙي ڪتي جي اڳيان رکيو، جو هيچ کان کائي ويو ۽ اتي جو اتي زهر جيءِ اثر کان مري ويو. انهيءَ وقت لکان وٺي منزيڪاف جو طالع چڙهڻ لڳو جو هن شهنشاه جي جان بچائي ۽ سگهوئي هڪڙي وڏي سرڪاري عهدي ۽ درجي تي مقرر ٿيو.

## (53) ڏنار ڦري سوداگر ٿو ٿئي

هڪڙي ڏينهن هڪڙي ڏنار پنهنجو وڏو ڏڻ سمنڊ جي ڪناري تي پيئي چاريو ۽ پاڻ هڪڙيءَ ٽڪريءَ تي چڙهي، سمنڊ جي هير ويٺي ڪاڏائين ۽ جيڪي جهاز سڙهه ڪڙا ڪيو هليا پي ويا، سي ويٺي ڏنائين. دل ۾ چيائين ته انهن جهازن ۾ سوداگري مال هوندو ۽ سوداگر انهيءَ جي واپار مان فائدو ڪري سڪيو گذران ڪندا هوندا ۽ فرحت سان جهازن تي چڙهيو سمنڊ جي هوا پيا کائين ۽ ملڪن جو سير پيا ڪن. آءٌ هتي ٻڪريون ۽ رڍون پيو چاريان ۽ پنهنجو وقت اجايو پيو وڃايان ۽ ڏکيو گذران پيو ڪريان. ڇو نه آءٌ به سوداگر ٿيان ۽ واپار ڪري دولتمند ٿيان ۽ مزي سان گذاريان. اهو ٺهراءُ ڪري هن هڪدم پنهنجو سارو ڏڻ هڪڙي مالدار وٽ وڃي وڪيو ۽ انهن پيسن مان سوداگري مال خريد ڪري، هڪڙو جهاز هٽ ڪري. انهيءَ ۾ مال وجهي، سمنڊ جي سفر تي نڪتو. اجا ٿوري پنڌ تي مس ويو ته اچي قهر جو طوفان نازل ٿيو. جهاز ڏڪجي وڃي ڪنهن ٽڪر کي لڳو ۽ ٻڏڻ تي هو ته سوداگر پنهنجو سڀ مال ڪٽي سمنڊ ۾ اڇلايو. انهيءَ هوندي به جهاز نه بچيو ۽ ٻڏي ويو. مس مس هو بچيو ۽ سيءَ واءَ م تڪليفون سهي اچي وطن مان نڪتو. جنهن ماڻهوءَ سندس ڏڻ خريد ڪيو هو، تنهن وٽ ساڳئي مال چارڻ لاءِ نوڪر بيٺو هڪڙي ڏينهن وري به مال چاريندو سمنڊ جي ڪناري تي انهيءَ ٽڪريءَ تي اچي ويٺو. انهيءَ وقت سمنڊ ڏاڍي آرام ۾ هوءَ فرحت جهڙي هير پيئي لڳي ۽ واپاري جهاز پيئي آيا ويا. تڏهن سمنڊ ڏي منهن ڪري،

انهيءَ کي چوڻ لڳو تہ ” بيلي سمنڊ، تون ڏاڍو ٺڳ ۽ دغاباز آهين. اڳي مون کي ٺڳيو هيئه، پر هاڻي وري مون کي ٺڳي نہ سگهندين. مون تنهنجو چڱو آزمودو ورتو آهي. تو تي بلڪل ڀروسو ڪونهي، ڪڏهن کهڙو آهين، ڪڏهن کهڙو.“

## (54) هڪڙو پورڙو ماڻهو ۽ سهو

هڪڙي پورڙي غريب ماڻهوءَ کي ڪنهن سگهر ماڻهوءَ اجوري تي هڪڙو جيئرو سهو ٽوڪريءَ ۾ وجهي ڏنو تہ ويجهي وڏي شهر ۾ ڪنهن دوست کي وڃي پهچائي ڏئي، جو اتان پنج ميل پري هو. اڌ رستي تي هڪڙو مسافرخانو هو، اتي هيءُ ماڻهو ساهيءَ کڻڻ ۽ ماني وٺي کائڻ لاءِ ويو. کي حرڪتي ماڻهو جي اتي هئا، تن سهي ڪيو تہ هن جي ٽوڪريءَ ۾ جيئرو سهو آهي، سو هن سان چرچي ڪرڻ جي ارادي سان هڪڙي حرڪت سٽيائون. جيسين هڪڙي بيهي هن سان ڳالهايو، تيسين ٻين ٽوڪريءَ مان سهو ڪڍي هڪڙي ٻلي انهيءَ ۾ وجهي ڇڏي. جڏهن اهو ماني کائي پي تازو ٿيو، تڏهن ماٺ ڪري پنهنجي ٽوڪري کڻي اٿي هليو. جڏهن انهيءَ شخص وٽ پهتو، تڏهن ٽوڪري ڏئي هن کي چيائين تہ ” سائين، فلاڻي صاحب هيءُ جيئرو سهو موڪليو آهي.“ تنهن تي انهيءَ ماڻهوءَ ٽوڪري کولي تہ ٻلي نڪري ڀيئي. مزور چيو تہ ” سائين، مون پنهنجي اکين سان ڏٺو تہ انهيءَ صاحب هن ۾ سهو وڌو هو.“ هن چيو تہ ” هن مون سان مسخري ڪئي آهي. هاڻي نهيو وڃي سلام ڏجائينس.“ تڏهن هو اها ٽوڪري کڻي پٺ تي موٽيو ۽ وري بہ ساڳئي مسافرخاني ۾ اچي ساهي کنيائين ۽ ماني کاڌائين. اتي هن ماڻهن کي ڳالهہ ڪري ٻڌائي، جنهن تي اهي حرڪتي ماڻهو کلڻ لڳا ۽ زيادہ حرڪت ڪرڻ جي ارادي سان وري بہ تجويز ڪري ٻلي ڪڍي سهو وجهي ڇڏيائون. مزور وري بہ ماني کائي، ماٺ ڪري، ٽوڪري کڻي، اصل مالڪ وٽ آيو ۽ چيائينس تہ ” سائين اوهان مون کي ٻلي وجهي ٽوڪريءَ سان موڪليو هو. اوهان جو دوست ڏاڍو خفي ٿيو.“ هن چيو تہ ”تون بيوقوف آهين. ڏس تہ سهو آهي يا ٻلي.“ ائين چئي هن ٽوڪري کولي تہ سهو پيو هو مزور حيران ٿي ويو، چوڻ لڳو تہ ”هيءُ ڪو عجب جهڙو جانور آهي، جو همي سهو ٿو ٿئي ۽ هتي ٻلي ٿو ٿئي.“

## (55) ڏاهپ جو انعام

هڪڙي ڀيري هڪڙو ايران جو بادشاهہ، جو شڪار تي نڪتو هو. تنهن ڪنهن هنڌ هڪڙي ٻڍي ماڻهوءَ کي اکروٽ جو وڻ پوکيندي ڏٺو. اڳيرو وڃي هن کان سندس

عمر پڇيائين. ٻڍي هاريءَ چيو تہ "آءٌ چئن ورهن جو آهيان." بادشاھ چيس تہ "خيال کان سواءِ جواب نہ ڏي، يا اهڙو جهنگلي آهين، جو عمر جي بہ خبر نٿي پوئي." هن ورندي ڏني تہ "سائين، آءٌ خيال سان ٿو ڳالهايان ۽ جيڪي چوان ٿو، سو برابر ٿو چوان، ڇا لاءِ جو ڏاها ماڻهو حياتيءَ جو ضايع ٿيل وقت شمار ۾ نہ آڻيندا آهن آءٌ اهو عرصو عمر جو شمار ٿو ڪريان، جو خدا جي عبادت ۽ خلق جي خير خواهيءَ ۽ انسانن جي فرضن ادا ڪرڻ ۾ لڳايو اٿم." بادشاھ وري هن کان پڇيو تہ " هي جي ميوي دار وڻ تون پوکين ٿو، تنهنجي ڦل کائڻ جي ڪا توکي اميد آهي ڇا؟" هن چيو تہ "ٻين اهڙا وڻ پوکيا، تنجو ڦل اسين پيا کائون، اسين جيڪي پوکينداسين، انهن جو ڦل اهي کائيندا، جي اسان کان پوءِ ايندا." بادشاھ چيو تہ " سچ ٿو چوين، واھ جو جواب ڏنو اٿيئي." ۽ هن کي هزار مهرن جي ٿيلهي انعام ڏيڻ جو حڪم ڏنائين. جڏهن ٻڍي اهي وٺي هٿ ڪيا، تڏهن ڪنڌ جهڪائي سلام ڪري چوڻ لڳو تہ " بادشاھ سلامت، ٻين ماڻهن جا وڻ چاليهن ورهين جي عرصي ۾ ڦل ڏيڻ جهڙا ٿيندا آهن،پر منهنجي وڻ پوکڻ شرط ڦل ڏنو آهي." بادشاھ خوش ٿي حڪم ڏنو تہ " ٻي ٿيلهي بہ انعام ڏيوس." تنهن تي ٻڍي چيو تہ "ٻيا وڻ سال ۾ هڪڙو ڦل ڏيندا آهن." پر هن منهنجي وڻ هڪڙي ڏينهن ۾ بہ ٻيرا ڦل ڏنو آهي." بادشاھ زيادھ خوش ٿي چيو تہ "شاباس، شاباس" ۽ ٽين ٿيهلي بہ ڏنائينس. پوءِ بادشاھ گهوڙو ٽپائي اٿي هليو ۽ ٻڍي کي چوڻ لڳو تہ " ٻڍا، آءٌ تنهنجي صحبت ۾ وڌيڪ ترسي نٿو سگهان، متان تنهنجي ڏاهپ ۽ خوش طبعي منهنجو خزانو ڪٽائي ڇڏي."

## (56) افسوس جهڙو واقعو

گهڻا ورهيہ ٿيا، جو هڪڙو ماڻهو گهڻي مسافري ڪري نارمنديءَ جي ڪناري تي هڪڙي ڳوٺ ۾ اچي لٿو ۽ هڪڙي مسافرخاني ۾ ماني کائڻ ۽ رات گذارڻ لاءِ آيو. انهيءَ مسافرخاني جو مالڪ ۽ سندس زال ٻڍا ماڻهو هئا ۽ غريب تي ڏٺا. هو جوان مهمان هنن سان جلد ٺهي ويو ۽ انهن کان هيڏي هوڏي جون گهڻيون خبرون پڇڻ لڳو. حال احوال ڏيندي، هنن انهيءَ کي ٻڌايو تہ " اسان جو بہ هڪڙو پٽ هو جو ننڍي هوندي جهاز تي چڙهي گهمڻ جي شوق ۾ نڪري ويو هو ۽ انهيءَ کي اسين مئو سمجهي ويٺا آهيون." جڏهن سمهڻ جو وقت آيو، تڏهن هن کي سمهڻ جي ڪوٺي ڏيکاريائون. مسافر سمهڻ کان اڳي هڪڙي مهرن جي ٿيلهي انهيءَ ٻڍيءَ زال کي ڏني

۽ چيائين تہ ” پلاٽي ڪري هيءَ پاڻ وٽ امانت رکو صبح جو مون کي موٽائي ڏجو تہ پوءِ هتان روانو ٿيان.“ زال مڙس سان اها ڳالھ ڪئي ۽ سون ڏيکاريائينس. اڌ رات جو اهو ٻيو ۽ سندس زال لڪ چوريءَ انهيءَ مسافر جي ڪوٺيءَ ۾ گهڙي آيا ۽ ڪاتيءَ سان هن جي سيني ۾ گهاءُ ڪري، انهيءَ کي ماري زمين کوٽي، ان ۾ پوري ڇڏيائون.صبح جو ڳوٺ جا ٻہ ٽي ماڻهو اتي آيا ۽ رات واري مهمان جي پڇا ڪرڻ لڳا. ٻيو ۽ سندس زال ڊڄي ويا ۽ ڪوڙ ڪري چوڻ لڳا تہ ” اهو شخص اسر جو سوير اٿي هليو ويو.“ انهن ماڻهن چيو تہ ”اٿين ڪيئن هوندو؟ اهو اوهان جو پٽ هو جو گهڻا ورهيہ سمنڊ جي مسافري ڪري موٽي رات هتي آيو هو. اسان کي رات گڏيو هو ۽ پاڻ سڃاڻائين ۽ چيائين تہ آءُ رات پنهنجي پيءُ ماءُ وٽ گذاريان ٿو ۽ جانچان تہ هو ڪيئن پيا گذارين ۽ ڪهڙي هلت اٿن. صبح جو هنن وٽ پاڻ کي ظاهر ڪندس.“ هيءُ ٻڌي انهيءَ ٻڍي مڙس ۽ زال جو جيڪو حال ٿيو، سو بيان ڪرڻ جو ناهي. جو ڇاتائون تہ اسان پنهنجن هٿن سان پنهنجو پيارو پٽ ماريو آهي. هنن هڪدم سرڪار ۾ پنهنجو ڏوھ قبول ڪيو ۽ موت جي سزا گهري ورتائون.

## (57) ٽي گاڏيءَ وارا

هڪڙي ٻڍي سکر ماڻهوءَ جو گاڏيءَ وارو مري ويو. انهيءَ جي جاءِ تي ٻئي ماڻهوءَ رکڻ جو اخبار ۾ اشتهار ڪيائين. هڪڙي ماڻهوءَ اچي درخواست ڪئي ۽ چيائين تہ ”آءُ هوشيار گاڏي هلائيندڙ آهيان ۽ گهڻا ورهيہ اهو ڪم ڪيو اٿم.“ هن پڇيس تہ ”جي گاڏي ڪنهن ٽڪريءَ جي چوٽيءَ تي هلندي هجي، تہ رستي جي ڪناري کان ڪيتريءَ وٿيءَ تي جيڪر تون گاڏي نين ۽ هڪلين.“ هن ورندي ڏني تہ ” ڪناري کان هڪ انچ جي اندر.“ ٻڍي صاحب چيس تہ ” چڱو، جي توکي نوڪر رکڻو هوندم تہ پاڻيهي توکي خبر ڏيندس.“ سگهوئي ٻيو ماڻهونوڪريءَ جي لاءِ آيو. تنهن کان بہ ٻڍي ساڳي ڳالھ پڇي. هن ورندي ڏني تہ ” ٽڪريءَ جي ڪناري کان اڌ تائين گاڏي نيئي سگهندس ۽ گهڻا پيرا ني اٿم ۽ هڪلي نڪري ويو آهيان.“ انهيءَ کي بہ ٻڍي صاحب چيو تہ ” چڱو، جي توکي رکڻو هوندم تہ توکي خبر ڏيندس.“ وري ٽيون هڪڙو ماڻهو ساڳيءَ نوڪريءَ لاءِ آيو. جڏهن هن کان پڇيو ويو تہ ” ٽڪريءَ جي ڪناري کان ڪيتري ، وٿيءَ تي جيڪر گاڏي هڪلين.“ هن چيو تہ ” سائين آءُ اهڙي هنڌ ڪناري کي ويجهو گاڏي نيڻ کان ڊڄندو آهيان. جيترو پري پرو ٿي سگهندو آهي،

اوترو ير ڀرو نيندو آهيان ۽ هميشه سلامتيءَ سان نڪري ونندو آهيان. جنهنڪري منهنجا ڏٽي مون مان راضي رهندا آهن ۽ مون کي شاباس ڏيندا آهن." ٻڌي صاحب هڪدم هن کي پنهنجيءَ نوڪريءَ ۾ رکيو ۽ چيائينس ته ٻڌ. آءُ ٻڍو ٿيو آهيان ۽ اهڙي گاڏيءَ واري تي ڀروسو رکندو آهيان، جو سياڻو ۽ ڏيرج وارو ۽ خبردار هوندو آهي."

## (58) بادشاهه ۽ فقير

هڪڙي درويش تاتار ۾ سفر پئي ڪيو. جڏهن بلخ ۾ آيو. تڏهن پل ۾ بادشاهه جي محلات کي شاهي مهمانسراءِ سمجهي، اندر لنگهي ويو. هڪڙو هنڌ پسند ڪري، پنهنجي ڳوٿري لاهي رکيائين ۽ رلي وڇائي، آرام ڪرڻ جو ارادو ڪيائين. سگهوئي بادشاهه جا ڪي ماڻهو اتي آيا ۽ پڇيائونس ته " تون هتي ڪيئن آيو آهين. هتي ڪهڙو ڪم اٿيئي؟" فقير چيو ته " رات هتي گذاريندس ۽ آرام ونندس." هنن ڪاوڙ مان چيس ته " چريو ته ناهين؟ هيءَ ڪاروانسراءِ ناهي، بادشاهي محلات آهي." اتفاق سان انهيءَ وقت بادشاهه پاڻ به اتان اچي لنگهيو ۽ اها ڳالهه ٻڌي حيران ٿيو ته هي فقير ڪيئن محلات کي پل ۾ مهمانسراءِ سمجهي آيو آهي. انهيءَ بابت پڇيائينس. فقير چيو ته "سائين، ڀلائي ڪري ٻڌايو ته هيءَ عمارت جڏهن تيار ٿي هئي، تڏهن پهرين انهيءَ ۾ ڪير ٿي رهيا؟" بادشاهه چيو ته "منهنجا پيءُ ڏاڏا." فقير وري پڇيو ته اوهان کان اڳي هن ۾ ڪير رهندو هو؟" بادشاهه چيو ته "منهنجو والد." فقير پڇيو ته "هاڻ انهيءَ ۾ ڪير ٿو رهي؟" بادشاهه چيو ته اسين پاڻ". فقير پڇيو ته توهان کان پوءِ منجهس ڪير رهندو؟ بادشاهه چيو ته "شهزادو منهنجو پٽ ۽ ولي عهد." فقير چيو ته " تڏهن منهنجي ڳالهه برابر آهي. جنهن گهر ۾ هڪڙا اچن ٿا ۽ ٻيا وڃن ٿا، سا مهمان سراءِ ناهي، ته ٻيو ڇا آهي. محلات انهيءَ کي ڪير چوندو؟" هيءَ ٻڌي، بادشاهه جي اک کلي ۽ فقير جي قول جي سچائي ۽ دنيا جي بيبقائي معلوم ٿيس. فقير اتان نڪري وڃي، ٻاهر ڪنهن پنگيءَ ۾ يا وڻ هيٺ رهيو.

## (59) اسڪول جي ڏينهن جي دوستي

ويسٽ منسٽر اسڪول ۾ هڪڙيءَ وڏيءَ جاءِ ۾ ٻه ڪلاس پڙهائيندا هئا، ٻنهي جي وچ ۾ فقط هڪڙو ڪپڙي جو پردو لڙڪيل رهندو هو. اتفاق سان هڪڙي شاگرد اهو پردو ڦاڙي وڌو. هو اڳيئي طبيعت جو ڊڄڻو هو، سو ڏاڍو اچي ڊنو. سندس ماستر به ڏاڍو

شوخ ۽ چيڙاڪ هو ۽ چوڪرن کي حرڪت تان مارون ڏيندو هو. انهيءَ کي بي آرام ۽ ڳڻتيءَ ۾ ڏسي، ٻئي هڪڙي همت ۽ وڏيءَ دل واري شاگرد هن کي چيو تہ ”تون ڏڄين ڇو ٿو؟ آءٌ چوندس تہ اهو مون ڦاڙيو آهي. پوءِ جي انهيءَ ڪري مون کي سزا ملي تہ حرڪت ڪانهي.“ آخر ٿيو بہ ائين. جڏهن اهي ٻئي چوڪر اسڪول ڇڏي وڃي دنيا جي ڪاروبار کي لڳا ۽ وڏا ٿيا، تڏهن ڪراموِيل جو راڄ هو ۽ پارليامينٽ ۽ بادشاهہ جي وچ ۾ اچي جنگ لڳي. ڪي ماڻهو هن پاسي هئا، ڪي هُن پاسي. انهن مٿين ٻنهي شاگردن مان هڪڙو هڪڙي پاسي هو ۽ ٻيو ٻئي پاسي. هڪڙيءَ لڙائيءَ ۾ ڪي آفيسر پارليامينٽ جي لشڪر قيد ڪيا ۽ انهن تي مقرر ڪيل ججن جي اڳيان ملڪ سان دغا ڪرڻ ۽ ماڻهن جي آزادگيءَ بند ڪرڻ جي تهمت تي مقدمو هليو. انهن ججن مان هڪڙو اهو اڳوڻو ڏڄڻو اسڪول جو ڇوڪر هو ۽ هنن آفيسرن مان هڪڙو اهو اڳوڻو بهادر ڇوڪر هو. انهيءَ جج جڏهن انهيءَ آفيسر جو نالو ٻڌو ۽ لکيو ۽ سندس مهاندا ڏٺائين، تڏهن شڪ پيس تہ هي سندس اسڪول وارو سنگتي آهي، جنهن سندس طرفان ڏوهہ قبولي مار کاڌي هئي. اسڪول جي ڏينهن کان پوءِ هو وري گڏيائي ڪين هئا، تنهنڪري هن آفيسر هن کي ڪين سڃاتو. جڏهن انهيءَ جج کي خاطري ٿي، تڏهن راتو واهہ لنڊن هليو ويو ۽ پنهنجي هلنديءَ سان ڪراموِيل کان انهيءَ آفيسر جي لاءِ معافي ورتائين. پوءِ موٽي آيو ۽ آخر مقدمي کان هو ڇٽو ۽ ضامن ڏئي، وڃي هالنڊ ۾ رهڻ لڳو. وري، جڏهن بادشاهي راڄ موٽي قائم ٿيو تڏهن انگلينڊ ۾ آيو ۽ اچي پنهنجي بادشاهہ جي خدمت ۾ حاضر ٿيو ۽ سندس طرف ورتائين. انهيءَ هوندي بہ، جج پنهنجي سنگتيءَ وٽ پاڻ نہ سڃاڻارايو.

## (60) امير ۽ سندس مسخرو

اڳوڻي زماني ۾ هڪڙي امير وٽ هڪڙو مسخرو هوندو هو، جو انهيءَ وقت جي دستور موجب خوشيءَ جي وقتن تي مجلسن ۾ مسخريون ڪندو هو. هڪڙي ڀيري هن اهڙو چڱو تماشو ڪيو، جو امير هن مان ڏاڍو خوش ٿيو، جو هن کي هڪڙي چانديءَ جي لٺ عزت جي نشاني ڪري انعام ڏنائين ۽ چيائينس تہ ” اها تون پاڻ وٽ رک“ جڏهن ڪو ٻيو پاڻ کان وڌيڪ بيوقوف يا مسخرو ڏسين، تڏهن وري اها انهيءَ کي ڏجئين!“ ڪن ڏينهن کان پوءِ، اهو امير اچي بيمار ٿيو ۽ مرڻ کي ويجهو ٿيو. جن ماڻهن جو ساڻس واسطو هو، سي سڀ اچي موڪلائڻ لاءِ وٽس گڏ ٿيا ۽ سندس

چوڻڪاري جي لاءِ دعائون گهرڻ لڳا. انهيءَ وقت مسخرو بہ آهستي لنگهي وٽس آيو. انهيءَ کي بہ امير چيو تہ "آءٌ هاڻ اوهان سيني کي ڇڏي ٿو وڃان." مسخري چيو تہ "سائين، ڪهڙي پاسي ٿا وڃو؟" امير چيو تہ "هُن جهان ڏي." مسخري پڇيو تہ "اتان وري ڪڏهن موٽندؤ؟" امير چيو تہ "نہ". هن پڇيو تہ "ورهيہ ڪن ۾ ؟" امير چيو تہ "نہ." هن پڇيو تہ تڏهن ڪڏهن موٽندؤ؟" امير چيو تہ "وري ڪڏهن بہ ڪين موٽندس!" مسخري چيو تہ " تڏهن ڇو نہ پنهنجي مايا جو ڪجهہ ڀاڱو پاڻ سان کنيو وڃو تہ من اتي سکيا گذاريو." امير چيو تہ "افسوس، آءٌ پنهنجي سڀ مايا لاچار پٺ تي ڇڏي ويندس." مسخري پڇيو تہ " هُن جهان ۾ خوش گذارڻ لاءِ ڪهڙو سمر ڪنيو اٿوَ ۽ ڪٿي بندوبست ڪيو اٿوَ؟" امير چيو تہ " ڪوبہ ڪونہ. اگرچہ وڃڻ جي مرضي ڪانہ اٿم، تہ بہ لاچار حڪم مڃڻو ٿو ٿئيم." مسخري چيو تہ " هي ڇا ؟ اوهين هميشہ جي لاءِ وڃو ٿا ۽ وري اتان اچڻا بہ نہ آهيو ۽ ڪنهن بہ سمر ڪٽڻ جو يا اتي جي سکئي گذران جو ڪو بہ بندوبست نہ ڪيو اٿوَ. اوهان جهڙو بيوقوف ٻيو ڪونہ هوندو. هان هيءَ پنهنجي لٺ وٺو."

## (61) هڪڙو سخي فقير

هڪڙي مندي امير جو دستور هو تہ پاڻ سان ورڪ پئسو نہ کڻندو هو. اگرچہ انهيءَ ڪري هن کي ڪڏهن ڪڏهن تڪليف رسندي هئي. هڪڙي ڀيري ڪن ٻين سنگتين سان گڏ ڪنهن پاسي وڃڻو هو. پر انهن کان اڳي گهوڙي تي چڙهي اٿي هليو. رستي ۾ هڪڙي پتڻ وٽ آيو. پتڻ لاءِ پيسو ڪونہ هوس، تنهنڪري پنهنجن دوستن لاءِ ترسڻو پيس. انهيءَ وقت هڪڙو فقير بہ ڦاٽلن ٽٽلن ڪپڙن ۾ اتي اچي نڪتو ۽ پنهنجو ڏک جهڙو احوال ٻڌائي، امير کان ڪي گهرڻ لڳو. امير چيس تہ " مون وٽ هڪڙي پائي بہ موجود ناهي." فقير وري بہ منٿون آزيون ڪرڻ لڳس، پر امير پڪ ڏنيس تہ وٽس ڪي بہ ڪين آهي. چيائينس تہ توکان بہ زيادہ هن وقت آءٌ لاچار آهيان، جو هتي ڪي ڪلاڪ سيءَ ۽ واءُ ۾ ويهڻو ٿيندم، جيسين منهنجا سنگتي اچن. جي مون وٽ پتڻ جو اڌ رپيو هجي ها، تہ آءٌ هڪدم پار لنگهي، سويل ئي هليو وڃان ها." جڏهن فقير کي خاطري ٿي تہ هن وٽ پيسو موجود ناهي ۽ ترسڻ ڪري هن کي مفت تڪليف رسندي تڏهن چوڻ لڳو تہ " سائين، اهڙيءَ صورت ۾ آءٌ اوهان کي آڌيو/اڌارو ڏيان ٿو." امير چيو تہ " تون پاڻ فقير آهين ۽ چوين ٿو تہ ڪنگال آهين ۽ پوءِ

بہ پيسا اُڌارا ڏئي ٿو سگهين؟" فقير چيو تہ " اهو سچ آهي. آءٌ پنهنجي وطن پنڌ پيو وڃان ۽ غريب مسڪين آهيان. پيسو ساڻ ڪونہ اٿم. پنندو واٽ جو سفر ڪندو ٿو وڃان. پر انهيءَ هوندي بہ ، آءٌ ڪنهن بہ انسان کي پاڻ کان وڌيڪ تڪليف ۽ لاچاريءَ ۾ ڏسي نٿو سگهان. اوهين هڪ تنگ کان منڊا آهيو مون کي وري ٻئي تنگون آهن. آءٌ سيءَ واءُ زيادہ سهي سگهندس ۽ گهڻو پنڌ ڪري سگهندس." ائين چئي، پنهنجي ڳوٿري کڻي اونڌي ڪيائين ۽ انهن مان ڪيترا پيسا ٽڪا نڪري پيا. آڌي جيترا کڻي هن انهيءَ امير کي ڏنا. امير هن جي سچائيءَ آزمائڻ لاءِ اهي ورتا ۽ چيائينس تہ " مهرباني تنهنجي، پر ڪن ڪلاڪن کان پوءِ ، جڏهن منهنجا سنگتي ايندا، تڏهن اهي اُڌارا پئسا ڪنهن ٻئي ماڻهوءَ جي هٿان تو کي موٽائي ڏيڻ ڪري البت تڪليف ٿيندي." فقير چيو تہ " انهيءَ جي حرڪت ڪانهي. اهي پيسا اوهان ڪنهن مون جهڙي ٻئي غريب مسڪين کي ڏئي ڇڏيا تہ بس آهي، جڻ تہ مون کي موٽي مليا." امير کي فقير جي سچائيءَ تي حيراني لڳي. فقير تہ موڪلائي هليو ويو. امير ڪجھ تائين اتي ترسيو وينو هو. جڏهن سندس سنگتي آيا، تڏهن بہ ٽي رپيا وٺي، هن فقير جي پٺيان گهوڙو ڊوڙايو. جڏهن فقير کي پهتو ۽ پيسا ڏيڻ لڳس، تڏهن جيسين هن کي سندس بهتر حالت ۾ هئڻ جي خاطري نہ ٿي. تيسين هن کان اهي پيسا نہ ٿي ورتائين.

## (62) طاعون يا پليگ جي ڳالهہ

جن ڏينهن ۾ مصر جي القاهره شهر ۾ طاعون جو ڏاڍو زور هو. تن ڏينهين هڪڙي اتي جي رهاڪو سوداگر خواب لڌو تہ يارهن ماڻهن جا جنازا سندس گهر مان نڪتا آهن. خيال ڪري ڏٺائين تہ سندس گهر جا ڪل ڀاتي بہ يارنهن هئا. تنهنڪري ڏاڍي ڳڻتي ٿيڻ لڳس تہ سندس خواب سچوئي ثابت ٿيندو ۽ هاڻ پاڻ مرندو. تنهنڪري پنهنجن يارن دوستن کان وڃي موڪلايائين ۽ چيائين تہ سڀاڻي صبح جو منهنجو سماءُ وٺجو ۽ جي مري ويو هجان، تہ منهنجي ڪفن دفن جو بندوبست ڪجو. جي سڀاڻي مران، تہ پوءِ بہ صبح جو سماءُ پيا رکجو. سج لٿي کان پوءِ هو اڪيلو پنهنجي هنڌ تي وڃي سمهي پيو. پر ننڊ نہ آيس ۽ مرڻ جو خوف دل تي ڇميل هوس. اوڏاهيءَ ۾ خوفناڪ خيالي تصويرون ذري ذري پئي ڏٺائين. نيٺ هن ڏٺو تہ سچ پچ هڪڙو ماڻهو سرندو سندس بستري ڏي پيو اچي. ڊپ کان ٽپ ڏئي اٿيو ۽ دانهن ڪري

چوڻ لڳو تہ ”تون ڪير آهين؟“ هڪڙو کهرو دڙڪي جو آواز آيو تہ ” صبر ڪر. آءٌ عزرائيل آهيان، تو کي مارڻ آيو آهيان. ويچارو سوداگر ڊپ ۾ رضائي منهن تي وجهي سمهي رهيو. دل پئي ڌڪ ڌڪ ڪيس. ڄاڻائين تہ اجهو ٿو سندس ساهہ نڪري. انهيءَ خوف ۾ ڏينهن ٿي ويس ۽ سندس يار دوست، سندس سماءُ وٺڻ آيا. ڏسن تہ هنڌ ۾ سوڙ وجهيو ستو پيو آهي پانيائون تہ مري ويو آهي، جو هن کي چرندو پرندو نہ ڏنائون. سڏ ڪري حال پڇيائونس. هن چيو تہ . ” آءٌ اڃا مئو ڪين آهيان. پر رات عزرائيل آيو هو ۽ هر لحظي مون پئي ڄاتو تہ اجهو ٿو منهنجو ساهہ ڪڍي. سو مون کي پڪ آهي تہ ڇڏيندو ڪين. اوهين موٽي وڃو، جڏهن ساهہ ڪڍيم، تڏهن اچي منهنجي پورڻ جو بلو ڪجو.“ هنن پڇيس تہ ”تڏهن تنهنجو ٻاهريون در ڪيئن پٽيو پيو اهي ۽ تنهنجي ايوان ۾ ڪير پيو آهي؟“ هنن چيو تہ ”عزرائيل هوندو. اهو در پٽي آيو هوندو.“ هنن چيس تہ ”بيعقل ، ائين ناهي. ڪو چور در پٽي، تنهنجي گهر آيو آهي ۽ تنهنجا وسلا چورائي، ڀڄي ڪٽي، اتي هليو آهي. موٽي در تائين پهچڻ ڪان اڳي، طاعون اچي ورتو اٿس ۽ اتي ئي ايوان ۾ ڪري، مري پيو آهي ۽ وسلا ائين ئي اتي ڀڙل رهجي پيا اٿس. تڏهن اهو سوداگر ٽپ ڏيئي اٿيو ۽ خدا جا شڪرانا ڪيائين تہ يارهون جنازو انهيءَ چور جو ٿيو ۽ پاڻ صحيح سلامت بچي ويو. برابر اهو بدمعاش چوري ڪرڻ آيو هو ۽ مون کي ڊيڄاري، پاڻ کي عزرائيل سڏيائين. شايد هن انهيءَ ماڻهوءَ کي سندس سنگتين سان ڳالهائيندو ٻڌو هو ۽ انهيءَ کي ڊڄڻوڄاڻي، وجهہ وٺي، هن کي ڦرڻ آيو هو.

## (63) چڱي سفارش

هڪڙي سکر ماڻهوءَ کي ڪو نوڪر بيهارڻو هو. تنهن لاءِ اخبار ۾ اشتهار وڌائين ۽ تقريبن پنجاهہ درخواستون آيس. انهن سڀني کي روبرو سڏائي، هڪڙي کي پسند ڪيائين. جنهن کي ڪو بہ سرٽيفڪيٽ يا سفارش جو ڪاغذ ڪو نہ هو ۽ ٻين کي جواب ڏيئي ڇڏيائين. هڪڙي دوست هن ڪان پڇيو تہ ”ڪهڙي سبب هيترن ٻين ڪان انهيءَ کي تو پسند ڪيو. جنهن کي ڪا بہ سفارش ڪانہ هئي؟“ هن چيو تہ ” ائين ناهي، هن کي ايتريون سفارشون هيون، جيتريون ٻين کي نہ هيون. پهرين، جڏهن مون هن کي اندر سڏيو، تڏهن اندر اچڻ ڪان اڳي هن پنهنجا پير ڇنڊيا تہ متان منهنجو فرش مٽيءَ سان خراب ڪري ۽ در پٽي، اندر اچي وري در ورائي ڇڏيائين. سندس وٺي، هڪڙو منڊو سکر ماڻهو مون کي ڏسڻ آيو. تنهن کي ايندو ڏسي، هن اٿي پنهنجي

ڪرسي هن کي ڏني. تنهن کان سواءِ، جنهن وقت اندر آيو، تڏهن ٽوپي لاهي، مون کي تعظيم ڏنائين ۽ جيڪي سوال مون پڇيامانس، تن جو ادب سان جواب ڏنائين. هن جو اندر اچڻ کان اڳي، مون ڄاڻي ٻجهي هڪڙو ڪتاب هيٺ فرش تي، سندس رستي تي رکي ڇڏيو. هن اهو کڻي، ميز تي رکيو ۽ ٻيا ڪي اهو اورانگهي آيا، ڪن انهيءَ تي ٿابو کاڌو ڪن پير سان انهيءَ کي هٽائي پاسي ڪيو. ٻيو وري هو ٻين کان اڳي تڪڙ ڪري ڦسڙ جي اندر نہ آيو. ماٺ ڪري ٻاهر ترسي ويهي رهيو. جڏهن گوڙ هلڪو ٿيو ۽ ڪيس وجهہ مليو ۽ سندس وارو آيو تڏهن اندر آيو. هن جا ڪپڙا بہ ڏٺم تہ صاف هئا ۽ وار ٺهيل هئس، نهن صفا هئس ۽ ڏند بہ اڇا هئس. انهن سيني ڳالهين مان معلوم ٿيو تہ هو زيادهہ فضيلت، سمجهہ ۽ ادب اخلاق وارو خبردار ۽ پوشيدو ماڻهو هو. ايترين سڀ سفارشون هن کي هيون، جي ٻين وانگر سرٽيفڪيٽ ۽ سفارشن جا ڪاغذ نہ هئس، تہ ڇا ٿيو؟ ٻين جي ڪاغذن پڙهڻ ۾ منهنجو ڪيترو وقت اجايو ويو ۽ هن جي پسند مون پنجن منٽن ۾ ڪئي".

## (64) نياڳو تحفو

هڪڙو پادري ڏاڍو دلجي هوندو هو. نہ رڳو چڱين ڪاڏي جي شين جي هن کي لالچ هوندي هئي، پر کهڙين بہ ٻين رواجي شين جي بہ هڪڙي ڏينهن ٻهراڙيءَ ۾ گشت ڪندي، هڪڙيءَ غريب زال جي گهر آيو ۽ انهيءَ جو لوهہ جو

ديڳڙو ڏسي، انهيءَ جي هٿ ڪرڻ جي اچي دل ۾ خواهش ٿيس. انهيءَ جي تعريف ڪرڻ لڳو ۽ چوڻ لڳو تہ " اهڙو مزي جهڙو ٿانوَ مون اڳي ڪڏهن ڪين ڏٺو." تنهن تي انهيءَ ويچاريءَ زال چيو تہ " اهو اوهان جي ملڪ آهي، سڀاڻي آءٌ اوهان ڏي ڏياري موڪليندس." پادريءَ چيو مائي اٿين تہ توکي پاڻ زيادهہ تڪليف ٿيندي. اهو تنهنجو تحفو آءٌ پاڻ کنيو ويندس." آخر جڏهن هو اتان موڪلائي اٿي هليو تڏهن ديڳڙو رستي ۾ ڪڏهن هٿ ۾ ۽ ڪڏهن ڪڇ ۾ کنيو پئي ويو. پنڌ پري هو ۽ ڏينهن گرم هو تنهنڪري، اڌ پنڌ تي پهچڻ کان اڳي ئي، هو ٽڪجي پيو. جو لوهہ جي ديڳڙي ۾ البتہ بار هو. رستي تي ماڻهن جي گهڻ آمد رفت ڏسي، هن جي دل ۾ آيو تہ انهيءَ کي مٿي تي کڻان، جو انهيءَ ڪري تڪليف گهٽ ٿيندي. ان موجب ٽوپي لاهي هٿ ۾ ڪيائين ۽ رومال پيشانيءَ تي رکي، ديڳڙو اونڌو ڪري، کڻي مٿي تي رکيائين. رستو ڇڏي، هڪڙو پيچرو ورتائين تہ ڪو ماڻهو نہ ڏسي. رستي تي هڪڙي ڪسي يا

ڪڏ آئي، جنهن تان ٽپ ڏيٺو ٽيس. ٽپ ڏيندي ديڳڙو ڪسڪي، مٽي تان ڊرڪي ڳچيءَ تائين اچي پيس. منهن ڪڍڻ لاءِ گهڻا متا هنيائين، پر مٽي مان ديڳڙو نڪري نہ سگهيس. ماڻهو ڪونہ هو، تنهنڪري دانهن ڪرڻ مان فائدو ڪو نہ ٿي سجهيس، پر جيڪو ماڻهو ويجهو هجي ها، تہ بہ ديڳڙي مان سندس آواز ٻڌڻ ۾ نہ اچي ها، بلڪ گهنجي پوڻ جو ڊپ هيس. تنهن ڪان سواءِ وري سج جي گرميءَ ڪري لوهہ تتو ۽ منهن ۽ ڳچي سڙڻ لڳيس. اوچتو ياد پيس تہ ويجهڙائيءَ ۾ هڪڙو لوهار جو دڪان آهي ۽ اتي وڃڻ جو ارادو ڪيائين. ٿاٻا کائيندو انهيءَ وٽ ويو. هن جو حال ڏسي، ماڻهو پهرين ڪليا ۽ پوءِ متس قياس آين لوهار جي دڪان تي وٺي ويس ۽ پنهنجو متو جهڪائي هن جي سنداڻ تي رکيائين. لوهار مترڪو ڪڻي چيو تہ " پادري صاحب، زور سان ڌڪ هڻان ڪيئن؟" پادريءَ چيو تہ "بيشڪ هڻ، سروجي تہ وڃي هليو پر ساهہ ڪڻڻ جي تہ جاءِ ٿئي. " لوهار ڌڪ هڻي، ديڳڙو ديڳڙو ڀڃي وڌو ۽ هن جي مٿي کي بہ گهڻو ايذاءُ ڪونہ آيو تازيءَ هوا ۾ ساهہ کڻڻ ڪري پادري بهتر حال ۾ آيو ۽ ديڳڙي کان سواءِ اچي گهران نڪتو پر انهيءَ ڳالهہ جي يادگيري انهيءَ ڳوٺ ۾ اڄا هلندي اچي.

## (65) گهڙيال ۽ سوني عينڪ

هڪڙو جهاز جو الهندي وارن ٻيٽن ڏي ٿي ويو. تنهن تي هڪڙو مسافر چڙهيل هو جو ڪمر نظر هئڻ ڪري سوني عينڪ ڍڪيو وتندو هو. چڙهڻ کان اڳي، هن ٻي ڪا عينڪ پاڻ سان ڪانہ ڪنئين هئي. هو خفقاني ماڻهو هوندو هو. رواني ٿيڻ شرط اچي انهيءَ فڪر ورايس تہ ٻي عينڪ ڪانہ ڪنئين اٿر جي اتفاق سان هيءَ گمر ٿي يا ڀڳي، تہ ڪيئن ڪندس. ٿاٻا پيو کائيندس، جو آءُ اهڙو ڪمر نظر آهيان، جو ٽن چئن فوٽن پنڌ تي بہ ڪا شيءَ چٽي ڏسي نٿو سگهان. هڪڙي ڏينهن جهاز هلندي، ماڻهن جهاز جي ڪناري سان هڪڙو وڏو گهڙيال پاڻيءَ ۾ ڏٺو. سڀ ڊوڙي اچي جهاز جي وٽ سان بيهي، ڪنڌ ڪڍي، انهيءَ کي ڏسڻ لڳا. انهن سان گڏ هيءَ عينڪ وارو صاحب بہ ڏسڻ لڳو. سوڙهہ ۾ ڌڪن اچڻ ڪري اتفاق سان هن ويچاري جي عينڪ سمنڊ ۾ ڪري پيئي گهڙيال پاڻيءَ ۾ هڪڙي چمڪندڙ شيءِ ڏسي، جهٽ ڏيئي، کڻڻ لاءِ جهاز جي هيٺان گهڙي ويو. خلاصين انهيءَ کي ڦاسائڻ لاءِ وڏيون ڪنڊيون وڌيون ۽ ڳالهہ ڏيکاريو پر هو نہ آيو. اهو ڪمر نظر شخص اچي ڳڻتيءَ ۾ پيو جيڪو ڊپ جهاز تي چڙهڻ مهل ٿيس، انهيءَ اچي هاڻ ورايس. پڪ ٿيس تہ شايد آنڙ جي سمنڊ ۾ ڪري

پوندس. سو ڏاڍي مونجهاري ۾ پنهنجا تپڙ ناڙي ۽ ڪاغذ پٽ سنڀالي، مرڻ لاءِ تيار ٿي ويهي رهيو. ڪپتان ۽ ٻين گهڻوئي سمجهايس ۽ دلاسا ڏنائونس، پر هن تي ڪو به اثر ڪونه ٿيو. ڪن ڏينهن کان پوءِ، جڏهن هوا جهڪي ٿي ۽ جهاز مزي سان هلڻ لڳو تڏهن هڪڙي خلاصيءَ هڪڙو گهڙيال جهاز جي پنيان ايندو ڏٺو. وري به اڳي وانگي، سڀ ماڻهو جهاز جي ڪناري تي بيهي، انهيءَ کي ڏسڻ لڳا ۽ خلاصي ڳاهه وجهي، ڪنڍيءَ سان انهيءَ کي ڦاسائڻ لڳا. اتفاق سان، گهڙيال ڳاهه ڳهي ويو ۽ ڪنڍيءَ ۾ ڦاسي پيو. سگهوئي گهلي، ڪڍي ڪٽي جهاز جي تختي تي رکيائونس. پوءِ پيٽ ڦاڙيائونس ته ڏسن ته ڇا ڇا پئي ڪاڍو اٿس. پهرين شيءَ جا هنن جي نظر چڙهي سا اها سوني عينڪ هئي، جا سڄي ساري رکي هئي. شايد اهو گهڙيال اهو ساڳيو هو جو جهاز جي پنيان لڳو آيو اهو ڪم نظر مسافر ڏاڍيءَ ڳڻتيءَ ۾ پنهنجي هنڌ تي ستو پيو هوندو هو ۽ ڊپ کان ٻاهر نڪرندوئي نه هو. انهيءَ کي اتي اها سندس عينڪ وجي ڏنائون. اهڙو خوش ٿيو، جو حد کان ٻاهر. جيئن نه ڪنهن قيدي . کي ڦاسيءَ جي سزا ملندي آهي ۽ اوچتو ٻڌائيندا اٿس ته اپيل ۾ تون ڇٽو آهين، تيئن هيءُ ماڻهو به خوش ٿيو. هڪدم عينڪ ڍڪي، اچي ٻاهر ويٺو ۽ ٻين سان کلڻ ۽ ڳالهائڻ لڳو.

## (66) ستن شلنگن وارو سڪو

سنه1826ع ۾ انگلنڊ ۾ واپارين منجهه ناڻي جي ڇڪتاڻ ٿي ۽ گڙٻڙ پئجي وئي، جن ماڻهن بئنڪن ۾ امانتون رکيو هيون، سي اتان ڪڍڻ لڳا. هڪڙيءَ بئنڪ جو مالڪ ڏاڍيءَ ڳڻتيءَ ۾ ويٺو هو ۽ سندس ڪلارڪن ۽ خزانچين هزارين پائونڊ ڪڍيو پئي ماڻهن کي ڏنا. اگرچه اهو بئنڪ وارو دولتمند هو ۽ ڪنهن جو ڊپ ڪونه هوس، ته به ڏراوتن وارن جي ڊوڙ ڏسي، حيران پئي ٿيو، خصوصاً جڏهن پنهنجا معتبر ۽ گهرا دوست وٺائنس پيسا ڪيندا ڏنائين. انهيءَ وقت اوچتو هڪڙو ماڻهو دريءَ اندر آيو ۽ اچي ماٺ ڪري، هڪڙيءَ ڪرسيءَ تي چڙهي ويهي رهيو. بئنڪ واري پڇيس ته " اوهان جي ڪا رقم بئنڪ ۾ رکيل هجي ته پلي ڪدايو. هن شخص چيو ته "منهنجو ڪجهه به هن بئنڪ ۾ رکيل ڪونهي، اٽلندو آءٌ ڪا ٿوري رقم هن بيئڪ ۾ رکڻ آيو آهيان انهيءَ لاءِ ته هن ڇڪتاڻ ۾ اوهان کي مدد ملي." بئنڪ وارو حيران ٿي، هن جي منهن ڏي ڏسڻ لڳو. هن اجنبي ماڻهوءَ چيس ته "اوهين حيران نه ٿيو. ويهارو ورهيه ٿيندا، ته اوهين اليسيڪس ۾ رهندا هئا ۽ آءٌ به پنهنجي پيءُ سان گڏ

انهيءَ شهر ۾ رهندو هوس. اسان کي اجاري جو ٺيڪو هو. هڪڙي ڀيري ناتال ۾ اوهين اتان اچي لنگهيا هئو ۽ مون اجاري واري هنڌ جو در پٽي، اوهان کي لنگهايو هو ۽ اوهان مهرباني ڪري وڏي ڏينهن جي خوشيءَ ۾ مون کي ستن شلنگن وارو سڪو بخشش ڏنو هو. آءٌ تڏهن ڇوڪر هوس ۽ پنهنجي پيءُ جي غير حاضريءَ ۾ ناڪي واري در تي بيٺل هوس، اهو سڪو مون لڪائي رکي ڇڏيو ۽ پوءِ بہ جيڪا خرچي پئي ملندي هيم ۽ جيڪي بچائي سگهندو هوس، سو گڏ ڪندو ويس. پوءِ پاڻ مقاطعيدار ٿيس ۽ گهڻو فائدو ٿيم ۽ آءٌ دولتمند ٿيس. هتي اچڻ کان پوءِ مون کي معلوم ٿيو تہ اوهان جي هتي بئنڪ آهي ۽ پيسي جي سوڙهہ ڪري بئنڪ تي سخت چڪتاڻ آهي. تنهنڪري منهنجي دل ۾ آيو تہ اوهان جي اڳوڻي مهربانيءَ جي عيوض ۾ اوهان سان ڪا ڀلائي ڪريان ۽ ههڙي سخت وقت ۾ مدد ڪريان. ائين چئي هن ٽيهن هزارن پائونڊن جي نوٽن جو بنڊل ڪڍي هن کي ڏنو ۽ سلام ڪري، ٽوپي ڍڪي هليو ويو ۽ وڏيڪ ڪي بہ ڪين ڪڇيائين." اگرچہ بئنڪ واري کي اجا اهڙي مدد جي گهرج ڪانہ هئي، تڏهن بہ هن کي انهيءَ ماڻهوءَ جي ڪشاده دلي ۽ احسان مندي ڏسي، حيراني لڳي. آخر اها بئنڪ ڪٽي ڪين. اگرچہ ٻيون گهڻيون ڪٽيون. اها اجا تائين جاري آهي ۽ انهيءَ ڏراوت رکندڙ ماڻهوءَ جا ٽيهہ هزار پائونڊ هيستائين وڌي بہ لک پائونڊ ٿيا آهن، جي هن اجا وري نہ ورتا آهن.

## (67) تازي جاڳيل پشيماني

هڪڙو دولتمند جوهري، واپار جي سانگي پنهنجي هڪڙي نوڪر سميت ڪنهن پرانهين هنڌ تي ٿي ويو. ساڻس تمام قيمتي جواهر هئا ۽ نقدي رقم بہ ججهي هيس. هڪڙي ڀيري اهو جواهري ڪنهن ڪم سان رستي هلندي. لهي ڪنهن پاسي ويو. نوڪر سندس وسلن مان هڪڙو تپاچو ڪڍي، هن کي مارڻ ويو. ماري هن جي لاش جهنگ ۾ لڪائي پوري پاڻ سندس سڀ مال ڪٺي ڪنهن پرانهين ملڪ ڏي نڪري ويو. اتي نہ ڪو ماڻهو هن جو واقف هو ۽ نہ سندس ڏٺيءَ جو. اهو مال ڏاڍيءَ تجويز سان لڪائي، ٿورو ٿورو ڪري خرچڻ لڳو ۽ ڏنڌو شروع ڪرڻ ۽ درجي بدرجي. وڌائڻ لڳو. سگهوئي وڏو دولتمند سوداگر ٿي ويو ۽ خوش خلقيءَ ۽ چڱيءَ چال ڪري، مشهور ٿي ويو. آخر حڪومت جي ڪم ڪار ۾ بہ داخل ٿيو ۽ وڏو مئجسٽريٽ يا جج بہ ٿي ويو. هڪڙي ڏينهن انهي عهدي تي ٻن ٻين ججن سان گڏ ڪورٽ ۾ ويٺو هو ۽

هڪڙو ڪيس سندن اڳيان پيش ٿيو. جنهن ۾ هڪڙي نوڪر پنهنجي ڏٽيءَ ڪي ماري، سندس مال هٿ ڪيو هو. ثابتي اهڙي مضبوط هئي ۽ حالتون اهڙيون ڏک جهڙيون هيون جو انهيءَ تي موت جي سزا جي فتويٰ جاري ڪرڻي پيئي. فتويٰ ڏيڻ کان اڳي، انهيءَ جج جي صورت ڦري ويئي ۽ ٻيا به جج سندس حالت ڏسي، حيران ٿي ويا، اوچتو هو ٽپ ڏئي اٿيو ۽ انهيءَ قيديءَ جي پنجري ۾ گهڙي، ساڻس گڏ وڃي ويهي رهيو ۽ ججن کي چوڻ لڳو ته "تيهن ورهين تائين ڏوهه ڇپائڻ کان پوءِ، آءٌ ڏوهه قبول ٿو ڪريان ته مون به پنهنجي فلاڻي ڏٽيءَ کي ماري سندس مال هٿ ڪيو هيو. آءٌ هن ڏوهاريءَ کان وڌيڪ ڏوهاري آهيان ۽ اندر جي چڪن کان بچڻ لاءِ، خوشيءَ سان ڏوهه قبول ڪريان ٿو. مون تي به فتويٰ جاري ڪيو." ججن کي زياده حيراني لڳي، پر قاعدي موجب لاچار هن جي قبولداري وٺي، هن تي به موت جي سزا جاري ڪيائون ۽ ڦاسي آيس.

## (68) هڪڙو ننڍڙو جوان مرد

هڪڙو اگبوٽ، لورپول کان نيويارڪ ڏي ٿي ويو. هڪڙي بندر کان نڪري، جڏهن ٻن ڏينهن جو پنڌ ڪري آيو، تڏهن اڳيل ۾ رکيل مال جي وچ ۾ هڪڙو ڇوڪر لڪل ڏسڻ ۾ آيو. ڪڍي، ڪپتان وٽ آندائونس ۽ سڀ خلاصي ۽ مسافر اچي گڏ ٿيا. هن جا ڪپڙا ميرا ۽ ڦاٽل هئا ۽ هن جو منهن سنهو ۽ ڦڪو هو مگر ڏاڍو همت ڀريو ۽ بي ڊپو پئي ڏٺو. ڪپتان ڪاوڙ مان پڇيس ته "ڇوڪرا، هتي ڪيئن اچي نڪتو آهين؟" ڇوڪر چيو ته "آءٌ چور آهيان. منهنجو پيءُ ۽ ماءُ ٻئي مري ويا آهن. منهنجي هڪڙي عزيز مون کي هن جهاز ۾ آڻي لڪايو ته سندس جند ڇٽي" ۽ مون کي چيائين ته " تنهنجي ماسي هئليفاڪس ۾ آهي، انهيءَ وٽ وڃي رهه. انهيءَ جو پتو هي آهي." ائين چئي، ڪيسي مان هڪڙو ميرو ڪاغذ جو ٽڪر ڪڍيائين، جنهن تي انهيءَ زال جو پتو لکيل هو. ڪپتان کي هن جي ڳالهه تي اعتبار ڪونه آيو. شڪ پيس ته ڪنهن خلاصيءَ جي معرفت هيءُ چڙهيو آهي، جنهن هن کي ڪاڏو پيتو پئي پهچايو آهي، تنهنڪري ڇوڪري کي زور ڪيائين ته انهيءَ خلاصيءَ جو نالو وٺي. ڇوڪري آرام سان جواب ڏنو ته "مون جيڪي چيو آهي، سو سڀ سچ آهي ۽ وڌيڪ ٻيون ڪي مون کي چوڻو ناهي." تنهن تي ڪپتان حڪم ڏنو ته هڪڙو رسو وڏيءَ ڪميءَ سان ڪٽي ٻڌن. پوءِ پنهنجي واچ يا گهڙي کيسي مان ڪڍي، ڪلميءَ سان ٻڌائين ۽ ڇوڪر کي چيائين ته "آءٌ توکي سچي ڪرڻ لاءِ پنڌرهن منٽ ٿو ڏيان. جيڪي انهيءَ وچ ۾ سچي

نہ ڪيئي، تہ انهيءَ ڪلميءَ تي ڪتي وانگي توکي ڦاسي ڏئي لٽڪائي ڇڏيندس.“ ڇوڪري تہ سواءِ ڪنهن ڊپ يا ڳڻتيءَ جي ، ماٺ ڪري بيهي رهيو. پر ڪن خلاصين کي هن تي ڏاڍو قياس آيو ۽ هن جي سفارش ڪرڻ لاءِ خيال ڏيکارڻ لڳا. ڪپتان وڏي سڏ چيو تہ ”ڇوڪرا، اٺ منٽ گذري ويا آهن. وقت باقي ٿورو آهي. سچي ڪرٽي اٿيئي، تہ ڪري وٺ.“ ڇوڪري وري بہ بلڪل آرام سان چيو تہ ”سائين، مون جيڪي چيو آهي، سو سچ آهي. وڌيڪ ڪي بہ ڇوٽو نہ اٿم.“ ڪپتان جي حڪم تي رسو سرڪڻ ڦاهي ڪري، هن جي ڳچيءَ ۾ وڌو ويو. وقت وڌيڪ نزديڪ ايندو ڏسي، ڇوڪر گوڏا ڪوڙي، هٿ مٿي ڪٽي، دعا گهرڻ لڳو. دعا گهري، پوءِ هو اٿيو ۽ هٿ پنيان ڪري چوڻ لڳو تہ ” هاڻ آءٌ مرڻ لاءِ تيار آهيان.“ ڪپتان وڌيڪ ترسي نہ سگهيو. ڇوڪر کي ڀاڪر پائي اوڇنگارون ڏيئي، روئڻ لڳو ۽ چوڻ لڳو تہ ”ڇوڪرا، خدا تو کي سلامت ۽ خوش رکي، تون سچو پچو انگريز آهين.“ تون پنهنجيءَ حياتيءَ بچائڻ لاءِ بہ ڪوڙ ڪين ڳالهائيندين. تون کي مائٽن ڪڏي ڇڏيو آهي پر آءٌ توکي ڪڏهن بہ ڪين ڇڏيندس.“ جيئن هن چيو، تيئن ڪيائين. جڏهن هٿليفاڪس ۾ پهتا، تڏهن ڪپتان ڳولي، انهيءَ ڇوڪر جي ماسي هٿ ڪئي ۽ انهيءَ کي ڇوڪر جي پارت بہ ڪيائين ۽ انهيءَ جي پرورش لاءِ موچاري چڱي رقم بہ ڏنائينس. انهيءَ کان پوءِ، جڏهن بہ جهاز اتي ايندو هو تڏهن ڪپتان وٽي انهيءَ ڇوڪر کي ڏسندو هو.

## (69) محصول جي چوري

جنيوا شهر مان بيشمار واچون، زيور ۽ جواهرات، يورپ جي جدا جدا ڏيهن ۾ وڪري لاءِ ويندا آهن. اهڙا سچا ۽ ڪوڙا زيور ۽ جواهر فرانس جي پئرس شهر ۾ گهڻا کپندا آهن. خصوصاً بوئيءَ نالي سان جواهريءَ جا. انهن تي فرانس جي سرحد تي تمام ڳرو محصول وٺڻ ۾ ايندو آهي، پر اهو جواهري اهڙو چالاڪ آهي، جو پنج سيڪڙو زيادہ وٺڻ تي، پنهنجو مال سواءِ محصول جي ، خريدارن کي فرانس ۾ چوريءَ پهچائيندو آهي. انهيءَ طرح ڪيترن ورهين تائين ڪم پئي هليو ۽ فرانس جي سرڪار کي محصول جو تمام گهڻو نقصان پئي پهتو. نيٺ، هڪڙو نئون آفيسر محصول جي نظر داريءَ لاءِ مقرر ٿيو. اهو ڏاڍو هوشيار ۽ آزمود گار هو. انهيءَ ارادو ڪيو تہ انهيءَ محصول جي چوريءَ کي بند ڪري انهيءَ لاءِ هو پاڻ ويس بدلائي جنيوا ۾ ويو ۽ ٽيهن هزارن فرئنڪن جيترو مال بوئي جواهريءَ کان خريد ڪيائين ۽ ٺهرايل

سيڪڙو بہ ڀري ڏنائين. انهيءَ لاءِ تہ اهو مال ڪيس پئرس ۾ گهر پهچڻ شرط محصول ڀرڻ ڏاران ملي. اهڙو انجام نامو انهيءَ جواهريءَ انهيءَ آفيسر کان لکائي ورتو. انهيءَ تي انهيءَ آفيسر پنهنجي صحيح وجهي، پنهنجو عهدو " ڊائريڪٽر جنرل ڪسٽمس جو فرانس ۾ "، لکي ڇڏيو. پوءِ اهو آفيسر ٽپال جي هوڙي تي تمام جلد پئرس ۾ اچي پهتو. سرحد تي محصول اوڳاڙڻ وارن عهديدارن کي هن تاڪيد ڪيو تہ هھڙو مال اچي ٿو اهو ضرور پڪڙجي جيئن مون تائين لنگهي پئرس ۾ نہ اچي، جيئن جواهريءَ پهچائي ڏيڻ جو انجام ڪيو هو. انهيءَ چوري پڪڙيندڙ کي هن چڱو انعام بہ آڇيو. انهيءَ ڪري ساري سرحد جي ناڪن تي محصول اوڳاڙڻ وارا ڏاڍا خبردار رهيا. پوءِ ڊائريڪٽر جنرل اچي پئرس ۾ پنهنجي گهر پهتو ۽ سواريءَ جا ڪپڙا لاٿائين. ڪوٺيءَ مان نڪري صفي ۾ اچي تہ هڪڙي مزي جهڙي ڳنڍڙي رکيل ڏٺائين، جا نوڪرياڻيءَ اتي رکي هئي. مٿانئس سندس نالو ۽ عهدو لکيو پيو هو.کولي ڏسي، تہ جيڪي زيور وغيره، جنيوا ۾ خريد ڪري آيو هو، سي ئي آهن. نوڪر کي سڏي انهيءَ کان پڇيائين تہ " هيءُ پارسل هتي ڪيئن آيو؟" هن ورندي ڏني تہ "اوهان جيڪو ٿيلهو پاڻ سان سفر مان آندو هو، سو کولي سامان ڪڍي ٿي رکيم، تہ هيءَ ڳنڍڙي انهيءَ ۾ پيئي هئي." جاچ مان معلوم ٿيس تہ انهيءَ جواهريءَ هيئن ڪيو هو تہ جنهن هوٽل ۾ اهو آفيسر جنيوا ۾ لٿل هو، انهيءَ جي هڪڙي نوڪر سان ڪي ڪجھ ڏيئي، اهو بندوبست ڪيو هئائين، جو رواني ٿيڻ وقت سامان ٻڌڻ مهل تڪڙ تڪڙ ۾ اها ڳنڍڙي لڪائي، هن جي ٿيلهي ۾ وجهي ڇڏي هئائين. انهيءَ طرح انهيءَ جواهريءَ چالاڪي ڪري، خود انهيءَ آفيسر کي محصول ڏاران چوريءَ جو مال آڻڻ وارو بڻائي ڇڏيو.

## (70) احسانمند يهودي

هڪڙو انگريز لارڊ يا امير ماڻهو لنڊن مان پنهنجي ڪنهن جاگير ڏي ٿي ويو. رستي ۾ هڪڙي جهنگ ۾ ڇهن چورن اچي ورايس. ٻن چورن سندس گاڏيوان کي اچي پڪڙيو ۽ ٻن سندس نوڪر کي، جو پٺيان ويٺل هو. باقي بہ، تن مان هڪڙو گاڏيءَ جي هڪڙي پاسي تپاچو ڪڍي بيٺو ۽ ٻيو ٻئي پاسي ۽ چوڻ لڳس تہ " سائين، پنهنجو پاڪيٽ بڪ ڏي." هنن کي پڪ هئي تہ نوٽ انهي ۾ هوندا. لارڊ لاچار ٿي. ماٺ ڪري پنهنجو پاڪيٽ بڪ يا ٻٽون ڪڍي ڏنو جو هڪڙي چور وٺي ڏٺو تہ مهرن سان ڀريل آهي. تڏهن بہ انهيءَ تي راضي نہ ٿيو ۽ چيائينس تہ " مون کي پاڪيٽ بڪ گهرجي " ۽

پنهنجو تپاچو ڏيکاري، ڊيچارڻ لڳس لارڊ مات ڪري پاڪيٽ بڪ ڪڍي ڏنس، جو چور کوليو. جيڪي ڪاغذ انهيءَ ۾ هئا، اهي ڪڍي، پاڪيٽ بڪ موٽائي ڏنائينس ۽ چيائينس تہ ”سائين، هاڻ پلي وڃو شل خير سان صحيح سلامت منزل تي پهچو!“ پوءِ سيٽي چور هليا ويا. جڏهن اهو لارڊ جاءِ تي پهتو، تڏهن پاڪيٽ بڪ ڪڍي ڏسڻ لڳو تہ ڇا انهيءَ مان ڪڍيو اٿن. معلوم ٿيس تہ اڍائي هزار پائونڊن جا نوٽ ڪڍي ويا آهن ۽ پنج سؤ پائونڊن جا نوٽ ڇڏي ويا آهن في الحال تہ لارڊ اها ڳالھ وساري ڇڏي. ڪن ورهين ڪان پوءِ ، هن کي هيٺيون خط پهتو: ”حضور لارڊ صاحب، آءٌ هڪڙو غريب يهودي آهيان. جنهن ملڪ ۾ آءٌ رهندو آهيان، تنهنجي بادشاھ ظلم زبردستي ڪري مون ڪان منهنجو مال ۽ ملڪيت سڀ ڦري ورتو هو. تنهن ڪري آءٌ ٻيجي انگلنڊ ۾ آيس ۽ پنج ٻيا يهودي بہ مون سان هئا. اسين پنهنجي جان بچائڻ لاءِ ڀڄي نڪتا هئاسين. سمنڊ جي مسافريءَ جون سختيون سهي، جهاز ڀڃي ۽ ٻڏي پوڻ ڪري، ٻڏندا اچي ڪناري ڪان نڪتاسين. هڪڙي انگريز ڊاڍي همت ۽ بهادري ڪري سمنڊ ۾ تري اچي مون کي ڪڍيو نہ تہ آءٌ ٻڏڻ تي هوس. پوءِ هو مون کي پنهنجي گھر وٺي ويو ۽ ڊاڪٽر سڏي، منهنجو علاج ۽ سنڀال ڪرايائين. جنهن ڪري آءٌ ڇڱو ڀلو ٿيس. مون انهيءَ جي عيوض خرچ پري ڏيڻ جي ڪئي، پر هن اهو بہ مون ڪان نہ ورتو. اهو سخص پشم جو واپاري هو ۽ ٻارهن ٻار هئس. ڪن ڏينهن ڪان پوءِ هن کي واپار ۾ شڪست آئي ۽ غريب ٿي ويو ۽ ڏيوالو ڪڍڻ تي هو. اهڙي وقت مون کي دل ۾ ڪياس آيو تہ هن جي مدد ڪريان. جيڪي پنج يهودي، ٿهنجا سنگتي مون سان رهندا هئا، تن کي ساڻ وٺي، آءٌ جهنگ ۾ شاهي رستي جي ڀرسان لڪي ويٺس. سگهوئي اوهان جي گاڏي اچي نڪتي. اوهان جو پاڪيٽ ۽ پاڪيٽ بڪ وٺي، سڀ پيسا انهيءَ احسان ڪندڙ واپاريءَ کي ڏنم. جنهن ڪري هو ڏيوالي ڪڍڻ ڪان بچي ويو. پر اتفاق سان هفتي جي اندر هو مري ويو ۽ جيڪي حقدارن کي ڏيڻو هوس، سو نہ ڏيئي سگهيو ۽ حساب صفا نہ ڪري سگهيو. انهيءَ ساڳئي ڏينهن مون کي هڪڙيءَ سورتيءَ مان چار هزار پائونڊ ملي ويا، تنهن ڪري هاڻي جيڪا رقم مون اوهان ڪان ورتي هئي، سا موٽائي ٿو موڪليان تڪليف معاف ڪجو. هزار پائونڊ وڌيڪ بہ ٿو موڪليان سو ڀلائي ڪري انهيءَ صاحب جي زال ۽ ٻارن کي پهچائي ڏجو. هيٺ انهيءَ جو پتو لکان ٿو. انهن ڪان پڇا ڪرڻ سان، منهنجيءَ متينءَ ڪيل ڳالھ جي تصديق بہ ڪري سگهو ٿا. هيءَ ڳالھ بہ اوهان کي معلوم هجي تہ جڏهن انهيءَ

ڏينهن رستي تي اسان اوهان تي ڪاهه ڪئي هئي، تڏهن اسان جا تپاچا پريل ڪين هئا. خالي هئا ۽ نه اسان پنهنجون تراريون ڪڍيون. جي اسان جي ڪمرن سان ٻڌيل هيون. " انهيءَ لارڊ هڪدم جاچ ڪرائي ۽ معلوم ٿيس ته جيڪي يهوديءَ لکيو هو سو سڀ سچ هو. انهيءَ وقت کان وٺي، هو انهيءَ پشم واري سوداگر جي ڪٽنب جي سنڀال ڪرڻ لڳو. پر يهوديءَ جو وري هن کي ڪوبه پتو ڪونه پيو.

## (71) هڪڙو بهادر خلاصي ڇوڪر

هڪڙو جهاز الهندي انڊيا ٻيٽن ڏي ٿي ويو. انهيءَ ۾ آمريڪا جي هڪڙي دولتمند سوداگر جي هڪڙي ننڍي ڌيءَ هئي. هڪڙي ڏينهن پنهنجيءَ آيا کان نڪري جهاز جي تختي تي نڪري پيئي ۽ ڪناري کان هيٺ سمنڊ ۾ نهاريندي مٿو ڦري ويس ۽ وڃي پاڻيءَ ۾ ڪري. هڪڙي خلاصيءَ، بينڪر نالي اهو حال ڏسي، انهيءَ کي بچائڻ لاءِ پاڻيءَ ۾ ٽپي پيو ۽ تري وڃي. ڇوڪريءَ کي

ڪپڙن کان ورتائين. پوءِ هڪڙي ٻانهن سان هن کي جهلي، ٻيءَ ٻانهن سان تري جهاز ڏي ٿي آيو ته اوچتو هڪڙي پاسي کان هڪڙو خوفناڪ گهڙيال پاڻ ڏي ڪاهي ايندو ڏٺائين. هڪدم مدد لاءِ دانهون ڪرڻ لڳو. سيڪو جهاز تي ڊوڙي اچي ڪٺهڙي ٻائين ٻيلو پر اڳتي ڪوبه وڃي نه سگهيو. هنن بندوقون گهڻيون ئي ڇوڙيون، پر انهن مان فائدو ڪونه ٿيو. گهڙيال به ٻچ پاڻيءَ ۾ هٽندو وات پٽيو. جهٽ هٽڻ تي هو ته بينڪر خلاصيءَ جو پٽ، جنهن جو نالو والني هو ۽ اٽڪل ٻارهن ورهين جو هو، تنهن هڪڙي ترار ڪٺي پاڻ کي سمنڊ ۾ اڇلائي وڌو. مڇيءَ وانگي ٽبي هڻي، گهڙيال جي هيٺان لهي ويو ۽ مٺ تائين ترار هنجي پيٽ ۾ لنگهائي ڏنائين. اهڙي سخت زخم رسڻ ڪري، گهڙيال بينڪر جي پنيان وڃڻ جي پچر ڇڏي ۽ ڇوڪر تي ڪاهڻ لڳو، جنهن انهيءَ وچ ۾ گهڻائي زخم ڪري وڌس. هڪڙي پاسي سوداگر پنهنجي ڌيءُ جي سلامتيءَ لاءِ پي ڏڪيو ۽ ٻئي پاسي هن خلاصيءَ ڏاڙئين ماٺهوءَ جي ٻار لاءِ پنهنجي جان جوکي ۾ وڌي ۽ پنهنجي پٽ جي لاءِ ڳڻتيءَ ۾ هو ۽ ٽئين پاسي ڇوڪر کي مارجڻ جو خوف هو جنهن پيءُ جي بچائڻ لاءِ پنهنجي جان جوکي ۾ وڌي هئي. ڇوڪر کي جان بچائڻ جو امڪان ڪونه هو، سواءِ جلدي .ري نڪرڻ جي. سندس لاءِ ڪيترائي رسا اڇلائي وڌائون. جن مان هڪڙي ۾ بينڪر هٿ وڌو ۽ ٻئي ۾ سندس پٽ، والنيءَ. سگهوئي انهن کي ڇڪي به ٽي فوٽ پاڻيءَ کان مٿي ڪنيائون. اوچتو

گهڙيال پنهنجو شڪار هٿان ويندو ڏسي، وڏو ٽپ ڏئي ۽ چوڪر کي جهاز جي پاسي تان جهٽي کڻي ويو. رڳو سندس مٿيون ڀاڱو جهاز تي ڪجهي آيو. مگر هن جو پيءُ ۽ اها چوڪري، ٻئي بچي پيا. انهيءَ طرح اهو بهادر ڇوڪرو پنهنجي پيءُ تان قربان ٿيو جو پيءُ وري هڪڙي ڏاڙهين ٻار بچائڻ لاءِ پاڻ قربان ڪرڻ لاءِ تيار ٿيو هو.

## (72) بادشاهه ۽ مهمان سراءِ وارو

سويڊن جو بادشاهه، چارلس ٻارهون، ڏاڍو چالاڪ ۽ مردانو ۽ شهسوار هوندو هو. ڪڏهن ڪڏهن ته رات ڏينهن جا چوويهه ئي ڪلاڪ گهوڙي تي چڙهيو ملڪ جي هڪڙيءَ ڪند کان ٻيءَ ڪنڊ تائين پيو گشت ڪندو هو. انهيءَ لاءِ ته رعيت جو حال احوال معلوم ڪري. اهڙي طرح هڪڙي گشت ۾، جڏهن هن سان ٻيو ڪو به خدمتگار ساڻ نه هو، تڏهن سندس گهوڙو واٽ هلندي سخت سواريءَ هئڻ ڪري مري پيو. انهيءَ ڪري هن کي پيو ڪو انتظار ڪرڻو ٿيو. پڪ ٿيس ته هڪڙو نه ٻيو گهوڙو ڪٿان ملي سگهندو، جيڪا ڳڻتي هيس، سا پنهنجي زين جي ۽ ٻن ٽپاچن جي ، جي ساڻ کڻندو هو. تنهنڪري مئل گهوڙي جا تنگ لاهي، ان جي زين ٽپاچن ۽ ٻئي سامان سميت پٺن تي کڻي ويجهي مهمان سراءِ ۾ آيو. ڪڙهه ۾ وڃي ڏسي ته هڪڙو گهوڙو ٻڌو بيٺو آهي، جو پسند آيس. ماٺ ڪري انهيءَ تي زين رکي، تنگ ڪشي تيار ڪيائين ۽ چڙهڻ تي هو ته مهمانسراءِ جو مالڪ اچي نڪتو ۽ هڪل ڏئي پڇيائينس ته ”اڙي ڪير آهين، جو ٿو منهنجي گهوڙي تي چڙهين؟“ چارلس پنهنجي عادت موجب، چپ بيٺي ڳالهائي ورندي ڏنيس ته ”مون کي هن جي ضرورت آهي. جي هن تي نه چڙهندس ته پوءِ پنهنجي زين ڪنڌ تي کڻي پونديم.“ هن ويچاري بادشاهه کي سڃاتو ڪين، ڀانيائين ته ڪو چور بدمعاش آهي، جو گهوڙو ڦري نيڻ ٿو گهري، تنهنڪري دڙڪو ڏيئي روڪڻ لڳس ۽ ترار ڪڍي مٿس ڪاهي آيو. اڳيان بادشاهه به پنهنجي ترار ڪڍي سامهون ٿيس، ذري گهٽ وڙهڻ تي هئا ته هڪڙو سکر ماڻهو اوچتو اتي اچي نڪتو ۽ بادشاهه کي هڪڙي رعيتي ماڻهوءَ سان وڙهندو ڏسي حيران ٿيو. وچ ۾ پئي جهيڙو ٽاريائين. مهمان سراءِ واري کي جڏهن حقيقت جي خبر پيئي، تڏهن ڏاڍو ڏنو ۽ معافي گهرڻ لڳو. بادشاهه آفرين ڏنيس ۽ سندس همت ۽ بهادريءَ جي تعريف ڪيائين ۽ پڪ ڏنائينس ته انهيءَ جو توکي عمدو انعام ملندو. آخر بادشاهه پنهنجو انجام پورو ڪيو ۽ هن کي لشڪر ڪاتي ۾ هڪڙو وڏو عهدو عطا ڪيائين.

# (73) زماني جي ڦير گهير

ڪتابن ۾ لکيل آهي تہ چين جي هڪڙي شهنشاھ تخت تي ويهڻ وقت هڪڙو حڪم جاري ڪيو تہ ساري بادشاهت ۾ انهيءَ وقت جيڪي قيدي قرض جي ڪري بند ۾ هجن، تن سڀني کي آزاد ڪري ڇڏجي. انهن ڇٽلن قيدين مان هڪڙو پير مرد هو. جو پنجاھ ورهيہ قيد ۾ رهيو هو. جيئن تہ هنجي ڪوٺيءَ جي در تي نڪتلن ليڪن نشانن مان معلوم ٿيو جي هن وقت بوقت پئي ڪڍيا تہ هو هيترا ورهيہ اندر اونداهيءَ ۾ رهيو هو. تنهنڪري ٻاهر روشنائيءَ ۾ نڪرڻ ڪري اکيون ئي برابر پٽي نٿي سگهيو. هن ائين پئي سمجهيو تہ ڄڻ دوزخ مان نڪري بهشت ۾ آيو آهيان. يا وڃُون ڪنهن ٻئي جهان ۾ اچي پيو آهيان. سندس وطن وارو شهر پيڪن، اتان پري هو. تنهنڪري اوڏي هلڻ لڳو جو هيترن ورهين کان پوءِ پنهنجي زال ۽ ٻارن ۽ يارن دوستن جي ڏسڻ جو انتظارٿيس. جڏهن انهيءَ شهر ۾ آيو. تڏهن ڏاڍي مشڪلات سان پنهنجي گهر واري گهٽي لڌائين. هيڏي هوڏي گهٽوئي نهاريائين، پر ڪو بہ اڳوٽو نشان سڃاڻي نہ سگهيو. جنهن جاءِ تي سندس گهر هوندو هو. اتي هڪڙي عاليشان عمارت نظر آيس. پاڙي اوڙي وارن گهرن جي بہ صورت بدلجي ويئي هئي. اتي جي رهندڙن مان بہ ڪنهنجو منهن ڪين سڃاڻي سگهيو. هڪڙي گهر ۾ گهڙي ويو تہ دربان اتان هڪلي ڪڍيس. انهيءَ هنڌ گهٽيءَ ۾ هڪڙو ڪراڙو فقير بيٺو هو. انهيءَ ڇٽل ٻڍي قيديءَ کي جيل مان نڪرڻ مهل ڪي پيسا خرج لاءِ مليا هئا، تن مان ڪجھ هن انهيءَ فقير کي ڏنا. انهيءَ سان ڳالهين ڪندي معلوم ٿيس تہ سندس زال ڪنگالپڻ ۽ بک جي ڪري سخت بيمار ٿي مئي ۽ سندس پٽ ڪنهن ٻئي ملڪ ۾ گذران لاءِ نڪري ويا آهن. هن کي ڏاڍو ڏک ٿيو. پوءِ شهنشاھ جي محلات ڏي هليو. هن جي قياس جهڙي صورت ڏسي، هن کي دربار ۾ وٺي ويا. هو شهنشاھ جي پيرنُ تي ڪري پيو ۽ چوڻ لڳو تہ " قبلا، مون کي وري قيد ۾ وجهڻ جو حڪم ڏيو. جنهن مان غلط رحم ڪري مون کي آزادي ملي آهي. هھڙي وڏي شهر ۾ آءٌ پاڻ کي اڪيلو ٿو سمجهان، جو منهنجا ٻار ٻچا ۽ مائٽ مٽ ۽ يار دوست سڀ مري کپي ويا آهن. قيد ۾ آءٌ سکيو هوس، ۽ جهان کي منهنجي خرابيءَ ۽ خواريءَ جي خبر ڪانہ هئي. آس پاس سڀ وتن خوشيون ۽ مزا ڪندا ۽ آءٌ ڏک ۾ غلطان آهيان. ٻيا سڀ ڪائيندا پيندا وتن ۽ چوڌاري نهرون نديون پيون وهن ۽ آءٌ انهن جي وچ ۾ ڄڻ تہ اُڃ پيو مران."

## (74) سچي مروت

انگليند جي اوائل وارن نارمن بادشاهن مان پهريون، وليم ڪانڪرر يا فتح ڪندڙ هو. انهيءَ جي پيءُ رابرٽ، نارمنديءَ جي ڊيوڪ جي ڳالهه ڪندا آهن تہ ڏاڍو مروت ۽ فضيلت وارو ۽ چرچائي ۽ خوش طبع ۽ تحمل وارو هوندو هو. هڪڙي ڀيري بيت المقدس ڏي زيارت لاءِ ٿي ويو. سا ٺس سنڌس وڏو عملو بہ هو. رستي ۾ توڙي وقت تائين قسطنطنيہ جي شهر ۾ منزل ڪيائين، جتي انهن ڏينهن ۾ يوناني شهنشاهه رهندو هو. انهيءَ هنجي مهماني ڪئي. هن جي خوش طبعي ۽ سخا ۽ ٻين گڻن جي تعريف ٻڌي هئائين، تنهنڪري ڀانيائين تہ هن جو آزمودو وٺي. جڏهن شاهي محلات ۾ مانيءَ جي مجلس تيار ٿي، تڏهن شهنشاهه اڳواٽ ٻيا ماڻهو دعوت تي گهرائي، ويهڻ جون جايون يا ڪرسيون والارائي ڇڏيون. جڏهن ڊيوڪ آيو، تڏهن ڏسي تہ سڀ جايون والاريون پيون آهن ۽ نہ ڪو سندس تعظيم لاءِ اٿيو. ڊيوڪ دل ۾ اصل ڪونہ ڪيو جيڪا خالي زمين پيئي هئي، تنهن تي پنهنجو شاهي چوغو لاهي، ويڙهي سيڙهي هيٺان رکي، انهيءَ تي چڙهي ويهي رهيو. جيڪي ماڻهوساڻس آيا هئا، تن بہ پنهنجي سردار جي هلت ڏسي ائين ڪيو. نيٺ ماني آئي ۽ سيڪنهن جي اڳيان رکيائون، سيني کاڌي. ڪو بہ رنج ڪونہ ڏيکاريائون. جڏهن ماني پوري ٿي ۽ مجلس برخاست ٿي، تڏهن ڊيوڪ پنهنجن ماڻهن سميت اتي موڪلائي هليو ويو ۽ جن چوغن تي ويٺا هئا، سي سڀ اتي ڇڏي هليا ويا. شهنشاهه کي هنن جي هلت نهايت پسند آئي، ليڪن چوغا ڏسي، هڪڙي امير کي ڊيوڪ جي پٺيان ڊوڙايو ۽ چوائي موڪليائينس تہ " اوهين چوغا ڇڏي ويا آهيو سي پنهنجا ڪٽي وڃو." ڊيوڪ جواب ڏنو تہ " اسان نارمن ماڻهن جو دستور آهي تہ جنهن شيءِ تي ويهي ماني کائيندا آهيون، سا پاڻ سان کڻي نہ ويندا آهيون. اهي چوغا اوهان کي آيا." شهنشاهه ڏاڍو شرمندو ٿيو ۽ پنهنجي هلت کان پشيمان ٿيو ۽ ڊيوڪ جي ۽ سندس ماڻهن جي گهڻي تعريف ڪيائين.

## (75) سراڻ جو پهڻ ڦيرائڻ

بينجمن فرانڪلن، آمريڪا جو مشهور مدبر ۽ فيلسوف، پنهنجي ننڍپڻ جي هيءَ ڳالهه ٿو ڪري تہ هڪڙي ڏينهن سياري جي موسم ۾ صبح جي وقت مون کي هڪڙو ماڻهو مليو جنهن کي ڪهاڙو ڪلهي تي هو ۽ ڪلندو پئي آيو. مون کي ڏسي

چيائين ته ” بابا، تنهنجي پيءُ وٽ ڪا سراڻ آهي؟“ مون چيو ته ” هائو، آهي.“ هن چيو ته ” تون ڏاڍو چڱو ڇوڪرو آهين. مون کي انهيءَ تي هيءُ پنهنجو ڪهاڙو تکو ڪرڻ ڏيندين؟“ هن جو. مون کي چڱو ڇوڪر سڏيو، سو آءٌ ڏاڍو خوش ٿيس ۽ هن کي چيم ته ” هائو ڇو نه ڏيندس. هوڏي اسانجي دڪان ۾ پيو آهي.“ هن منهنجا پنا ٺپري وري چيو ته ”پلا، پاڻيءَ جو ڊڪ ته ڪٽي آءٌ ته پهڻ ٻجائي ڪهاڙو لايان“ آءٌ ڏاڍيءَ خوشيءَ مان وجي پاڻيءَ جي ڪيٽلي ڪٽي آيس. هو مون کان هڪ ٻئي پنيان پڇڻ لڳو ته ”تنهنجي عمر ڪيتري آهي؟ تنهنجو نالو ڇا آهي.؟ تون ڏاڍو چڱو ڇوڪرو آهين تو جهڙو چڱو ڇوڪر مون ڪٽي ڪونه ڏٺو. پلا هيءَ سراڻ ٿوري تائين ڦيرائيندين؟“ پنهنجي تعريف ٻڌي، مون خوشيءَ سان بيهي سراڻ ڦيرائي. پر ڪهاڙو هو نئون، تنهنجي گسڻ ۽ تکي ڪرڻ ۾ گهڻو وقت لڳو. آءٌ پهڻ ڦيرائي ڦيرائي ٿڪجي پيس. اسڪول جي ڪلڻ جو وقت هو. گهنډ به ڪنن سان ٻڌم، تڏهن به اهو ڪم ڇڏي نه سگهيس. اجا ڪهاڙو اڏو گابرو مس تکو ٿيو هو. نيٺ سڄو تکو ٿي ويو. پوءِ هن ماڻهوءَ مون ڏي منهن ڪري چيو ته ” ڇوڪرا، تون ڏاڍو خراب ڇوڪر آهين. اسڪول کان نٽائي هتي بيٺو آهين. ڀڄ ڀڄ، متان ماستر مار ڏيئي.“ انهيءَ ڪري بينجمن کي ڏاڍو ارمان ٿيو جو ڄاتائين ته جنهنجو هيترو ڪم ڪيم سو ٻچاڙيءَ ۾ مون کي خراب ڇوڪر ٿو سڏي، ليڪن انهيءَ مان هن هڪڙو چڱو سبق سکيو، جو وري ڪڏهن نه وساريائين. جڏهن ڪڏهن ڪو گراهڪ دڪان تي ايندو هو ۽ خوشامد ڪري منو ڳالهائيندو هو، تڏهن هو چوندو هو ته ” تو پنهنجو ڪهاڙو سراڻ تي تکي ڪرڻ لاءِ آندو هوندو.“ ڪٽي ڪو ظالم شخص ڏسندو هو، جو ڇٽ ٻڌي ٻين کان بيگر ۾ ڪم ڪ ائبندو هو ته بينجمن چوندو هو ته ” هي ٻين کان سراڻ ڦيرائي ڪهاڙو تکو ٿو ڪرائي.“ جيڪڏهن ڪو سرڪاري عملدار اهڙي عهدي تي ڏسندو هو، جنهن جي هن کي ڪابه لياقت ڪانه هوندي هئي ته چوندو هو ” ويچارا غريب مفت هن نالائق جي سراڻ پيا ڦيرائين.“

## (76) بادشاهن تي ڪو ڀروسو ڪونهي

رشيا جي بادشاهه اليگزينڊرا جي عادت هوندي هئي ته اڪيلو گهمڻ ويندو هو ۽ بعضي ته سينٽ پيٽرسبرگ کان اٺ نو ميل پنڌ ڪري اڳيرو وڃي نڪرندو هو. هڪڙي ڀيري جنگي آفيسر جي پوشاڪ ۾ اڪيلو گهمڻ نڪري ويو ۽ ڪجهه پنڌ

ڪري ٺڪجي پيو. هڪڙي عام گاڏي لنگهندي ڏسي، ياڙي ڪري، انهيءَ تي چڙهي ويٺو. گاڏيءَ واري کي چيائين ته " سينٽ پيٽرسبرگ ۾، بادشاهي محلات ڏي هل." گاڏيءَ واري هن کي نه ڄاتو، پر ايترو سمجهيائين ته ڪو جنگي آفيسر آهي. هن کي چيائين ته " آءٌ محلات ڪان ٿورو پر پرو اوهان کي لاهيندس، جو دربان اسان کي محلات جي ويجهو وڃڻ ڪين ڏيندا." جڏهن محلات کي ويجهو پهتا، تڏهن گاڏي واري گاڏي بيهاري شهنشاهه لهي پيو ۽ هن کي چيائين ته " تون هتي ترس، آءٌ ڪو ماڻهو موڪليان ٿو ته تو کي پيسا ڏئي." گاڏيءَ واري چيو ته "ائين ڪونه ٿيندو. اوهان جهڙا آفيسر هميشه اهڙا ساڳيا ڪوڙا دلاسا ڏئي، گاڏيءَ تي چڙهي ايندا آهن ۽ ڀاڙو اصل ڪين ڏيندا آهن. مون کي اهڙن انجامن تي ڀروسو ڪونهي. جي اوهان وٽ هينئر پيسو موجود ناهي، ته پنهنجي ڪا شيءِ مون وٽ ڇڏي وڃو." تڏهن بادشاهه پنهنجو چوغو لاهي، گاڏيءَ ۾ اڇلائي ويو ۽ چيائينس ته " اجهو هيءُ ٿو رڪان." جڏهن محلات ۾ گهڙي پنهنجي ڪمري ۾ ويو ته پنجاهه روبل پنهنجي نوڪر کي ڏئي چيائين ته "هي هن گاڏيءَ واري کي ڏئي، منهنجو چوغو ڪنيو اچ." جڏهن نوڪر انهيءَ هنڌ ويو، تڏهن ڏسي ته اٽڪل ويهارو گاڏيون اتي قطار ڪيو بيٺيون آهن. پڇڻ لڳو ته " اوهان مان ڪهڙيءَ گاڏيءَ ۾ حضور شهنشاهه چڙهي آيو آهي؟" ڪنهن به گاڏيءَ واري ورندي ڪانه ڏني. وري پڇڻ لڳو ته " ڪهڙيءَ گاڏيءَ ۾ شهنشاهه جو چوغو آهي.؟" هڪڙي گاڏيءَ واري چيو ته " هڪڙو آفيسر منهنجيءَ گاڏيءَ ۾ هو سو پنهنجو چوغو ڇڏي ويو آهي." نوڪر چيس ته " اهو مون کي ڏي ۽ هي پنهنجو ڀاڙو وٺ " گاڏيءَ وارو حيران ٿي ويو ۽ ڊپ کان دانهن ڪري گاڏي ڪاهي اتي پڳو. ٻين گاڏين وارن گهٽوئي سڏيس، پر بيئوئي ڪين. ٻئي ڏينهن شهنشاهه پنهنجو لشڪر نظر مان ٿي ڪڍيو، جڏهن لشڪر جا سڀ سپاهي صف بصف ڏسي رهيو هو، تڏهن سڀ آفيسر اچي سندس چوڌاري گڏ ٿيا. تڏهن شهنشاهه انهن کي چيو ته "آءٌ اوهان جي لشڪر کي ڏسي ڏاڍو خوش ٿيو آهيان، مگر آفيسرن کي خبر هجي ته سندن ايمانداريءَ تي ڪو ڀروسو ڪونهي. رات انهيءَ ڪري مون کي پنهنجو چوغو هڪڙيءَ گاڏيءَ واري وٽ ڀاڙي جي عيوض گروي رکڻو پيو، جنهنڪري آءٌ نهايت شرمندو ٿيس." سڀ ڪماني حيران ٿي ويا ۽ ڏاڍا لڄي ٿيا. انهيءَ کان پوءِ سڀيئي عملدار ڏاڍا خبردار ۽ ايماندار ٿيا ۽ انهيءَ نسبت ۾ اهڙو سڌارو ٿيو، جو انهيءَ قسم جي شڪايت وري ڪڏهن به ٻڌڻ ۾ نه آئي.

## (77) هڪڙو ننڍو نجومي

انگريزي مشهور شاعر ورڊسن ورٿ چيو آهي ته " ٻار ماڻهوءَ جو پيءُ آهي " ۽ ٻئي انگريزي شاعر ملٽن چيو آهي ته " ٻاراڻپ وهيءَ مان ماڻهوءَ جي اهڙي خبر ٿي پوي، جهڙي ڏينهن جي صبح مان ٿي پوي. هڪڙي پارسي شاعر به چيو آهي ته "سالي ڪه نکوست از بهارش پيداست" مگر اهي قول سچا ثابت نه ٿيا آهن. ڇا لاءِ جو اڪثر ڏسڻ ۾ ايندو آهي ته جهڙو ٻار ننڍي هوندي ڏسبو آهي، انهيءَ جي برخلاف وڏي هوندي ٿيو پوي. سواءِ ڪن خاص ذاتي خاصيتن ۽ لياقتن ۽ دل جي لاڙن جي. پيٽر گاسينڊي، جو هڪڙو وڏو فرينچ فيلسوف ۽ هيئت دان ۽ نجومي ٿي گذريو آهي، تنهنجي نسبت ۾ ڪيل هيٺينءَ ڳالهه مان سو ثابت ٿئي ٿو ته ٻار برابر ماڻهوءَ جو پيءُ آهي. ننڍي هوندي ئي هو تارن جي حرڪتن ڏي ڌيان ڏيندو هو. ستن ورهين جي عمر ۾ هو رات جو هنڌ مان نڪري ٻاهر وڃي اسمان ۾ چنڊ ۽ ٻين تارن کي ڏسندو هو. سڪول ۾ داخل ٿيڻ کان اڳيئي هن کي علم نجوم جي ايتري خبر هئي، جا ٻين رواجي ڇوڪرن کي نه هوندي هئي. هڪڙيءَ رات پيٽر ٻن ٽن پاڻ جيڏن سنگتين سان گڏ پئي گهميو ۽ چوڏهين جو چنڊ به مٿي آسمان ۾ پئي چمڪيو ۽ سنها سنها ڪڪر به هوا جي زور تي مٿي پئي هليا ته هنن جو پاڻ ۾ اهو بحث هليو ته چنڊ ٿو هلي يا ڪڪر ٿا تڪا ڊوڙن هنن ٻين ڇوڪرن چيو ته ڪڪر بيٺا آهن ۽ چنڊ پيو هلي. ننڍڙي پيٽر چيو ته ائين ڪڏهن ناهي. چنڊ بيٺو آهي ۽ ڪڪر پيا هلن. اهو تڪرار هنن جي وچ ۾ گهڻي تائين هليو. جو سيئي هڪ راءِ نٿي ٿي سگهيا. آخر پيٽر پنهنجن سنگتين کي هڪڙي وڻ هيٺ وٺي وڃي بيهنو ۽ هنن کي تارين جي وٿين مان مٿي چنڊ ڏي نهارڻ لاءِ چيائين. ائين ڪرڻ سان هنن کي خاطري ٿي ته چنڊ هڪ هنڌ بيٺو آهي. نيٺ هو قبولدار ٿيا ته پاڻ غلط هئا ۽ پيٽر سچو هو. انهيءَ طرح پيٽر ترقي ڪندو ويو تان جو اٽيويهن ورهين جي عمر ۾ پروفيسر ٿيو. گهڻي محنت ڪرڻ ڪري هن پنهنجين اکين کي سو نقصان رسايو باقي نالو اهڙو ڪڍيائين. جو گاليليو کان پوءِ ٻئي درجي جو نجومي شمار ٿيڻ لڳو.

## (78) حڪيم ديوجانس ۽ غلام

ڊايو جنيز هڪڙو مشهور يوناني حڪيم ٿي گذريو آهي، جو سنڪ فرقي جو باني سمجهيل آهي. ۽ انهن کي اهو نالو انهيءَ ڪري مليو آهي، جو ڳالهائڻ ۾ هو

اهڙو ڪهرو طرز ونندا هئا، جهڙو ڪتا ونندا آهن، جي پاڻ وڙهڻ مهل گريندا آهن. انهيءَ حڪيم ڪي پارسي ڪتابن ۾ بہ ديوجانس ڪلبي ڪري لکندا آهن. اهي حياتيءَ جي سک ۽ آسائش کان نفرت ڪندا آهن ۽ ڏاڍين رياضتن ۾ گذاريندا آهن. اهو حڪيم تتي ڏينهن جو اٿينس شهر جي گهٽين ۾ پيرين اگهاڙو ۽ ڦاٽلن ڪپڙن ۾ گهمندو وتندو هو. ڏاڙهي ڌگهي هوندي هيس ۽ ڳوٺري ڪلهي ۾، ۽ رات جو هڪڙي پيپ ۾ گهڙي سمهي رهندو هو. هو ماني پنّي ڪائيندو هو تہ ٻيا چڙٻون ڏينس ۽ بي آبرو ڪنس ۽ مينهن پوڻ وقت ماڻهن جي گهرن جي نارن ۽ ڇڄن هيٺ وڃي ويهندو هو تہ پڇي خراب ٿئي ۽ سياري ۾ برف جي ڇپن ڪي ڀاڪر وجهندو هو تہ ماڻهو ڄاڻن تہ هوسيءَ جي پرواهہ ڪونہ ٿو ڪري. هڪڙي ڀيري، ڏينهن ڏٺي جو، ماڻهن هن کي شمعدان هٿ ۾ کڻي ويندو ڏٺو. پڇيائونس تہ ” ڇا ٿو ڳولين؟“ ورندي ڏنائين تہ ” ماڻهو ٿو ڳوليان.“ انهيءَ طرح گهمندو، خيرات واري مڪان جي سامهون آيو. اتي در وٽ هڪڙو بزرگ بيٺل ڏٺائين، انهيءَ کي چيائين تہ ” مون تي رحم ڪر ۽ ڪا خيرات ڏيار، تہ پيريءَ ۽ مفلسيءَ ۾ مون کي مدد اچي.“ هن چيس تہ ” ابا، منهنجي دعا توکي بس آهي، ٻي خيرات ڇا ڪندين؟“ ائين چئي، هو انهيءَ مڪان ۾ گهڙي ويو. اهو حڪيم وري اڳتي هليو ۽ بازار ۾ انهيءَ هنڌ آيو جتي هار ۽ پڪار ۽ سرهائيون وڪري لاءِ رکيون هيون. هڪڙي دولتمند ۽ چڱيءَ پوشاڪ واري زال خريداري ڪري نڪتي، تہ ديوجانس مخاطب ٿي چيس تہ ” ٻيبي، تون هيترين اجاين شين تي پئسا پيئي خرچين، مون تي ڪو قياس نٿين ڪري، جو بک ۾ پيو مران؟“ زال چيس تہ ”مون کي توتي گهٽو قياس اچي ٿو. هان، هي وٺ ۽ وڃي ماني وٺي کاءُ.“ائين چئي، هن کي هڪڙو پئسو اڇلائي ڏنائين ۽ جنهن دڪان واري کان سامان خريد ڪيو هئائين، تنهن کي ٻارنهن رپيا هڪڙا ڏنائين، جي فقط هڪڙي ڪتي جي پٽي جو ملهہ هو ۽ ٻئي سامان لاءِ انهيءَ کان سواءِ. فيلسوف وري اڳتي هليو تہ هڪڙو امير گاڏيءَ ۾ چڙهيل مليس. هن ڊوڙي وڃي گاڏيءَ جو در ورتو ۽ چوڻ لڳس تہ ” سائين ٻيهجو، منهنجو عرض ٻڌجو.“ پر امير دڙڪو ڏيئي چيس تہ ” پاسي ٿيءَ بيوقوف، تہ ڏک هٽي مغز نہ پڇي وڃهانءِ يا گهوڙي جي لتن ۾ نہ مرين پوين.“ هڪڙو غريب غلام انهيءَ وقت اتان ٿي لنگهيو، تنهن انهيءَ ٻڌي حڪيم ڪي گاڏيءَ جي در کان ڇڪي پاسي ڪيو ۽ هن کي هڪڙي پائي ڪڍي ڏنائين. تڏهن ديوجانس چيو تہ ” شڪرانو خدا جو تہ مون نيٺ ڪو ماڻهو تہ لڌو ۽ اهو بہ هڪ غلام.“ ائين چئي، شمعدان اجهائي هليو ويو.

## (79) وقت سر سخاوت

انگريزي شاعر ٿامسن، جنهن موسمن بابت ڪتاب لکيو آهي، سو گهڻي وسعت وارو نہ هو. جڏهن سندس نالو هوندو هو تڏهن بہ بعضي وقت ڏاڍو تنگ گذران هوندو هوس. جن ڏينهن ۾ اجا سندس مشهورائي ڪانہ هوندي هئي، انهن ڏينهن ۾ گهڻو قرض ڪنيو هئائين ۽ جڏهن سندس موسمن وارو ڪتاب ڇپيو، تڏهن هڪڙي قرض خواهہ پڪڙايس، جو انهيءَ چاتو تہ سندس ڪتاب جي ڇاپڻ وارو اهي پيسا ڀري ڏيندو. ڪُئن نالي ناٽڪي مسخري ڪي هن جي قيد جو ٻڌي، مٿس ڏاڍو قياس آيو. هنجو پوريءَ طرح واقف بہ نہ هو، تہ بہ هوجيل ۾ وٽس ويو. شاعر کي چيائين تہ " آءٌ ياڻيان ٿو تہ پنهنجي واقفيت ڪانهي. منهنجو نالو ڪُئن آهي." شاعر ورندي ڏنيس تہ " هن ڪان اڳي پنهنجي واقفيت ڪانهي، مگر مون ڪُئن جو نالو گهڻو ٻڌو آهي ۽ انهيءَ جي تعريف بہ مون ٻڌي آهي." پوءِ ڪُئن چيس تہ "جي اوهين اجازت ڏيو تہ اڄ رات جي ماني آءٌ اوهان سان گڏجي کاوان ۽ اوهان جي صحبت حاصل ڪريان. اها ماني مون هڪڙي ويجهي نانوائيءَ جي دڪان تي تيار ڪرائي آهي." ٿامسن اجازت ڏني ۽ ماني آئي. جڏهن هنن کائي بس ڪئي، تڏهن ڪُئن چيس تہ "هاڻ جنهن ڪم لاءِ آيو هوس، تنهنجو نيڪال ڪندس. مسٽر ٿامسن، آءٌ اوهان جو قرضي آهيان. اوهين مون کان هڪ سو پائونڊ لهڻو. اها رقم آءٌ هاڻ ڏيڻ آيو آهيان." شاعر کي ڏاڍو خفو لڳو. اهڙو ڪو قرض سجهيس ڪونہ ٿي. ڀانيائين تہ ڪُئن مسخري ڪري سندس ڪم بختيءَ جي وقت مٿس ٺٺولي ڪرڻ آيو آهي ۽ ائين هن کي چيائين. ڪُئن چيس تہ " آءٌ قسم سان ٿو چوان ۽ اوهان کي خاطري ٿو ڏيان تہ اهو منهنجو ارادو ڪونهي. اجهو هيءُ سو پائونڊن جو چيڪ. آءٌ چرچو نٿو ڪريان. باقي جيڪو اوهانجو قرض مون تي آهي. تنهنجي نسبت ۾ اوهان کي معلوم هجي، تہ انهيءَ ڏينهن مون اوهان جو موسمن وارو ڪتاب پئي پڙهيو. انهيءَ جي پڙهڻ مان مون کي ايتري لذت آئي ۽ ايتري خوشي حاصل ٿي، جو مون دل ۾ چيو تہ انهيءَ جو اجورو يا عيوضو ضرور ڏيڻ گهرجي ۽ انهيءَ جي شڪرگذاري ڪرڻ واجب آهي. پوءِ خيال ڪيم تہ مون وٽ هيتري دولت آهي، چو نہ وصيت نامو لکان ۽ انهيءَ ۾، جن ماڻهن جو مون تي احسان ۽ حق آهي. تن کي ٿورو ٿورو ڪري ورثو ورهائي ڏيان. ان موجب هڪ سؤ پائونڊ مون اوهان کي انهيءَ پڙهڻ جي خوشيءَ جي عيوض ورثي ۾ ڏنا آهن.

اج صبح جو مون ٻڌو تہ ڪنهن قرض جي ڪري اوهين جيل ۾ پيا آهيو. تڏهن چيم تہ چو نہ اهو اوهان جو حصو اوهان کي هاڻي ئي پهچائي ڏيان تہ اوهان کي وقت سر ڪم اچي ۽ چو پوءِ وصيت جي تعميل ڪرڻ وارن جي حوالي ڪريا. جڏهن شايد انهيءَ جي اوهان کي ضرورت ئي ڪانہ هوندي؟" ههڙيءَ حالت ۾ شاعر گهڻيءَ خوشيءَ سان اها بخشش قبول ڪيس ۽ قرض خواهن کي پيسا ڏيئي، پنهنجي جند آزاد ڪيائين.

## (80) گروي ڇڏائڻ

هڪڙي ڀيري وارين مير بحر تي، آمريڪا ۾ خون جي تهمت آئي، جنهنڪري هن کي عدالت جي ڪورٽ ۾ وٺي آيا. انهيءَ وقت ڪورٽ آرڙهہ جي ڏينهن جي تعطيل ڪري بند ٿيڻ تي هئي، تنهنڪري ضامن نہ ڏيڻ ڪري، هن کي اهو تعطيل جو سارو عرصو قيد ۾ رهڻو پوي ها. هن حاضرماڻهن کي گهڻيون منٿون ڪيون تہ منهنجو ڪو ضامن پوي، آءٌ پورهيت ماڻهو آهيان. ٻجي ڪين ويندس. ڪورٽ کلڻ تي اچي حاضر ٿيندس. انهيءَ لاءِ آءٌ قسم بہ ٿو کڻان ۽ پڪو انجام ٿو ڪريان. آخر انهن ماڻهن مان هڪڙو پيسي وارو شخص نڪري آيو. سندس دوستن گهڻوئي روڪيس ۽ سمجهاياائونس تہ غير واقف ماڻهوءَ جي ههڙي جوابداري سر تي نہ کڻ، تہ بہ هو رهيو ڪين. هن تي ايترو قياس آيس، جو ڏهہ هزارن ڊالرن ۾ وچي هنجو ضامن پيو. مير بحر کي تہ ڇڏي ڏنائون ۽ هو اچي گهر نڪتو. ڪن مهينن کان پوءِ حاضريءَ جو وقت اچي پهتو. نهرايل تاريخ ۾ ڏينهن جو اچي صبح ٿيو پر قيديءَ جو پتو ڪونہ پيو. جيڪي ماڻهو اچي گڏ ٿيا هئا، تن سڀني چاتو تہ هو ڀڄي ويو، حاضر ڪين ٿيندو. پر ضامن بلڪل نااميد نہ ٿيو. پڪ هيس تہ هو ضرور ايندو. بہ پهر ٿي ويا ۽ شام اچي ويجهي ٿي، تہ بہ هو پيدا نہ ٿيو. ڪورٽ ڪيس مهل رکڻ تي ۽ بند ٿيڻ تي هئي تہ اوچتو پري کان آواز ٻڌڻ ۾ آيو ۽ اهو مير بحر ٻچڙي حال ۾، اُس ۾ سڙيل منهن ۽ رهڙيلن هٿن سان چپ ڪورٽ ۾ گهڙي آيو ۽ فرش تي سنئون سڌو ٿي ڪري پيو. سندس ضامن وچي ڊوڙي ياڪر وڌس، جيئن ڪو پنهنجي گم ٿيل يا ورهين جي وڇڙيل ياءُ کي ياڪر وجهي گڏجي، هنجو حال ٻڌي اکين ۾ پاڻي اچي ويس. هو ڪنهن پرانهين ڳوٺ کان هليو هو ۽ ڀيريءَ ۾ سوار ٿي چڙهيو هو، پر تانگهي پاڻيءَ ۾ ڀيڙيءَ جي گپڻ ڪري هن ڄاتو تہ آءٌ وقت تي پهچي نہ سگهندس. تنهنڪري ڀيڙيءَ کي ڇڏي، ٻيلي مان هڪڙو بندهہ هٿ ڪري، ڪهاڙيءَ سان انهيءَ کي وري پورو

ڪري، هڪڙو ڳن ناهي، انهيءَ کي نديءَ ۾ وجهي اٿي هليو ۽ تيرهن سؤ ميل ڪري، ڪن ڏينهن ڪان پوءِ اچي پهتو هو. سيئي هن جو حال ٻڌي ۽ هن جي سچائي ڏسي حيران ٿي ويا. آخرجوريءَ هن کي ڇڏي ڏيڻ جو رايو ڏنو ۽ جج به ان موجب فتويٰ ڏني ۽ هو ڇٽي ويو.

## (81) اسراري خط

هڪڙي آچر جي ڏينهن صبح جو هڪڙو پادري هميشه وانگي وعظ ڪرڻ لاءِ ابردين جي شهر ۾ منبر تي وڃي چڙهيو. بائيبل کوليائين ته انهيءَ ۾ هڪڙو ويڙهيل ڪاغذ ڏٺائين. ڄاتائين ته ننڍي پادريءَ سندس يادگيريءَ ۽ واقفيت لاءِ وڌو آهي. دعا گهري، ڪم شروع ڪرڻ ڪان اڳي، هو اهو ڪاغذ وڏي سڏ پڙهڻ لڳو. اوچتو بس ڪيائين ۽ سندس منهن جو رنگ ڦري ڦڪو ٿي ويو ۽ وعظ ڪرڻ بند ڪري ڇڏيائين. ماڻهو حيران ٿيا ته ڪهڙي ڳالهه آهي. جڏهن سڀ هليا ويا، تڏهن ٻن ٽن ڄڻن پڇيس ته ڪهڙو سبب آهي. هن جواب ڪونه ڏنو، پر نڪري ڪوٺيءَ ۾ هليو ويو. انهيءَ خط ۾ هيٺن لکيل هو: "ڪالهه شام جو آءٌ ابردين مان ٿي موٽيس ته ڳوٺ جو ننڍو پادري ۽ سندس زبردست مون کي اچي رستي ۾ مليا. انهن مون کي ماري ۽ ڦري منهنجي لاش ڊي نديءَ ۾ اڇلائي ڇڏي." ڪاغذ تي هيٺان هڪڙي گهورڙئي جي صحيح هئي، جو انهيءَ هنڌ مشهور هو ۽ سامان وڪڻندو وتندو هو. اهو اڪثر انهيءَ ننڍي پادريءَ وٽ رهندو هو جو ڳوٺ ۾ هڪڙو مسافر خانو به رکندو هو. ماني کائي، انهيءَ واقعي تي ويچار ڪري، هو بائيبل کڻي، هڪڙي مئجسٽريٽ کي اها ڳالهه ٻڌائڻ هليو. اهو ويڙهيل ڪاغذ هن انهيءَ مئجسٽريٽ کي پڙهڻ لاءِ ڏنو. مئجسٽريٽ کولي ڏسي ته اهو ڪاغذ ڪورو آهي، ۽ متس ڪي به اکر لکيل ناهن. پادري اهو حال ڏسي موڳو ٿي ويو ۽مئجسٽريٽ ڀانيو ته پادري هوش ۾ ناهي يا خواب ٿو لهي. پادري جڏهن سامت ۾ آيو، تڏهن خاطري ڏنائينس ته آءٌ پوري هوش ۾ آهيان ۽ خواب نه ٿو لهان، آءٌ جيڪي چوان ٿو سو سچ ٿو چوان. آخر هنن ٻنهي پاڻ ۾ صلاح ڪئي ته خانگي طرح انهيءَ گهورڙئي جي پڇا ڪجي. گهڻي پڇا ۽ ڳولا ڪيائون، پر انهيءَ جو ڪو پتو ڪونه پيو. مئجسٽريٽ ارادو ڪيو ته ننڍي پادريءَ ۽ سندس زبردست کي ڏار ڏار سڏي پڇي ته انهيءَ گم ٿيل گهورڙئي جي ڪا خبر اٿن يا نه ۽ ڇا ٿا چون. پر ائين ڪرڻ سان به هنجو پتو ڪونه پيو. اتفاق سان، انهيءَ وقت ڪي مهاڻا مڇيءَ مارڻ وارا، انهيءَ

گهورڙئي جو لاش ڪٽي ڳوٺ ۾ آيا، جا هنن ڍي نديءَ مان لڌي هئي ۽ جنهن تي ڏڪن ۽ زخمن جا نشان هئا. لاش جي ڪپي پوريل هٿ ۾ هڪڙو بٽڻ هو جو ننڍي پادريءَ جي زبردست جي ڪوٽ ۾ پيلن بٽڻن جهڙو هو ۽ جن مان هڪڙو ڪتل هو. جاچ سان معلوم ٿيو تہ شايد هٿين پوندي، فوتيءَ اهو بٽڻ ڇني ورتو آهي ۽ مئي ڪان پوءِ بہ اهو سندس پوريل هٿ ۾ رهجي ويو آهي. هيءَ ثابتي ڏسي، لاچار انهن ٻنهي خونين اهو ڏوهہ قبول ڪيو ۽ مقدمي هلڻ ڪان پوءِ، هنن کي موت جي سزا ملي، انهيءَ کان پوءِ ايترو بہ معلوم ٿيو تہ وڏي پادريءَ جو خانگي نوڪر انهيءَ رات ڳوٺ جي ويجهوبهراڙيءَ ۾ ويل هو ۽ انهيءَ اهو خون اکين سان ڏٺو هو. هن اهي ماڻهو سڃاتا هئا. پر ڊڄنو هو، تنهنڪري پاڻ کي لڪائي ڇڏيائين ۽ فوتيءَ کي ڪا بہ مدد ڪانہ ڏنائين. جڏهن گهر موٽي آيو، تڏهن ساري رات بي آراميءَ ۾ گذاريائين ۽ اندر ۾ جڪ پئي لڳس تہ اهڙو ڏوهہ لڪائڻ نہ گهرجي، پر خون جهڙي ڪيس ۾ شاهد ٿيڻ ڪان پئي ڊنو. گهڻي خيال ۽ دل هٽڻ ڪان پوءِ ، هن اهو ڪاغذ لکي ڪٽي بائيبل ۾ وڌو هو تہ پادري صاحب ڏسي. پادري اڃا ديول ۾ مس ويو هو تہ انهيءَ، سندس نوڪر، پڇتايو ۽ دل ۾ چيائين تہ ناحق اهو ڪاغذ لکيم. شايد متهنجا اکر سڃاپي پون ۽ ڪيس ۾ هيو شاهد ڪونهي ۽ ڏوهہ ثابت نہ ٿئي يا منجهس ڪو شڪ پوي. تنهنڪري، جڏهن پادري صاحب ماني کائڻ وينو، تڏهن هن وجهہ ڏسي بائيبل مان اهو ڪاغذ ڪڍي، هيو ڪورو ڪاغذ انهيءَ جي جاءِ تي وجهي ڇڏيو. جڏهن موت جي سزا اڃي ويٺي ۽ خوني ڦاسيءَ آيا، تڏهن اهو اسرار ظاهر ٿيو ۽ انهيءَ اسراري خط جي حقيقت معلوم ٿي.

## (82) هڪڙي شاعر جي ويڙهہ

يَنگ شاعر مشهور ٿي گذريو آهي. اهو هڪڙي ڏينهن ڪن ليڊين سان گڏ ٽيمس نديءَ تي هڪڙيءَ ٻيڙيءَ تي چڙهي، هوا خوريءَ لاءِ پئي. ويو ۽ ليڊين کي خوش ڪرڻ لاءِ بانسري پئي وڄايائين. سندن پٺيان هڪڙي ٻي ٻيڙي ٿي آئي، جنهن ۾ ڪي جنگي آفيسر ويٺل هئا. جڏهن هنن جي ٻيڙي ويجهي آئي تڏهن شاعر بانسري وڄائڻ ڪٽي بند ڪئي. هڪڙي آفيسر چيس تہ " بانسري چو ڪٽي ڪيسي ۾ وڌي اٿيئي؟" هن چيو تہ " پنهنجي خوش ڪرڻ لاءِ وڄايم ٿي ۽ وري بہ پنهنجي مرضيءَ تي بند ڪري ڇڏيم." آفيسر کي چڙ لڳي، تنهن چيس تہ "جي بانسري ڪڍي نہ وڄائيندين، تہ آءٌ ٽپي انهيءَ ٻيڙيءَ ۾ اچي، ڪٽي پاڻيءَ ۾ اڇلي ڇڏيندوسئين." شاعر

کي ڏپ ٿيو ته متان جهيڙو ٿي پوي ۽ ليڊيون ڏڄن. تنهنڪري صبر ڪري، بيعزتي سهي، سور پي ويو ۽ بانسري ڪڍي وري وڄائڻ لڳو ۽ جيسين هنن جي ہيڙي لڳي هلي، تيسين پئي وڄايائين. انهيءَ ڏينهن شام جو شاعر انهيءَ ساڳئي آفيسر کي لنڊن جي شهر ۾ هڪڙي هنڌ اڪيلو گهمندو ڏٺو. وٽس وڃي، آرام سان چيائينس ته "اڄ صبح جو ليڊين کي ڏپ ۽ تڪليف کان بچائڻ لاءِ مون صبر ڪري تنهنجو حڪم مڃيو هو. پر توکي خبر هجي ته جهڙي بهادري جنگي پوشاڪ هيٺ رهي سگهي ٿي اهڙي رواجي ڪاري ڪوٽ هيٺ به رهي سگهي ٿي. سڀاڻي صبح جو هن هنڌ تون مون کي اچي گڏجئين. جو پاڻ ۾ وڙهنداسين ہيو ڪوسنگتي ڪونه آڻينداسين. جو جهيڙو فقط پاڻ ہن جي وچ ۾ آهي. ترارين سان وڙهنداسين." آفيسر اها ڳالهه قبول ڪئي. ٻئي ڏينهن صبح جو ٺهرايل وقت ۽ جاءِ تي ٻئي ويڙهه ڪرڻ وارا اچي گڏيا. پر جڏهن آفيسر سنيري وڙهڻ لاءِ پنهنجي جاءِ وٺي ٿي بيٺو، انهيءَ مهل شاعر اوچتو تپاچو ڪڍي ڏانهس ڪيو. آفيسر چيو ته " هي ڇا، تون مون کي خون ڪرڻ ٿو گهرين ڇا؟" شاعر چيس ته " نه ، منهنجي اڳيان اڪيلو بيهي نچ ته ڇڏيائين، نه ته تپاچو هٽي ماري وجهندوسئين." انهيءَ تي پاڻ ۾ ٿورو تڪرار ڪيائون، پر جڏهن شاعر نه مڙيو تڏهن .آفيسر کي لاچار ٿيو بيهي ٿوري تائين نچڻ لڳو. جڏهن بس ڪيائين، تڏهن شاعر چيس ته " ڪالهه تو منهنجيءَ مرضيءَ جي برخلاف زور ڪري مون کان بانسري وڄارائي. اڄ، مون تنهنجيءَ مرضيءَ جي برخلاف ڪري، زور ڪري تو کي نچايو. هاڻ ٻئي مٽ ٿياسين. اڳتي جيئن تنهنجي مرضي هجي تيئن ڪريون. آفيسر شرمندو ٿيو ۽ هٿ ڏيئي هن کي گڏيو ۽ هن کان معافي گهريائين انهيءَ ڏينهن کان وٺي هو ٻئي گهاٽا يار ٿي پيا.

## (83) ڊيوڪ ۽ واپاري مسافر

واٽرلو جي مشهور جنگ هلندي، وچ ۾ جيڪا پاءُ ڪلاڪ کن جي ساهي ملي ۽ جنهن ۾ ڊيوڪ آف ويلنگٽن پنهنجا سڀ ايڊيڪانگ هڪڙي نه ٻئي پاسي ضروري ڪمن لاءِ موڪلي ڏنا هئا، تنهن ۾ هن کي اوچتو هڪڙو ضروري ڪم ياد پيو. پر پاڻ اڪيلو هو ۽ ہيو ماڻهو ويجهو ڪونه هو. پاڻ دوربينيءَ ڪٽي لشڪر جي ڪارگذاري پئي ڏٺائين. ڪيمپ واري لشڪر کي ڏٺائين ته هڪڙي حرڪت بازي سٽي اٿن، جا جيڪڏهن بروقت نه روڪبي ته نيٺ خود سندس لشڪر کي شڪست ايندي. پر ڪو به

آفيسر ڪونہ هو. جنهن کي سمجهائي حڪم ڏيئي روانو ڪري. انهيءَ وقت گهوڙي تي چڙهي ئي، پري کان هڪڙو گهوڙي سوار ڏٺائين. جنهن کي هڪڙي عجيب قسم جي پوشاڪ پيئي هئي ۽ جنهن فرحت سان پري کان بيٺي جنگ جو تماشو ڏٺو. ڊيوڪ اشارو ڏيئي سڏي پُڇيس تہ "تون ڪير آهين ۽ اتي ڇو بيٺو آهين ۽ ڪهڙيءَ طرح صفون لنگهي اتي آيو آهين؟" هن چيو تہ " آءٌ واپاري مسافر آهيان ۽ برمنگهام جي بٽڻن واري ڪارخاني جي طرفان بٽڻن جا نمونا کڻي، بروسيلس ۾ ڊيڪارڻ ويو هوس . بندوق جا آواز ٻڌي، هيڏي لڙي پيس. هميشہ ڪنهن جنگ ڏسڻ جي دل ۾ خواهش رهندي هيم. تنهنڪري هڪدم هڪڙو گهوڙو ياڙي ڪري، شهر مان نڪري، هت جنگ جي ميدان جي نزديڪ آيس ۽ هيستائين پهچڻ ۾ ڏاڍي مشڪلات ڏٺي اٿم. هتان البت جنگ جو چڱو نظارو معلوم ٿو ٿئي." ڊيوڪ هن جو سنئون سڌو جواب ٻڌي، ڏاڍو خوش ٿيو ۽ ارادو ڪيائين تہ هن جي همت ۽ هوش جو فائدو وٺي. چيائنيس تہ " تون مزي جهڙو انسان آهين. توکي سپاهي ٿيڻ گهرجي ها. جي تو کي ڪو وجهہ ڏيان، تہ پنهنجي ديس جي لاءِ ڪا خدمت ڪندين؟" هن چيو تہ " ڇو نہ سائين؟" ڊيوڪ چيو تہ " ڪو ضروري پيغام ڏيئين، تہ وڃي پهچائيندين؟" هن چيو تہ "سائين، گهڻيءَ خوشيءَ سان بلڪ انهيءَ کي آءٌ حياتيءَ جو فخر سمجهندس." تڏهن ڊيوڪ دوربينيءَ هٿ ۾ ڏيئي چيس تہ " ڏس،هو لشڪر ڪوڙو ڏيک ڪري، ٺڳيءَ جي ارادي سان هوڏي ٿو وڃي. مون سان هتي لڪڻ جو سامان ڪونهي. تنهنڪري جيڪو زباني پيغام آءٌ ٿو ڏيان، سو وڃي پهچاءِ پوءِ جيڪي ڪرڻو هو، سو پوريءَ طرح مختصر لفظن ۾ سمجهايائين ۽ اهو بہ ٿي ٻيرا هن کان جوائي ٻڌائين تہ متان ڪا ڇُڪ ڪري. پوءِ پڇاڙيءَ ۾ هيئن چيائينس تہ " ڪيمپٽ کي چئج تہ جي تون اهڙو رستو پيو وٺندين، تہ سگهوئي اسان کي دشمن جي هٿان شڪست ڏياريندين." هيءَ حڪم ٻڌڻ شرط، هو واپاري مسافر گهوڙو ڊوڙائي لشڪر ڏي هليو ۽ سگهوئي جنگ جي دونهين ۾ گم ٿي ويو. ڪن ٿورن منٽن کان پوءِ" ڊيوڪ دوربينيءَ انهيءَ پاسي ڪري، ڏسي چيو تہ "هاڻي حرڪت ڪانهي. ڪيمپٽ پنهنجي ڀل معلوم ڪئي آهي ۽ ڦري سنئون رستو ورتو اٿس. هن کي منهنجو پيغام رسيو آهي. ڇا لاءِ جو جيئن مون چيو ٿي، ائين ئي ڪيو اٿس. بٽڻن واري کي آفرين آهي." انهيءَ ڏينهن کان پوءِ ، ڊيوڪ هميشہ چوندو هو تہ جي ڪيمپٽ پنهنجو پهريون رستو وٺي ها. تہ ضرور اسان کي شڪست اچي ها. انهيءَ بٽڻن واري

کي انعام ڏيڻ لاءِ هن جي ڳولا ڪرايائين، پر پتو ڪونہ پيس. ڳهٽن ورهين کان پوءِ، اوچتو هن جو پتو پيس. هڪدم انهيءَ جي لاءِ انگلينڊ جي الهندي واري ڀاڱي ۾ هن کي هڪڙو ٠ڏ، سرڪاري عهدو ورائي ڏنائين.

## (84) عاقبت بخير

هڪڙي مسافرن جي گاڏي هڪڙي وڏي شهر ڏي ٿي ويئي. وندر ڪرڻ ۽ وقت گذارڻ لاءِ جيڪي مسافر چڙهيل هئا، سي چورن ۽ ڌاڙيلن جون ڳالهيون ڪرڻ لڳا. جن انهيءَ ساڳئي رستي تي ماڻهن کي پئي ڦريو. هڪبئي کان پئي پڇيائون تہ "جي برتقدير ڪي چور اسان تي بہ ڪاهي اچن، تہ پوءِ جيڪر ڇا ڪريون؟" هڪڙي جوان ليڊيءَ، جا منجهن هئي تنهن صاف دليءَ سان چيو تہ "جيتوڻيڪ منهنجي ساري ملڪيت مون سان آهي ۽ ٻن سون پائونڊن جا نوٽ مون سان آهن، تہ بہ اهي چورن کي هٿ اچي نہ سگهندا، ڇا لاءِ جو اهي مون جورابن جي اندران وجهي ڇڏيا آهن." اجا ٿورو اڳيرو هليا، تہ سچ پچ ڪن چورن اچي گاڏي بيهاري ۽ جيڪي انهيءَ ۾ چڙهيل هئا، تن کي حڪم ڪيائون تہ "پنهنجو پنهنجو مال ڏيو." جيڪي ٿورا پيسا هنن جي کيسي ۾ هئا، سي هنن وٺي هٿ ڪيا، پر اهي تمام ٿورا هئا، تنهنڪري راضي نہ ٿيا ۽ چوڻ لڳا تہ "جي اوهان سيني مان اسان کي هڪ سو پائونڊ هڪدم نہ ملندا، تہ هڪ هڪ جي سخت تلاشي وٺنداسين ۽ پوءِ جيڪي لهنداسين، سو سڀ تہ نينداسين، بلڪ خوب سزا بہ ڏينداسين." جڏهن سڀ ماٺ ڪري ويٺا هئا ۽ چورن پنهنجي ڏنل دڙڪي جي تعميل شروع ٿي ڪئي، تڏهن هڪ ٻڍو مسافر، جو گاڏيءَ جي هڪڙيءَ ڪنڊ ۾ ويٺو هو ۽ جنهن هيستائين هڪڙو اکر بہ ڪونہ ڳالهايو هو، تنهن چورن کي چيو "جي اوهين فقط هن ليڊيءَ جي جتي لهرائيندو ۽ جورا ڇڪاسيندءَ تہ جيڪا رقم گهرو ٿا، تنهنجي ٻيڻ کان بہ وڌيڪ اوهان کي ملندي." چورن هن جي ڏس تي ائين ئي ڪيو ۽ سڀ نوٽ هٿ ڪري پٺي ويا. جڏهن وري گاڏي هلڻ لڳي، تڏهن سيئي ماڻهو انهيءَ ٻڍي کي جٽ ڦٽ ڪرڻ لڳا، بلڪ ڪيس گاڏيءَ مان اڇلي ڇڏڻ جو بہ دڙڪو ڏنائونس. هن جوان ليڊيءَ کي پنهنجي مال وڃڻ جو ڏاڍو ڏک ٿيو پر ٻڍو بي پرواهہ ٿيو ويٺو هو رڳو ايترو پئي چيائين تہ "سڀ ڪنهن کي پنهنجي فڪر ڪرڻ جو حق آهي." جڏهن شام جي وقت گاڏي شهر ۾ پهتي، تڏهن سيني کان اڳي اهو ٻڍو کسڪي نڪري ويو، تہ متان پوءِ ٻين کي ڪانئس ور وٺڻ جو وجهہ ملي. جوان ليڊيءَ اها رات ڏاڍي ڏک ۽ پشيمانيءَ ۾ گذاري. پر جڏهن صبح ٿيو، تڏهن حيران ٿي وئي،

جو اوچتو ئي اوچتو چار سوَ پائونڊ بہ ۽ هڪڙي خوبصورت ڦٽي ۽ هڪڙو خط بہ مليس، جنهن جو مضمون هيءُ هو . ” مئڊم ، جنهن ماڻهوءَ تي ڪالهہ تون ڏاڍي ڪاوڙي هئينءَ، سو تو کي تنهنجي چورايل رقم ڪان بيٺي، هن خط سان گڏ موڪلي ٿو ۽ اوتري ملهہ جي هڪڙي ڦٽي بہ موڪلي ٿو. مون کي افسوس آهي تہ لاچاريءَ ڪان مون توکي تڪليف ڏني، پر حقيقت هيءَ آهي تہ آءٌ تازو هندستان کان موٽيو آهيان، جتي ڏهہ ورهيہ پئي ڪم ڪيم. ٽيهہ هزار پائونڊ اُتي مون ڪمايا هئا، انهن جو هنڊيون ڪالهہ منهنجي کيسي ۾ هيون. منهنجي مرضي نہ هئي تہ اهي ڦرائي، فقير ٿي، وري هندستان ڏي وڃان، تنهنڪري مون کي پنهنجي مٿان بلا ٽارڻ لاءِ چورن کي تنهنجو ڏس ڏنو. تنهنڪري تون مون کي معافي ڏجئين ۽ هيءُ تحفو قبول ڪجئين“ ليڊي اهو وٺي ڏاڍي خوش ٿي. اگرچہ جيڪا تڪليف رسي هيس، تنهنجو سمورو قصور هن شخص تان لاهي نہ سگهي. هن ويچاريءَ جي سموري ملڪيت بہ سؤ پائونڊ هئي، تنهنجي ڦرجي وڃڻ ڪري هن کي ايترو ڏک ۽ درد ٿيو هوندو جيترو هن ٻڍي کي ٽيهن هزارن پائونڊن جي ڦرجي وڃڻ ڪان ٿئي ها ۽ انهيءَ ليڊيءَ جي ڦرجڻ وقت هن کي پڪ بہ نہ هوندي، تہ ڪا سندس رقم بچي ويندي ۽ هو انهيءَ ليڊيءَ جو نقصان پري ڏيئي سگهندو.

## (٤٥) پاسداريءَ سان انصاف

سمرنہ جي دڪاندار جو هڪڙو پٽ هوندو هو جو ٿورو گهڻو پڙهي، شهر جي قاضيءَ جو نائب وڃي ٿيو. هن تي اهو ڪم رکيل هو تہ شهرن جون سڀ بازارون وڃي گهمي ۽ ساهميون تورا ۽ ماڻ چڪاسي ڏسي هڪڙي ڏينهن انهيءَ پنهنجي فرض ادا ڪندي، هو پنهنجي پيءُ جي دڪان تي آيو. پٽس نڳ واپاري هو ۽ گهٽ تور ۽ ماپ ڏيندو هو. پاڙي وارا سمجهائيندا هئس تہ اهي پنهنجا ڪوڙا ماپا ۽ تورا لڪائي ڇڏ ۽ ٻيا رک ، متان سرڪاري چڪاس ۾ کوٽا نڪري پون. پر هو انهن جي ڳالهہ تي فقط کلندو هو ۽ چاڻندو هو تہ چڪاس وارو منهنجو پٽ آهي، منهنجا عيب ظاهر نہ ڪندو ۽ مون کي خلق ۾ خوار ۽ بي آبرو نہ ڪندو. قاضيءَ جو نائب پاسداريءَ ڪرڻ وارو نہ هو. بلڪل انصاف پسند ماڻهو هو. انهيءَ کي پيءُ جي ڪپٽ ۽ ٺڳيءَ جو پڪو شڪ هو. تنهن ارادو ڪيو تہ هن جي اها دغابازي ظاهر ڪري ۽ سزا ڏياريس، جنهنڪري پاڻ بہ اڳتي ٺڳي ڪرڻ ڪان بچي ۽ ٻيا بہ سبق سکن. ان موجب هو پنهنجي پيءُ جي دڪان جي در تي بيهي چوڻ لڳو تہ ”پنهنجا تورا ۽ ماپا ڪڍي اچو تہ چڪاسيون.“ دڪاندار

حڪم جي تعميل ڪرڻ جي بدران، ڪلي مات ڪري ويهي رهيو. پٽس وري بہ اُٿين چيس، پر هن ٻڌي اڻ ٻڌي ڪئي. آخر هن پنهنجي پٽيوالن کي حڪم ڏنو تہ ”لنگهي وڃي، دڪان جي تلاشي وٺو.“ هو وڃي ڳولي، ڪوٺيون ساهميون تورا ۽ ماپا ڪڍي آيا. اهي نائب هڪدم چڪاسي، ٻجارائي ڇڏيا. پٽ جي اها حالت ڏسي، اهو دڪاندار ڏاڍو خفي ٿيو. اڃا بہ اها اميد هيس تہ اگرچہ هن مون کي خلق ۾ خوار ڪيو اهي، ـہ بہ ٻي سزا ڪانہ ڏيندو. پر هن اهڙي سخت سزا ڏنيس، جو جڻ تہ پيءُ کي سچاڻي ئي نٺو ۽ ڏاريو ماڻهو شمار ٿو ڪري. پنجاهہ رپيا ڏنڊ وڌائينس ۽ پنجاهہ ڇهبڪن جو سندس پيرن جي ترين تي هڻڻ جو حڪم ڏنائين. جڏهن حڪم جي تعميل ٿي رهي، تڏهن نائب قاضي هڪدم ٽپ ڏيئي، پنهنجي گهوڙي تان لهي پيو ۽ پيءُ جي پيرين پئي چوڻ لڳو تہ ”بابا سائين، مون اهو پنهنجي خدا جو، ۽ خدا جي رسول جو ۽ پنهنجي بادشاهہ جو ۽ پنهنجي ملڪ جو ۽ پنهنجي عهدي جو فرض ادا ڪيو آهي. هاڻي، آءٌ پٽ پائيءَ جو حق ادا ٿو ڪريان ۽ تعظيم ٿو ڏيان ۽ ادب سان معافي ٿو گهران. انصاف انڌو ٿيندو آهي. ۽ سچ ڪڙو ٿيندو آهي. اهو خدا جو اختيار زمين تي آهي. اهو پيءُ پٽ کي ڪين سڃاڻي. خدا ۽ خلق جا حق مائٽيءَ ڪان مٿي آهن . اوهان انصاف جا قانون ڀڳا ۽ سزا جوڳا ٿيؤ. اها سزا آءٌ نہ ڏيان ها، تہ ضرور ڪو ٻيو ڏئي ها. مون کي انهيءَ جو ڏک آهي تہ قسمت ۾ اها سزا منهنجي هٿان اوهان کي ملڻي هئي. اميد آهي تہ اڳتي اوهين ايمانداريءَ سان هلندؤ ۽ مون تي رنج نہ ٿيندؤ ۽ نہ مون کي ڪو عتاب ڏيندؤ، جو مون لاچار ائين ڪيو آهي.“ ائين چئي، پوءِ ٽپ ڏيئي گهوڙي تي چڙهي، اڳتي هليو ويو ۽ سڀ ماڻهو هن جي عدل ۽ انصاف جي تعريف ڪرڻ لڳا. جڏهن سلطان کي هن جي انهيءَ انصاف جي خبر پيئي، تڏهن هن کي قاضيءَ جو عهدو ڏنائين ۽ پوءِ چاڙهي مفتي ڪيائينس. جنهن جي عهدي تي رهي ساري ملڪ ۾ ڏاڍو نالو ڪڍيائين.

## (86) فقير ۽ چور

سچي بيابان ۽ ڏکين ٽڪرين جي وچ ۾ هڪڙو عابد ۽ زاهد درويش. ابن احمد نالي رهندو هو. هو هڪڙيءَ غار ۾ رهندو هو ۽ وڻن جون پاڙون ۽ جهنگلي ميوا کائي، گذران ڪندو هو ۽ جبل جي هڪڙي چشمي تان پاڻي پيئندو هو. هو هڪڙيءَ عاليشان مسجد جو ملو هوندو هو. ديني تعليم ڏيندو هو، پر ماڻهن جي بيديني ۽ بي انصافي ڏسي، هن کي اهڙي نفرت آئي، جو مسجد ڇڏي اچي جبل ۽ بيابان ۾ گوشہ نشين ٿيو

۽ دنيا کان تارڪ ٿي، زهد ۽ تقويٰ ۾ مشغول ٿيو. ٿورن ئي ورهين ۾ هن جي خدا پرستيءَ جي تعريف پکڙجي ويئي. خشڪساليءَ وقت هو پنهنجي حوض مان مسافرن ۽ واٽهڙن کي پاڻي پيئاريندو هو. ويا جي ڏينهن ۾ ويجهن ڳوٺن منجهہ وڃي، بيمارن جي خدمت چاڪري ڪندو هو. جي ڪٿي ڪي زخمي سجهندا هئس، تہ انهن جي مرهم پٽي ڪندو هو. ہي خلق تہ ڇڏيو پر جيڪي بدوي عرب ۽ چور هوندا هئا، تن جو بہ هن ۾ ڏاڍو اعتقاد هوندو هو ۽ اهي بہ هن جي حڪم پنيان قرمار ڇڏي ڏيندا هئا. عڪبہ نالي هڪڙو بدوي، چورن جي ٽوليءَ جو سردار هوندو هو. اهو ڏاڍو دولتمند هوندو هو ۽ گهڻا غلام هوندا هئس ۽ ہي ملڪيت بہ گهڻي هوندي هيس. اوچتو ابن احمد درويش جي پاڪ هلت هن حو ڏبان ڇڪيو ۽ هو پنهنجا ڏوهہ ياد ڪري، ڏاڍو پشيمان ٿيو. ارادو ڪيائين ـ جيئن هيستائين پنهنجن بڇڙن ڪمن ۽ ڏوهن جي ڪري نالو ڪڍيو اٿم، تيئن خداپرستيءَ ۽ عبادت جي ڪري مشهور ٿيان. انهيءَ ارادي سان هن ڳولي وڃي ابن احمد کي لڌو ۽ پنهنجو حال ڏنائينس ۽ پنهنجو ارادو ٻڌايائينس. چيائينس تہ "پنج سؤ تراريون منهنجي حڪم ۾ حاضر آهن ۽ بيشمار غلام منهنجي خدمت ۾ حاضر آهن گهڻي دولت ۽ ملڪيت اٿم. هاڻي، مون کي ڪا نصيحت ۽ هدايت ڪريو تہ ڪيئن منهنجي عاقبت موچاري ٿئي ۽ هن جان جو سک ۽ ڇوٽڪارو بہ حاصل ٿئي." فقير هن کي هڪڙي ءَ ويجهيءَ ٽڪريءَ وٽ وٺي ويو ۽ ٽي وڏا پهڻ، جي اتي پيا هئا، سي ڏيکاري چيائينس تہ " اهي زمين تان کڻي، هن ٽڪريءَ جي چوٽيءَ تائين مٿي چاڙهي آڻ." جڏهن عڪبہ اهي پهڻ کنيا، تڏهن مشڪلات سان چري ٿي سگهيو. چوٽيءَ تائين نيڻ تہ بلڪل ناممڪن هو چوڻ لڳو تہ سائين هيترو بار کڻي، آءٌ اوهان جي پنيان هلي نٿو سگهان. " فقير چيس تہ "ابا، تڏهن هڪڙو پهڻ کڻي اڇلائي ڇڏ. " چورن جي سردار ائين ڪيو. ٿوري هلڪائي معلوم ٿيس، مگر اڃا بہ هلڻ ڏکيو لڳس. وري بہ دانهن ڪرڻ لڳو تہ " سائين، اڃا بہ آءٌ هلي نٿو سگهان. اوهين بہ جيڪر ههڙي بار سان ٽڪريءَ تي چڙهي نہ سگهو." تڏهن فقير ٻئي پهڻ بہ اڇلائي ڇڏڻ لاءِ چيس. پوءِ بہ ٿوري تائين چڙهيو پر ڏاڍو ٿڪجي پيو ۽ مٿي چڙهڻ مشڪل ٿيس. تڏهن فقير ٽئين پهڻ اڇلائي ڇڏڻ لاءِ بہ چيس. پوءِ سگهوئي هو چڙهي وڃي چوٽيءَ تي پهتا. تڏهن درويش هن کي چيو تہ " ابا، ڏس هن دنيا جي بهتري حاصل ڪرڻ ۾ توکي ٽي وڏا بوجا روڪ ڪن ٿا. پهرين پنهنجي چورن جي ٽولي ڇڏي ڏي، پوءِ پنهنجا غلام آزاد ڪر ۽ پوءِ جيڪو قرمار جو مال گڏ ڪيو اٿيئي، سو اصل

مالڪن ۽ حقدارن کي موٽائي ڏي، هن چيو عڪبہ جي لاءِ هيٺ پيل پهڻ ڪٽي مٽي چوڻيءَ تائين نيڻ آسان ڪم آهي، مگر اجائي دولت حڪم ۽ خوشيءَ سان ڏيڻ آخرت جي سک ۽ چوٽڪاري تائين پهچڻ مشڪل آهي.“

## (87) انهيءَ کان بہ بهتر

جرمنيءَ جو شهنشاهہ جوزف بيون ويس بدلائي گهمڻ ۽ جاڪوڙن ڪيڻ جهڙن ڪمن ڪرڻ جو شوقين هوندو هو. سنہ1789ع ۾ ويس بدلائي، هو بروسيلس ۾ لاڪن واري پنهنجي محلات ۾ اچي ٽڪيو. هڪڙي ڏينهن صبح جو رواجي وڏو ڪوٽ ڍڪي، هڪڙيءَ رواجي گاڏيءَ ۾ چڙهي گهمڻ ويو. جڏهن شهر جي ٻاهران پهتو، تڏهن مينهن بہ اچي پهتو. مينهن وسندي، هڪڙو پيادو ماڻهو بہ ساڳئي رستي سان ٿي ويو، تنهن ڏانهنس اشارو ڪيو ۽ ڳالهائڻ جو ارادو ڏيکاريائين. تنهنڪري ويس بدليل شهنشاهہ بيهي رهيو. اهو شخص هڪڙو ٻيو بيلجين سپاهي هو. تنهن چيس تہ ” سائين، معاف ڪجو. منهنجي ڪا اوهان جي پاسي ۾ جاءِ ٿيندي؟ اوهان جي گاڏيءَ ۾ ٽن ٻين جي بہ جاءِ اٿين ٿي خالي پيئي آهي. منهنجي سرڪاري ڊريس پسڻ کان بچي پوندي، جو اها اڄ پهريون ئي ڀيرو ڍڪي اٿم.“ شهنشاهہ چيو تہ ”يار بيشڪ اچي ويهہ ۽ پوشاڪ بچاءِ. ڪيڏي گهمڻ ويو هئين؟“ چا؟ هن چيو تہ ”آءُ پنهنجي هڪڙي دوست کي ڏسڻ ويو هوس، جو شڪار گاهن جي نگهبانن مان هڪڙو آهي. انهيءَ وٽ ڏاڍو عمدو ناشتو ڪيم. وٽانئس موٽيو آهيان ۽ گهر ٿو وڃان.“ شهنشاهہ پڇيس تہ ”ڪهڙا ڪهڙا عمدا طعام کاڌءِ ؟“ هن چيو تہ ” يلا، اوهين ڏڪو هڻي ٻڌايو.“ شهنشاهہ چيو تہ ” آءُ ڪيئن چئي سگهندس؟ شايد ڪنهن قسم جو شوروو؟“ هن چيو تہ ” هائو، ڏاڍو عمدو شوروو هو. انهيءَ کان بہ بهتر؟“ شهنشاهہ چيو تہ ”انهيءَ کان بهتر تہ مون کي ٻي ڪاشيءِ خيال ۾ نٿي اچي سگهي.“ تڏهن سپاهيءَ هن جا پنا ٺپري چيو تہ ”سائين، هڪڙو ولايتي تتر جو هن شڪار گاهہ مان ماري آندو هو.“ شهنشاهہ چيو ”اهو ڏاڍو تلهو هوندو؟ “ سپاهيءَ چيو تہ ”ڪهڙي ڳالهہ ڪجي ! اهڙا قيمتي تتر هئي هنڌ ڪٿي تا لين؟“ جڏهن شهر کي ويجهو آيا ۽ مينهن بہ اجا بس نہ ڪئي هئي، تڏهن شهنشاهہ هن کان پڇيو تہ ”تون ڪٿي لهندين ؟“ هن گهٽيءَ جو نالو ٻڌايس، پرچيائينس تہ ”سائين، اوهان کي تڪليف ٿيندي، اوهان نهايت مهرباني تا ڪريو.“ شهنشاهہ چيو تہ ”مون کي بلڪل تڪليف ڪانہ ٿيندي.“ سپاهيءَ وري پڇيس تہ ”سائين، اوهين پنهنجو اسم شريف ۽ ٻيو پتو ٻڌائيندءُ ؟“ شهنشاهہ چيو

تہ "هاڻ ڏڪي هٽڻ لاءِ تنهنجو رارو آهي." سپاهيءَ چيو تہ پڪ آهي تہ "اوهين ڪي جنگي عملدار آهيو." شهنشاهہ چيو تہ "هائو." هن وري پڇيو تہ "ليفٽيننٽ؟" چيائين تہ "انهيءَ کان بهتر." هن وري پڇيو تہ "شايد ڪرنل ؟" چيائين تہ انهيءَ کان بہ بهتر." تڏهن سپاهيءَ ڊپ ۾ ادب کان هٽي، پر پرو ٿي چيوتہ "تڏهن جنرل؟" شهنشاهہ چيو تہ "انهيءَ کان بہ بهتر." هن چيو تہ " مار، تڏهن اوهين شهنشاهہ آهيو؟" چيائين تہ "ائين ئي آهي." گاڏيءَ ۾ ايتري جاءِ نہ هئي، جو هو گوڏا پيجي شهنشاهہ جي پيرن تي پوي. تڏهن ويچارو گستاخيءَ جي لاءِ عذر ڪرڻ ۽ معافي گهرڻ لڳو ۽ شهنشاهہ کي عرض ڪيائين تہ " گاڏي جهلي، مون کي لاهيو." شهنشاهہ چيس تہ " نہ، ائين ڪين ٿيندو. شاهي شڪار گاهہ جي تتر ڪاٽڻ کان پوءِ اهڙيءَ آسانيءَ سان ڪو مون کان تنهنجي جند ڇٽي سگهندي؟ انهيءَ هوندي بہ آءٌ توکي تنهنجي گهر جي در تي ڇڏيندس." جڏهن گاڏي اتي آئي، تڏهن هن کي لاهي ڇڏيائين.

## (88) انجام تي پورو رهڻ

گذريل صديءَ جي پڇاڙيءَ ڌاري، انگليند ۾ اهڙو بہ هو تہ فرينچ ڪاهي ايندا، تنهنڪري گلاسڪو شهر ۾ انهن سان وڙهڻ لاءِ هڪڙي پلٽڻ تيار ٿي هئي. انهن ۾ هڪڙي ٻيري اچي فساد ٿيو. جڏهن هنن کي سمجهايو ويو تہ ائين ڪرڻ سان هو هڪڙي وڏي ڏوهہ جا ڏوهاري ٿا ٿين، تڏهن انهن مان چار ڇٽا انهيءَ لاءِ تيار ٿيا تہ سڀني جي پاران هنن تي مقدمو هلي ۽ ڏوهہ ثابت ٿيڻ تي قاعدي موجب پلي تہ سزا ملي. انهيءَ ڪري انهن چئن سپاهين کي ايڊنبرگ جي قلعي ۾ ڪورٽ مارشل اڳيان حاضر ٿيڻ لاءِ وٺي آيا. هنن کي پڪ هئي تہ ڏوهہ ثابت ٿيندو ۽ موت جي سزا ملندين. اوڏي ويندي، انهن مان هڪڙي، ڪمانڊنگ آفيسر کي چيو تہ " مون کي هڪڙي ضروري ڪم جي نيڪال لاءِ مرڻ کان اڳي ڪنهن دوست کي گلاسڪو ۾ ڏسڻو آهي، پوءِ آءٌ خوشيءَ سان مرڻ لاءِ تيار رهندس." هن آفيسر کي عرض ڪيو تہ " مون کي ڪن ٿورن ڪلاڪن جي موڪل ڏيو تہ گلاسڪو مان ٿي. ڪم لاهي، ايڊنبرگ ۾ پهچڻ کان اڳي، اوهان کي اچي ملندس ۽ پوءِ قيد ٿي ٻين ٽن سان گڏ اوستائين هلندس. اوهان کي منهنجي ننڍي هوندي جي چال جي ۽ منهنجي خاندان جي خبر آهي تہ آءٌ انجام جو سچو آهيان ۽ پوري وقت تي اچي اوهان سان گڏبس ۽ اوهان سان گڏجي قلعي تائين هلندس." آفيسر کي اها ڳالهہ ڏاڍي ڏکي لڳي، مگر انهيءَ قيديءَ جي ايمانداريءَ جي بلڪل پڪ هيس، تنهنڪري هن کي موڪل ڏنائين. سپاهي

هڪدم گلاسڪو ڏي موٽيو ۽ رات جو اُتي وڃي پهتو. پنهنجو ڪم لاهي، پرهه ڦٽيءَ ڌاري وري اتان نڪتو. انهيءَ ڊپ کان ته متان ڪو شاهي رستي تي ڏسي ۽ جاٽي ته هي لشڪر مان ڀڄي نڪتو آهي متان پڪڙي ۽ روڪي، تنهنڪري هو جهنگ مان ورن وڪڙن وارو پيچرو ڏئي هليو. جنهنڪري گهڻو وقت لڳي ويس ۽ نهرايل وقت تي پهچي نه سگهيو. جڏهن آفيسر هين قيدين سان ايڊنبرگ ڪي ويجهو ويو، تڏهن ڏاڍي ڳڻتي ٿيڻ لڳيس. هو آهستي آهستي رڙهندو اڳتي هليو ته من هو اچي پهچي، پر هن جو نشان ئي ڏسڻ ۾ ڪونه آيو. نيٺ لاچار ٿي، وڏيڪ دير ڪرڻ کان سواءِ قلعي ڏانهن هلڻ لڳو. اتي پهچي، هن قيدي هين جي حوالي ڪيا. مگر اجا غير حاضر قيديءَ جي رپورٽ ڪانه ڪئي ويئي هئي ته اهو غير حاضر قيدي به سهڪندو ڊڄندو ، بڇڙي حال ۾ اندر لنگهي آيو. پوءِ چارئي قيدي ڪورٽ مارشل جي اڳيان حاضر ٿيا ۽ مٿن مقدمو هليو ۽ ڏوهه ثابت ٿيو. حڪم اهو مليو ته هنن کي بندوق سان نشان ڪري مارجي، پر پوءِ سرڪار اهو فيصلو ڪيو ته فقط هڪڙي کي مارجي ته ٻيا انهيءَ مان سبق سکن ۽ اڳتي خبردار رهن. حڪم ٿيو ته ڪُٺا وجهجن ۽ جنهن جو نالو نڪري، انهيءَ کي مارجي. ڪٺن وجهڻ ۾ نالو هڪڙي ٻئي قيديءَ جو نڪتو، جنهن کي بندوق سان ماريو ويو ۽ اهو قيدي جو انجام تي پورو رهيو هو، سو ۽ سندس ٻيا ٻه به سنگتي ڇٽي ويا.

## (89) پاءَ جي محبت

هلندڙ صديءَ جي شروع ۾، ايڊنبرگ جي ديسي لشڪر ۾ ست جوان ماڻهو جن مان ٻه پائر هئا، تن ٿوري عرصي جي موڪل ورتي. ته سياري جا ڏينهن هئا. سندن وطن هڪ سؤ ٽيهه ميل پري هو. هو پيادا انهيءَ پاسي روانا ٿيا. رستي ۾ هنن کي برف جي طوفان اچي ورايو، جو انهيءَ ملڪ ۾ سياري جي موسم ۾ عام آهي. سگهوئي رات پئجي ويئي ۽ هوا زور وٺندي ۽ برف تکي پوندي ويئي. طوفان جي زور کان هو فقط هڪ ئي کي ڏسي سوسگهيا ٿي، باقي هڪ ٻئي جو ڳالهائڻ ٻڌي نٿي سگهيا. متا هٽندا هليا ويا، پر سماءُ ڪونه ٿي پين ته ڪيڏي تا وڃون. آخر انهن مان هڪڙو هلندي برف جي وهڪري سان ٽڪرجي هڪڙي ڦوڙ ۾ ڪري پيو. ٻين کي انهيءَ جي گم ٿيڻ جو سماءُ ڪونه پيو ۽ اڳتي ڪرندا، جهرندا هليا ويا. سگهوئي انهيءَ کان پوءِ، ننڍو ڀاءُ به ٿڪجي ڪري پيو. هو ٻين جي پيچري تي ڪري پيو هو، پر هو پاڻ سڀ ضعيف هئا، تنهنڪري هن کي ڪا به مدد نه ڪري سگهيا ۽ اڳتي هليا

ويا. پر وڏي ياءُ کي شڪ گذريو تہ متان سندس ننڍو ياءُ هجي، جو ڪري پيو آهي، سو جڏهن انهيءَ پيچري تي هلندي انهيءَ هنڌ آيو، تڏهن نوڙي چتائي هن جو منهن ڏسڻ لڳو. جڏهن سڃاتائين تہ سندس ياءُ آهي، تڏهن هڪدم انهيءَ کي ڏاڍي مشڪلات سان مٿا هٽي، پٺن تي کنيائين، جو هو پاڻ ويچارو ڏاڍو ضعيف هو. انهيءَ طرح هو اڳتي هليا ويا ۽ هڪڙو هڪڙو ٿيو برف ۾ ڪرندا، مرندا ويا. هي محبتي وڏو ياءُ پنهنجي ننڍي ياءُ کي کنيو هليو ويو ٿڪ ۽ ضعف ۽ بار ۽ مشڪلات جي پرواهہ بہ ڪانہ ٿي ڪيائين. نيٺ هو اهڙو نستو ٿي پيو، جو انهيءَ پياري بوجي هيٺ ڪري پيو ۽ هڪدم مري ويو. پر جيتوڻيڪ پاڻ مري ويو، تہ بہ پنهنجي ياءَ کي بچائي وڌائين. هن کي جو ياءُ جي گرمي پئي آئي، سو مرڻ کان بچندو ويو. ياءُ جي ڪرڻ ڪري جو هن کي ڌڪو آيو. سو هڪدم سڄاڳ ٿيو ۽ اتان آهستي آهستي رڙهي وڃي ڳوٺ پهتو. هو بچڻ جي لاءِ خدا جو شڪرگذار ٿيو. پر جنهن ياءُ هن کي بچايو هو. تنهنجي مرڻ جو نهايت گهڻو ڏک ٿيس.

## (90) شهنشاهہ جي سياڻپ

هڪڙي ڀيري جرمنيءَ جو شهنشاهہ. روڊالف ، نريمبرگ، جي شهر ۾ ويو. اتي هڪڙي سوداگر اچي دانهن ڏنيس تہ آءٌ فلاڻي واپاريءَ وٽ ناڻي جي هڪڙي ٿيلهي امانت رکي ويو هوس. جڏهن گهري مانس، تڏهن مُڪري ويو ۽ جواب ڏيئي ڇڏيائين. شهنشاهہ پڇيس تہ " ڪي شاهد اٿيئي؟" هن چيو تہ " نہ ، فقط اسين بہ هئاسين ۽ پاڻ ۾ واقف هئاسين ۽ هو معتبر ماڻهو ٿي ڏٺو." شهنشاهہ وري پڇيس تہ " ٿيلهي کهڙي قسم ۽ رنگ ۽ قد جي هئي؟" هن اها خبر مفصل ڏنيس. شهنشاهہ انهيءَ واپاريءَ کي گهرائڻ تي هو. تہ اهو واپاري ڪن ٻين واپارين سان گڏجي، وفد طرح شهنشاهہ جي سلام تي اچي نڪتو. شهنشاهہ انهن سان خوش خير عافيت ڪئي، اتفاق سان اهو واپاري سندس اڳ جو واقف هو. تنهنڪري پاڻ انهيءَ سان ٻين کان وڌيڪ خوش خير عافيت ڪيائين ۽ گهرائي ڏيکاريائين. پوءِ ڳالهين ڪندي هن کي چيائين تہ " فلاڻا، اها اوهان جي ٽوپي ڏاڍي سهڻي ٿي ڏسجي. مون کي ڏاڍي وڻي ٿي. اها مون کي ڏيو تہ ۽ هيءَ منهنجي، اوهين ڪڻي وٺو." واپاريءَ خوشيءَ سان اها ڳالهہ قبول ڪئي، بلڪ انهيءَ کي پنهنجو فخر سمجهيائين. وفد جي اتي ويٺي ٿي. شهنشاهہ اٿي پاسي تي وڃي هڪڙي معتبر ۽ مشهور ماڻهوءَ کي اها ٽوپي ڏيئي چيو تہ " فلاڻي واپاريءَ جي گهروچ ۽ انهيءَ جي زال کي چئہ تہ تنهنجو مڙس شهنشاهہ جي

محلات ۾ آهي ۽ هھڙي هھڙي قسم جي ٿيلهي، جا اُتي رکيل آهي، سا ٿو گهري ۽ نشانيءَ لاءِ هيءَ پنهنجي ٽوپي ڏني اٿس.“ انهيءَ شخص اهو پيغام وڃي ڏنو. واپاريءَ جي زال مڙس جي ٽوپي سڃاتي، اها ٿيلهي ڪڍي آئي ۽ هن کي ڏني، جا هن انهيءَ دم آڻي شهنشاهه کي ڏني، جا هن سوداگر سڃاتي. پوءِ شهنشاهه پهرين ٽوپي لڪائي، انهيءَ واپاريءَ کي پاسي تي سڏي چيوته ” هيءَ سوداگر دانهين آيو آهي ۽ چوي ٿو ته هن تو وٽ هڪڙي ناڻي جي ڳوٿري امانت رکي هئي، جا تو دٻائي ڇڏي آهي ۽ موٽائي نٿو ڏينس.“ واپاريءَ چيو ته ” حضور، اهو ڪوڙ ٿو ڳالهائي، پاڻئجي ٿو ته ديوانو ٿيو آهي. مون کي ڪڏهن بہ ڪا اهڙي شيءِ نہ ڏني اٿس.“ جڏهن شهنشاهه اها ٿيلهي ڏيکاريس، جا ڏسي هو ڏاڍو شرمندو ٿيو ۽ منهن جو رنگ ئي هارجي ويس . آخر ڏوهه قبول ڪيائين. شهنشاهه انهيءَ ويساهه گهاتيءَ جي ڏوهه ۾ هن کي ڳري ڏنڊ جي سزا ڏني ۽ ٿيلهي مالڪ کي موٽائي ڏنائين ۽ سندس انهيءَ عدل ۽ انصاف جي ملڪ ۾ هل پئجي ويو.

## (91) سوال جا ٻئي پاسا

قديم زماني ۾ برٽن جي هڪڙي بادشاهه فتح جي ديوتا جو هڪڙو پهڻ جو بت جوڙايو ۽ اهو هڪڙي چوراهي هنڌ تي کوڙائي ڇڏيائين. زال جي صورت ۾ ديوتا کي سڄي هٿ ۾ ڀالو هو ۽ کٻي سان سپر تي ٽيڪ ڏيو بيٺي هئي ۽ سپر تي ٻاهران سون جو تهہ چڙهيل هو ۽ اندران چانديءَ جو. انهيءَ جي هڪڙي پاسي قديم برٽش ٻوليءَ ۾ اڪريل هو ته ”هميشہ مهربان ديوتا جي لاءِ“ ۽ ٻئي پاسي ” پڪٽ قوم ۽ اتروارن ٻيٽن جي رهاڪن تي چئن فتحن ڪٽڻ جي ڪري.“ هڪڙي ڏينهن هيئن ٿيو ته ڪي ٻہ بهادر جنگي مرد، جن مان هڪڙي کي اچي زره ڍڪيل هئي ۽ ٻئي کي ڪاري، سي انهيءَ بت وٽ اچي گڏيا. هنن اهو بت پهريون دفعو ڏٺو هو. تنهنڪري جيڪي اکر ان تي اڪريل هئا، سي بيهي پڙهڻ لڳا ۽ جوڙڻ واري جي هنر ۽ ڪاريگريءَ جي تعريف ڪرڻ لڳا. ڪجھ وقت تائين انهيءَ کي ڏسي، ڏسي، ڪاريءَ زره واري پهلوان چيو ته ” هيءَ سون جي سپر آهي.“ اڇيءَ زره واري چيو ته ” نہ آءٌ ڀانيان ٿو ته چانديءَ جي آهي. “ ڪاريءَ زره واري چيو ته ” تون چڪ ٿو ڪرين، مون کي پڪ آهي ته هيءَ سوني آهي.“ اڇيءَ زره واري چيوته ” توکي خيال ۾ اچي سگهي ٿو ڇا، ته سوني زره هھڙي چوسول تي رکندا؟ آءٌ انهيءَ ۾ حيران آهيان ته چانديءَ جي زره بہ هن هنڌ ڪيئن چورن کان بچي ويئي آهي. اڪريل تاريخ مان معلوم ٿو ٿئي ته هي بت هتي ٽي ورهيہ

ڪتل رهيو آهي.“ هنن ٻنهي پهلوانن جو انهيءَ ڳالهه تي پاڻ ۾ ايترو بحث هليو جو هو پاڻ ۾ وڙهڻ لاءِ تيار ٿيا. گهوڙا ورائي، پاسي تي بيهاري ، لهي، پاڻ ۾ وڙهڻ لاءِ بيا ر ٿيا. آخر اچي ڪنڌيا ۽ اهڙا هڪ ٻئي کي ڌڪ هنيائون، جو ٻئي بيهوش ٿي ڪري پيا. اتفاق سان هڪڙو پادري، جو طبيب به هو سو اتان اچي لنگهيو. ساڻس هڪڙي عمدي مرهم جي دٻلي به هئي، سا هنن جي زخمن کي لاتي ۽ ٻي ٽهل ٽاڪور ڪري، هنن کي هوش ۾ آندائين. احوال پڇڻ تي هنن ساري ڳالهه ٻڌايس. اڇيءَ زره واري پهلوان چيس ته ” هيءُ ماڻهو ٿو چوي ته هيءُ سپر سون جي آهي.“ ڪاريءَ زره واري چيو ته ”هيءُ چوي ٿو ته چانديءَ جي آهي.“ تڏهن پادريءَ چين ته ” افسوس! اوهان ٻنهي جي ڳالهه برابر به آهي. ۽ غلط به آهي. جيڪڏهن اوهين صبر ۽ تحمل ڪري، سپر جو اندريون پاسو ڏسو ها، ته جيڪر هيتري خونريزي نه ٿئي ها. پر هن اتفاق مان اوهان کي هڪڙو چڱو سبق سکڻ گهرجي. اهو هيءُ ، ته اڳتي تڪرار کان اڳي تڪرار واري سوال جا ٻئي پاسا جانچي ۽ ڏيان ڪري ڏسندا وڃو.“

## (92) پاڻ کي بچايو

ڪي ورهيه ٿيا ته پئرس شهر جي نزديڪيءَ ۾ هڪڙو پينشني وڏي عهدي وارو جنگي آفيسر رهندو هو. اهو ڏاڍو دولتمند هو ۽ بهادر انصاف وارو ۽ آبرو پسند به هو. انهيءَ هوندي به منجهس به عيب هئا. هڪڙو ته شوخ طبيعت جو هو ۽ ٻيو ته ڏاڍو لالچي هوندو هو. سندس زال بلڪل نرم طبيعت جي هئي ۽ نهايت خوبصورت هئي، مگر اڪثر ٿوريءَ گهٽيءَ ڳالهه تي، جو مڙس چڙ ۽ خفي ۾ ساڻس تڪرار ڪندو هو ۽ گهٽ وڌ ڳالهائيندو هو، تنهنڪري پنهنجيءَ ڪوٺيءَ ۾ اڪيلي ويهي روئندي هئي، مگر هن سان مقابلو نه ڪندي هئي ۽ نه زياده چڙائيندي يا هاڪ ڪندي هيس، جيتوڻيڪ چڙ جي وقت گذارڻ کان پوءِ هو پشيمان ٿيندو هو ۽ زال کي دڙ دلاسا ڏيندو ۽ عذرخواهي ڪندو هو. تڏهن به زال کي ادب کان ۽ ڪي ڊپ کان پئي ڏڪندي هئي ته متان ڪنهن مهل چڙ جي گهٽائيءَ کان ڪيس ڌڪ هڻي يا ڪو نقصان پهچائي. روز بروز مڙس جو اهو ڪتراڳ وڌندو ويو ۽ ويچاري زال ڏاڍي ڏک ۽ تڪليف ۽ بي آراميءَ ۾ گذارڻ لڳي. هڪڙي ڏينهن ڪيترا آبروءَ وارا ماڻهو ملاقي آيا. انهن جي روبرو هو اچي چڙيو ۽ هميشه کان به زياده هل حشر مچائي، پنهنجي ءَ ڪوٺيءَ ۾ هليو ويو. سندس هڪڙو دوست پنيانس ويو ۽ سمجهائڻ لڳس. آفيسر ماٺ ڪري ، اهو عتاب ٻڌي چيو ته ” يار، تنهنجو عتاب واجبي ۽ سچو آهي. مون کي خود پنهنجي هلت تي

ارمان ٿو ٿئي ۽ نفرت ٿي اچي، پر ڇا ڪريان، جو ڇڙ وقت منهنجو وس نٿو هلي ۽ آءُ پاڻ کي روڪي نٿو سگهان. گهڻائي پڪا ارادا ڪريان ٿو، پر انهيءَ مهل وسريو وڃن." سندس دوست چيو ته " اها ڏاڍي خرابيءَ جهڙي ڳالهه آهي." آفيسر چيو ته " مون کي ڪنهن سخت ۽ مضبوط سبق جي گهرج آهي ۽ اهو آءُ پاڻ کي ضرور ڏيندس." ائين چئي هو اٿي، اتي ڪوٺيءَ ۾ پسار ڪرڻ لڳو ۽ اکيون زمين ۾ وجهي، چپ ڀيڙي پهه پچائڻ لڳو. اوچتو بيهي، ميز جو خانو کولي، انهيءَ مان هزار فرانڪن جو هڪڙو نوٽ ڪڍيائين. سندس دوست انهيءَ حيرانيءَ ۾ هو ته ڏسان ته هي ڇا ٿو ڪري. هن هيئن ڪيو، جو اهو نوٽ وٺي، ڀيڙي ڪري، انهيءَ جو هڪڙو ڇيڙو ٻرندڙ شمع تي رکي، دکائي ڪٺي بخاريءَ ۾ اڇلايائين. جيسين اهو سڙي خاڪ ٿيو تيسين انهيءَ کي بيٺي ڏٺائين سندس دوست کي خبر هئي ته هو ڏاڍو لالچي ۽ ڪنجوس آهي، تنهن کي اهڙو ڪم ڪندو ڏسي، عجب ۾ پيو ۽ ڊوڙي وڃي هانهن مان ورتائينس. آفيسر چڙ ۾ گهگهي آواز سان چيس ته "مون کي ڇڏي ڏي." هن چيس ته "چريو آهين ڇا؟" آفيسر ورندي ڏني ته " نه ، مون پاڻ کي پاڻيهي سزا ڏني آهي ۽ هاڻي آءُ قسم کڻي انجام ٿو ڪريان ته اڳتي جڏهن ڪڏهن چڙندس، تڏهن پيسي جي نسبت ۾ پاڻ کي سزا ڏيندس، جو انهيءَ سان منهنجي گهڻي محبت آهي." سندس دوست چيو ته " توکي شابس آهي. تنهنجي اهڙي هلت تعريف جوڳي آهي."انهيءَ ڏينهن کان وٺي اهو آفيسر پنهنجو انجام پورو رکندو آيو. جڏهن ڪڏهن چڙندو هو ۽ ڪاوڙ ۾ بڪ شڪ ڪندو هو، تڏهن ڪوٺيءَ ۾ وڃي پاڻ کي ڏنڊ وجهندو هو ۽ هڪڙو اهڙو نوٽ ساڙي، پاڻ کي اوتري نقصان جي سزا ڏيندو هو. ڏوهه جي وڏائيءَ ۽ ننڍائيءَ جي نظر تي هو سؤ فرانڪن تائين نوٽ ڪڍي ساڙيندو هو. انهن سزائن جو اهو اثر ٿيو ته سندس چڙ به گهٽ ٿي ۽ لالچ ۽ بخيلي به گهٽ ٿي. درجي بدرجي هو سڌرندو ويو ۽ چڱيءَ ۽ نرم طبيعت وارو ۽ سخي ٿي پيو، ايتريقدر جو پنهنجي دولت سجائي طرح خرچڻ لڳو جنهنڪري سندس دوست منجائنس ڏاڍا راضي ٿيا ۽ سندس زال به اڳي کان زياده ساڻس محبت سان گذارڻ لڳي.

## (93) فرلو جو زاهد

جن ڏينهن ۾ بوئربان جي شاهي خاندان جي ماڻهن کي نيپلس مان ڪڍي ڇڏيو هئائون، تن ڏينهن ۾ انهيءَ ملڪ منجهه ڏاڍي قرمار ۽ چوري هلندي هئي، خاص فرلو جي جابلو پرڳڻي ۾، جتي ڪي به مسافر لنگهي نه سگهندا هئا، جو چورن ۽ ڌاڙيلن

جون ٽوليون پيون گهمنديون هيون ۽ مسافرن انهيءَ پاسي کان لنگهڻ بند ڪري ڇڏيو هو. انهيءَ هنڌ هڪڙو پيرمرد زاهد ۽ خدا پرست راهب رهندو هو جو اڪيلائيءَ ۾ جهنگ جي ميون ۽ ڀاڄين تي پيو گذاريندو هو ۽ آئي وئي جي خدمت چاڪري ۽ بيمارن جي ٽهل ٽڪور ڪندو هو. انهيءَ ڪري ماڻهو هن کي گهڻو مان ڏيندا هئا. هڪڙي ڏينهن شام جو هڪڙي گاڏي اتان اچي لنگهي، جنهن ۾ هڪڙي ليڊي ۽ سندس ڌيءَ هئي. اجا راهب جي مڪان کان لنگهي اڳيرو ئيا، تہ هڪڙي شخص بدليل صورت ۾ ۽ ڍڪيل منهن سان اچي حڪمؤن گاڏي بيهاري، پيسا ۽ قيمتي وسيلا گهرڻ لڳو. جوڻ لڳو تہ " بيبي، آءٌ زور زبردستي ڪرڻ نٿو گهران. مگر هوڏي ڏسو. وڻن هيٺ منهنجا ڀيهارو ماڻهو هٿيارن سان بيٺا آهن. فقط اشاري وهيٺا آهن." ٻلائي ڪري اهي منديون. جي اگرين ۾ پيل اٿيئي ۽ اها پنهنجي واچ ۽ پنهنجيون ڪنجيون مون کي ڏي." ليڊيءَ ماٺ ڪري اهي سڀ شيون ڏنس. چور اهي وٺي، گاڏيءَ واري وٽان متي رڪيل پيتيون لهرائي هليو ويو. گاڏيءَ واري جو ڊپ کان ساهہ تي ويو تنهن کي بہ ڪين ڪڇيو جو پري کان هٿيارن وارن ماڻهن جو ميڙ پئي ڏٺائين. انهيءَ کان پوءِ، ساڳئي ڏاڙيل ڍڪيل منهن سان اهڙي ئي هڪڙي ڦرمار ڪئي. پئرس جي هڪڙي سوناري کان تمام گهڻا پيسا ۽ جواهر ڦريائين. انهيءَ کي ڏاڍي چڙ آئي ۽ مال جي وڃڻ جو ڏک ٿيس. انهيءَ جي موٽي هٿ ڪرڻ جي ڪوشش ڪرڻ لڳو. اتفاق سان سگهوئي هڪڙي گاڏي اڳيان آئي، جنهن ۾ ڪو سرڪاري وڏو عملدار ويٺل هو ۽ پنيائنس پهري واراسوار بہ هئا. هي سڀئي هڪڙي هوٽل ۾ اچي لٿا. انهيءَ کي هن فرينچ سوناري دانهن ڏني ۽ عرض ڪيائينس تہ " مون کي اجازت ملي تہ آءٌ اوهان سان گڏيو هلان ۽ اهو هنڌ ڏيکاريان، شايد چور اچن ۽ جهلجن." هن جي گهٽي چوڻ تي آفيسر هن کي پاڻ سان ڪنيو. جڏهن انهيءَ ڦرواري هنڌ کي ويجهو آيا، تڏهن چورن جي اچڻ جو امڪان ڄاڻي، هو تيار ٿيڻ لڳا. سنت ئي هڪڙي قداور شخص منهن ڍڪيل، تپاچو هٿ ۾ ڪٺي، گاڏيءَ واري ڏي منهن ڪري، هن کي گاڏيءَ جهلڻ لاءِ حڪم ڏنو ۽ گهوڙن کي جهلي بيهي رهيو ۽ چوڻ لڳو تہ " جيڪا قيمتي شيءَ هجيو، سا مون کي ڏيو ۽ آءٌ قسم ٿو کڻان تہ هو هٿيارن وارا ماڻهو بندوق ڪونہ ڇوڙيندا." هو تنگ طلبي ڪرڻ تي هو، تہ هڪڙي زورواري سيٽي ٻڌڻ ۾ آيس ۽ انهيءَ اشاري تي انهيءَ آفيسر جي پهري وارن سپاهين جي گهوڙن جي ٽهڙٽبڙ بہ ٻڌڻ ۾ آئي. انهيءَ سوناري چور کي پڪڙڻ جي ڪوشش ڪئي، پر هو گسائي، اٿي انهن

وٽن ڏي پڳو، جتي بيٺل ماڻهو ڏسڻ ۾ ٿي آيا. سپاهي چور جي پٺيان پيا. پر اهي وٽن وارا ماڻهو ڇُرپائي ڪين ۽ نہ پنهنجي سردار جي بچائڻ جي ڪوشش ڪيائون. سپاهين هن کي چيوتہ ” بيهہ. نہ تہ بندوق ٺا ڇوڙيون.“ هو نہ بيٺو ۽ هنن بندوقون ڇوڙيون. چور ڦٽجي ڪري پيو. تہ بہ انهن وٽن وارن مان هڪڙو بہ نہ چريو. سپاهي ڪاهي انهن تي ويا . ڏسن تہ اهي ماڻهو ناهن. پر ماڻهن جي قد جيڏا ڪکن سان ڀريل گُڏا آهن. جن کي ڏيکاري دڙڪن ڏيڻ سان انهيءَ چور ڦريون پئي ڪيون. مئل چور جي لاش ڪڻي، انهيءَ راهب جي ڀنگيءَ ۾ آيا. پر زياده حيرت تڏهن لڳين ، جڏهن ڏٺائون تہ اهو چور ٻيو ڪونہ هو. پر اهو فرلو جو راهب هو. انهيءَ ڀنگيءَ جي زمين هيٺان کوٽڻ سان ڪيترو قيمتي مال ۽ جواهرات پوريل نڪتا. راهب ڏينهن جو عبادت ۽ خيرجا ڪم ڪندو هو ۽ رات جو چوريون ڪندو هو ۽ ڌاڙا هڻندو هو.

## (94) اشارن جو معلم يا پروفيسر

اسپين جو ايلچي، جو جيمس بادشاهہ جي ڏينهن ۾ انگلينڊ ۾ رهندو هو سو ڏاڍو قابل ۽ علم وارو هو. مگر صبر وارو ۽ خيالي ماڻهو هو ۽ اشارن ۽ نشانن جي نسبت ۾ هن جا عجيب خيال هوندا هئا ۽ انهن جي تعليم هوضروري سمجهندو هو. هن جي راءِ هئي تہ ٻوليءَ جي بدران اشارا بهتر ڪم اچي سگهن ٿا. جنهنڪري ٿورو ڳالهائڻو ٿيندو ۽ ڳالهائڻ جي تڪليف گهٽ ٿيندي. انهيءَ ڪري هن جي مرضي هئي تہ سيني يونيورسٽين ۾ اشارن جو پروفيسر يا معلم هئڻ گهرجي. هڪڙي ڏينهن جيمس بادشاهہ جي اڳيان اهو ذڪر نڪتو ۽ هن اها شڪايت ڪئي تہ اهڙي عمدي ۽ ضروري هنر جي سيکارڻ لاءِ پورو بندوبست ڪونهي ۽ تعليم ڏيڻ وارا نٿا لين. بادشاهہ کلي چيس تہ ” اهڙو پروفيسر اسان وٽ موجود آهي، جو ڏاڍو هوشيار آهي. ايترو آهي تہ هو هتان اٽڪل ڇهہ سؤ ميل پري آهي ۽ ابرڊين يونيورسٽيءَ ۾ آهي.“ ايلچيءَ ورندي ڏني تہ ” آءٌ انهيءَ کي ضرور وڃي ڏسندس، پوءِ ڀلي تہ هو چين ۾ هجي. آءٌ سڀاڻي ئي انهيءَ پاسي روانو ٿو ٿيان.“ ان موجب هو روانو ٿيو. بادشاهہ ڏٺو تہ مون چرچو ڪيو، سو هاڻي ڪوڙو ٿي پوندو. تنهنڪري پنهنجو هڪڙو درباري تمام تڪيءَ سواريءَ تي ابرڊين ڏي موڪليائين تہ اتي وڃي اطلاع ڏئي تہ ههڙو ماڻهو انهيءَ پاسي اچي ٿو. تنهنجي اتي جا پروفيسر چڱي مرحبا ڪن ۽ جيترو ٿي سگهي، اوڙو هن کي سندس خيالن موجب خوش رکن ۽ رنج نہ ڪن. جڏهن ايلچي اتي پهتو، تڏهن سندس ڏاڍي چڱي آدر ڀاءُ ٿي. هن کي رڳو اشارن واري پروفيسر ڏسڻ جو شوق

هو ۽ انهيءَ لاءِ ڏاڍو منتظر ٿي ويئو. چيائونس تہ ” اهو شهر ۾ حاضر ناهي، ٻاهر ڪوهستان ڏي گهمڻ ۽ جابلو ماڻهن ۾ انهيءَ علم پکيڙڻ جي لاءِ ويل آهي، خبر ناهي تہ ڪڏهن موٽي اچي.“ ايلچيءَ چيو تہ ”حرڪت ڪانهي، آءٌ هن جي لاءِ ترسي ٿو پوان، ڀلي سارو سال ٻاهر هجي، تہ بہ حرڪت ڪانهي.“ جڏهن پروفيسرن ڏٺو تہ اهو عذر بهانو ڪارگر نہ ٿيو ۽ هو کپ ڪوڙي ويهي رهيو، تڏهن هنن ٻي رٿ رٿي، جنهن سان پنهنجي جند ڇڏائين. هيئن ڪيائون تہ شهر ۾ هڪڙو ڪاٺو ڪاسائي جارج نالي هوندو هو، جو مسخرو ۽ چالاڪ ۽ ڀهروپيو هو. تنهن کي ٻڌائي، اشارن جو پروفيسر ڪرڻ جو ارادو ڪيائون. جارج اها ڳالهہ قبول ڪئي ۽ هن کي ضروري فهمائشون ڏيئي ڇڏيائون. هن انجام ڪيو تہ بلڪل ماٺ ڪري گونگو ٿي گذاريندو ۽ رڳو اشارن سان پنهنجو مطلب ظاهر ڪندو. پوءِ ايلچيءَ کي اطلاع ڏنائون تہ اهو پروفيسر گشت ڪري موٽي آيو آهي. هو ڏاڍو خوش ٿيو. جارج کي پروفيسرن واري پوشاڪ ڍڪائي، يونيورسٽيءَ جي هڪڙي وڏي صفي ۾ ڪٺي ڪرسيءَ تي ويهاريائون ۽ ايلچيءَ کي وٽس وٺي آيا ۽ هن سان معرفت ڪرايائونس. سڀ پروفيسر بہ آس پاس ويهي ويا ۽ ايلچيءَ کي چيائون تہ ” اوهان کي اسان جي پروفيسر سان جيڪي ڳالهائڻو هجي، سو اشارن ۾ ڳالهايو“ ۽ پاڻ منتظر ٿي ويهي رهيا. ايلچيءَ پروفيسر جارج کي ويجهو وڃي، هڪڙي آڱر مٿي ڪنئين. تنهن تي جارج بہ آڱريون ڪنيون. وري ايلچيءَ هن کي ٽي آڱريون ڏيکاريون. جارج هڪدم ڪاوڙ جي مُڪ اولاري. تنهن تي ايلچيءَ ڪيسي مان هڪڙي نارنگي ڪڍي ڏيکاري. جارج وري پنهنجي چوغي جي اندران هڪڙو وڏو مانيءَ جو ٽڪر ڪڍيو. انهيءَ تي ايلچي ڏاڍو خوش ۽ راضي ڏسڻ ۾ آيو ۽ جهڪي سلام ڪري نڪري ويو. پروفيسرن کي اها حيراني هئي تہ سندن ڪاسائي دوست ڪهڙي هلت ڪئي. ايلچيءَ کان پڇيائون تہ ”ڪيئن، اسان جو پروفيسر ڏٺوَ؟ هن چيو تہ ” عجب جهڙو انسان آهي. ملڪ جي سيني خزانن جو لائق آهي. مون پهرين هڪڙي آڱر ڪٺي! هو اشارو ڏنس تہ خدا هڪڙو آهي. هن بہ آڱريون ڪٺي چيو تہ ” بہ آهن، هڪڙو پيءُ ۽ ٻيو پٽ.“ تڏهن مون ٽي آڱريون ڪٺي چيومانس تہ ”ائين تہ، ٽي آهن.“ پيءُ ۽ پٽ ۽ روح القدس.“ هن تڏهن پوري مٺ ڏيکاري، يعني تہ اهي ٽيئي گڏ هڪ آهن. پوءِ مون نارنگي ڪڍي ڏيکاريس ۽ چيومانس تہ خدا جي مهرباني ۽ فضل ڏس، جو هن نہ رڳو حياتيءَ جون ضروري شيون پيدا ڪيون آهن پر عيش عشرت ۽ لذت فرحت جون شيون بہ عطا ڪيون اٿس. تنهن تي هن عجب جهڙي

انسان مانيءَ جو ذڪر ڪيدي ٻڌايو تہ هيءَ ضروري شيءِ آهي ۽ هو لذت ۽ عيش عشرت جون شيون اجايون ۽ غير ضروري آهن." هي ٻڌي پروفيسر ڏاڍا خوش ٿيا تہ سندن تجويز ڪمائتي نڪتي. ايلچي تہ موڪلائي ويو. پوءِ پروفيسرن جارج ڪاسائيءَ کان پڇيو تہ "خبر ڏي، تو ڇا چيو ۽ ايلچي ڇا چيو؟" هن ڪاوڙ مان ورندي ڏني تہ "اوهان جو ايلچي ڪو بيحياءُ شخص ٿو ڏسجي. پهريائين هن هڪڙي آڱر ڏيکاري ۽ ائين ڪرڻ سان مون کي چيائين تہ "تنهنجي هڪڙي اک آهي." مون بہ آڱريون ڏيکاري چيومانس تہ "منهنجي هڪڙي اک تنهنجي ٻن اکين جي مٽ آهي." هن وري مون کي ٽي آڱريون ڏيکاريون ۽ وري بہ بي حيائي ڪري چيائين تہ "هتي پنهنجي وچم مڙيئي ٽي اکيون موجود آهن." تنهن تي مون کي ڪاوڙ آئي ۽ مون مُڪ هڻڻ جي تياري ڪئي ۽ ذري گهٽ نڪ ٽي ڀڳومانس، پر مون کي اوهان سيني جو خيال آيو ۽ نفس ماري، ماٺ ڪري ويس. هن اجا بہ پنهنجي بي شرميءَ جي هلت بند نہ ڪئي، نارنگي ڪڍي مون کي چيائين تہ " اوهان جو اسڪاٽليند اهڙو سجو ۽ غيرآباد آهي. جو ههڙا ميوا پيدا نٿو ڪري." مون وري مانيءَ جو ذڪر ڏيکاريومانس ۽ چيو مانس تہ "مون کي مانيءَ جي پرواهہ آهي، انهن لذت جي شين جي مون کي ڪابہ ڪانهي. آءٌ هن کان انهيءَ بي حيائيءَ جو حساب وٺان ها، پر تڪڙو ٿي، موڪلائي نڪري ويو."

## (95) ڳابو شاهد ٿو ٿئي

اناتولي جي شهر ۾ اڪثر ترڪ مسلمان رهندا آهن. اتي هڪڙي عيسائيءَ جي ڳئون گم ٿي ويئي. گهڻي تائين هن انهيءَ کي ڳوليو، پر نہ لڌيس. نيٺ هڪڙي مسلمان جي گهر ۾ ٻڌل ڏٺائين. انهيءَ کي چيائين تہ "هيءَ ڳئون منهنجي آهي، جا وڃائي هيم. مون کي موٽائي ڏي." ترڪ چيس تہ "نہ ، اها منهنجي آهي، آءٌ ڪين ڏيندس." انهيءَ ڳالهہ تي هنن جي وچ ۾ تڪرار ٿيو ۽ نيٺ ٻئي شهر جي قاضيءَ وٽ آيا ۽ ٻنهي پنهنجي پنهنجي ڳالهہ ٻڌايس. قاضيءَ انهيءَ عيسائيءَ کي چيو تہ " ٻہ شاهد آڻ، جي چون تہ هيءَ ڳئون تنهنجي آهي." هو ويو ۽ ٻہ پاڙيسري وٺي آيو. جن چيو تہ اها ڳئون برابر انهيءَ جي آهي. اهي شاهد بہ عيسائي هئا. تنهنڪري قاضيءَ هنن جي ڳالهہ نہ وسهي ۽ مدعيءَ کي چيائين تہ " ٻہ مسلمان شاهد وٺي آءُ." مسلمان پاڙيسرين کي خبر تہ برابر هئي، جو هن وٽ اها ڳئون ڏسندا هئا. پر مسلمان جي برخلاف شاهدي ڏيڻ کان انڪار ڪيائون. اها ڳالهہ هن قاضيءَ کي ٻڌائي، پر هن چيو

تہ ”شاهدن جي مرضي وٹين تہ شاهدي ڏيڻ لاءِ اچن، وٹين تہ نہ اچن، هنن کي زور نہ ڪبو.“ ويچارو عيسائي ڏاڍو لاچار ٿيو. آخر هڪڙي تجويز خيال ۾ آيس. قاضيءَ کي چيائين تہ ”سائين، اوهان کي عيسائين شاهدن تي اعتبار نٿو اچي ۽ مسلمان سڌو منهنجي شاهدي ڏيڻ نٿا گهرن. باقي هڪڙو منهنجو شاهد آهي، جو نہ عيسائي آهي نہ مسلمان آهي. جي انهيءَ تي ويساهہ اچيوَ تہ وٺي اچانس.“ قاضيءَ پڇيو تہ ”اهو ڀلا ڪير هوندو؟“ هن چيو تہ ”اهو منهنجو ڳابو آهي. ڀلائي ڪري پنهنجا ٻہ ماڻهو ڏيو تہ اهي مون سان هلن. آءُ اهو ڳابو پنهنجي گهران وٺي، انهيءَ ماڻهوءَ جي گهر وٽ ٿو ٿيان. جي ڳابو ماءُ کي ڏسي ڊوڙي وڃي، انهيءَ جو ڪير پيئڻ لڳو تہ پوءِ تہ اوهين وسهنڌءِ تہ اها ڳئون منهنجي آهي.؟“ قاضيءَ اها ڳالهہ قبول ڪئي. ٻہ ماڻهو هن کي ڏنائين، جن جي روبرو هن اهو ڳابو گهران ڪڍي، هن ماڻهوءَ جي گهر جي در تي ويو. ڳئون هن جي ايوان ۾ ٻڌي بيٺي هئي. چئڻ شرط ڳابو ڊوڙي ماءُ وٽ ويو ۽ ان جو ڪير پيئڻ لڳو. انهيءَ طرح ڳابي جي شاهديءَ پنهنجي ڌڻيءَ جي ڳالهہ ثابت ڪري ڏيکاري ۽ هن کي پنهنجي ويل ڳئون موٽي ملي.

## (96) عڪبہ يهودي

عڪبہ، يهودين جو ربي يا پادري هو. انهيءَ کي پنهنجي وطن مان مسلمانن هڪالي ڪڍيو هو. سو جهنگلن ۽ بيابانن ۾ گهمندو وتندو هو. هن وٽ فقط ٽي شيون هيون. هڪڙو شمعدان، جنهنجي سوجهري تي هو رات جو پنهنجو پاڪ ڪتاب، توريت، پڙهندو هو. ٻيو ڪڪڙ هو جو گهڙيءَ جي عيوض وقت جي خبر ڏيندو هوس. ٽيون گڏهہ، جنهن تي هو چڙهندو هو. سج لهي اونداهي ٿي هئي. هن ويچاري کي نہ ٿي سجهيو تہ ڪيڏي وڃان ۽ ڪٿي گذاريان. نيٺ ٿڪو ٽٽو هڪڙي ڳوٺ ۾ پهتو. ماڻهو ڏسي خوش ٿيو تہ هتي پاڻ جهڙن انسانن ۾ رهي، آسودي رات گذاريندس. پر جتي رهڻ لاءِ ٿي ويو، اتي هن کي رهڻ نٿي ڏنائون. تنهنڪري لاچار ٿي، پاسي واري جهنگ ۾ هڪڙي وڻ هيٺ وڃي ويٺو. دل ۾ چوڻ لڳو تہ ”هي ڪهڙا نہ بي قياس ماڻهوآهن، جو پاڻ جهڙي انسان کي رات جي وقت پناهہ نٿا ڏين. هڪڙي اونداهي. ٻيو سيءُ واءُ، ڏاڍي تڪليف ٿي. پر خدا تعاليٰ دانا بينا آهي، حڪمت ۽ انصاف وارو آهي. جيڪي ڪري ٿو، سو تمام چڱو هوندو.“ هو اتي ويهي، شمعدان ٻاري، توريت پڙهڻ لڳو. اجا هڪڙو باب مس پڙهيائين تہ هوا جي جهوٽي سان شمعدان ڪري ٻجي پيو. ۽ اونداهي ٿي ويئي. چوڻ لڳو تہ ”هي ڇا، هيءَ ڪهڙي ڪم

بختي؟ خدا جي ڪلام پڙهڻ جو به مون کي حڪم نٿوٿئي؟ پر خير خداد نابينا ۽ حڪمت انصاف وارو آهي، جيڪي ڪري ٿو، سو تمام چڱو هوندو." لاچار پٽ تي سنئون ٿي سمهي پيو. پانيائين ته من به ٿي ڪلاڪ ننڊ اچي ۽ آرام ڪريان. اجان اک مس لڳس ته هڪڙو گدڙ اچي، ڪڪڙ ڪيرائي، جهٽي هليو ويو. چوڻ لڳو ته " هاءِ هاءِ! ويچارو منهنجو سنگتي، جو مون کي صبح جو سوير جاڳائيندو هو سو به مارجي ويو. هاڻ ڪيئن ڪندس؟ پر خدا دانا بينا آهي ۽ حڪمت ۽ انصاف وارو آهي. ضرور جيڪي ڪري ٿو، سو چڱو هوندو ۽ حڪمت کان خالي نه هوندو." انهيءَ ڳڻتيءَ ۾ هو ته اوچتو هڪڙو چيتو آيو جو گڏهه کي ماري کڻي ويو. ويچارو چوڻ لڳو ته "مصيبت جي پٺيان مصيبت پيئي اچي. خبر ناهي ته ڪهڙو اسرار آهي. بتي ويم، ڪڪڙ به ويم، گڏهه به ويم. جيڪي هو سو سڀ ويم. پر ڀانهي جي وس ۾ ڪي به ڪينهي. سڀ ڪجهه خدا جي وس آهي. جيڪي اهو ڪندو هوندو، تنهن ۾ ضرور ڪا چڱائي هوندي. صبر کان سواءِ ڪو چارو ڪونهي." انهيءَ طرح، هن ويچاري ڏکي سکي، رات گذاري. جڏهن سوجهرو ٿيو، تڏهن انهيءَ ڳوٺ ۾ ويو ته من ڪو گهوڙو يا گڏهه هٿ ڪري ته اڳتي وڃي. پر وڃي ڇا ڏسي، ته ڳوٺ ۾ هڪڙو ماڻهو به جيئرو ڪونهي. شايد گذريل رات ڪي ڌاڙيل چوري لاءِ آيا هئا جي سڀ مال ملڪيت ڦري ماڻهو ماري، هليا ويا هئا. عڪبه يهودي حيران ٿي ويو مٿي آسمان ڏي منهن ڪري چوڻ لڳو ته "اي خاوند، ابراهيم ۽ اسحاق ۽ يعقوب جا خدا، بيشڪ انسان انڌو ۽ محتاج ۽ بيشڪر آهي. جنهن ڳالهه ۾ انهيءَ جي چڱائي آهي، تنهن کي بڇڙو ٿو ڄاڻي. تون ئي دانا بينا، حڪمت ۽ انصاف وارو آهين. تون ئي رحم ۽ فضل ڪرڻ وارو آهين. جيڪڏهن هي ڳوٺ وارا سنگدل ٿي، مون کي هڪالي نه ڪڍن ها، ته آءُ به گذريءَ رات انهن سان گڏ مئو پيو هجان ها. جي هوا منهنجي بتي نه اجهائي ها، ته شايد چور انهيءَ جي سوجهري تي هتي اچي، مون کي به ضرور مارين ها. ڪڪڙ ۽ گڏهه مارائڻ ۾ به تنهنجي حڪمت هئي ته متان هن جي آواز تي چور هن پاسي اچن. اي خداوند، آءٌ تنهنجي شڪر گذاري ٿو ڪريان ۽ توبهه ٿو ڪريان. شل تنهنجي نالي جي سدائين تعريف هجي."

## (97) گورو ۽ شيدي

هڪڙو انگريز جو آمريڪا ۾ رهندو هو، سو هڪڙي ڏينهن شام جي وقت پنهنجي گهر جي در تي ويٺو هو ته هڪڙو غريب، ديسي شيدي ٽڪو ٽنو ونس آيو ۽

مانيءَ ٽڪر گهريائين. انگريز شوخيءَ مان چيس ته ” ڪانهي ماني، هليو وڃ. هوندي، ته به تو جهڙي شيديءَ کي نه ڏيندس. “ شراب يا پاڻيءَ جو ڍڪ گهريائينس، ته به هن نه ڏنو ۽ اجايو سجايو ڳالهايائينس. شيدي سندس منهن ڏي نهاري هليو ويو. گهڻن ڏينهن کان پوءِ، اهو انگريز صاحب ٻيلن ۾ شڪار ڪرڻ ويو. اتي رستو ڀلجي ويو ۽ گهمندو گهمندو، جهنگ ۾ هڪڙي ديسي شيديءَ جي جهوپڙيءَ کان وڃي نڪتو. انهيءَ کان رستي جو ڏس پڇيائين. هن چيس ته ”جنهن هنڌ ڏي وڃڻ جو رستو ٿا پڇو، سو هتان تمام پري آهي. باقي ڏينهن ٿورو آهي. سڄ رستي تي لهي ويندو. پوءِ جهنگ ۽ ٻيلي ۾ بگهڙن جو خوف آهي. بهتر آهي، ته رات هتي رهي، پوءِ صبح جو سوير هليا وڃو.“ هن صاحب خوشيءَ سان اها ڳالهه قبول ڪئي. شيديءَ جهٽ ۾ شڪار ڪيل هرڻ جي هڪڙي ران باهه تي پچائي، کائڻ لاءِ ڏنس ۽ پاڻي به موجود ڪري ڏنائينس. پوءِ ونس جيڪي هرڻ جون کلون هيون، سي ڪکن تي وڇائي سمهڻ لاءِ ڏنائينس. صبح جو جڏهن سج اڀريو، تڏهن شيديءَ چيس ته ” هتان جهنگ گهاٽو ۽ رستو ڏکيو آهي، متان منجهي وڃو، تنهنڪري آءٌ اوهان کي اڳيرو ڪري انهيءَ رستي تي بيهاري ٿو اچان.“ شيدي پنهنجي بندوق ڪلهي تي رکي، اڳي ٿيو ۽ اهو صاحب پٺيانس لڳو. تمام گهڻو پنڌ ڪري، هڪڙي سنئين پيچري تي پهتا. اتي بيهي، شيديءَ چيس ته ”هتان اوهان جي منزل فقط ٻه ميل آهي. ۽ هيءَ پيچرو سڌو اتي ويندو.“ موڪلائڻ کان اڳي، هن انگريز صاحب کي چيائين ته ”اوهين مون کي ڪي سڃاڻو ٿا؟“ صاحب نهاري، نهاري چيو ته ”تنهنجا مهاندا مون کي لڳن ٿا. شايد ڪٿي ڏٺو هوندو مانءِ.“ شيديءَ چيو ته ” هائو، اوهان مون کي پنهنجي گهر جي دروازي تي ڏٺو هوندو. مانيءَ جو ٽڪر ۽ پاڻيءَ جو ڍڪ به نه ٿي ڏنوَ. اڳتي ڀلائي ڪري، جڏهن ڪو ويچارو شيدي بکيو ۽ اڃيو اوهان وٽ اچي ۽ اوهان کان ماني ۽ پاڻي گهري، ته انهيءَ کي نفرت مان هڪالي نه ڪڍجو.“ هو صاحب ڏاڍو شرمندو ٿيو ۽ هن کان معافي گهريائين ۽ اڳتي هن جي ڏنل نصيحت تي عمل ڪندو رهيو.

## (98) هٺ ۽ مغروريءَ جو نتيجو

گهڻا ورهيه ٿيا ته ڪي انگريزي جنگي جهاز پورٽس مائوٿ وٽ بيٺا هئا. انهن مان هڪڙو تمام وڏو ۽ عمدو جهاز، رائل جارج نالي هو، جنهن تي جهازي لشڪر جو اميرالبحر چڙهندو هو ۽ جو سؤ توبون کڻندو هو. بندر تان لنگر کڻڻ مهل معلوم ٿيو ته پاڻيءَ جي نلن ۾ ڪا حرڪت آهي، جنهن جي مرمت ڪرڻ ضروري آهي. پر جهاز کي

وٺي وڃي ڊاڪ ۾ بيهارڻ جو ضرور نه ڄاتو ويو. اهو پاسو مٿي ڪري اتي ئي بيٺي مرمت ٿي ٿي سگهي. ان موجب، انهيءَ پاسي جون سڀ توبون گهلائي، آمهون سامهون ٻئي پاسي تي رکيون ويون ته جهاز انهيءَ پاسي ليٽي بيٺو ۽ هيو پاسو مٿي ٿي بيٺو جنهنڪري مرمت ڪرڻ سولي ٿي. اجا انهيءَ حال ۾ هئا ته هڪڙي ٻيڙي شراب جي پيپ چاڙهڻ لاءِ لڙيل پاسي ڏي جهاز سان لڳي اچي بيٺي. انهيءَ پاسي واريون هوا جون موريون پاڻيءَ جي سطح ڏاري هيون. جڏهن ٻيڙيءَ تان پيپ چاڙهي جهاز ۾ وڌائون، تڏهن اهو پاسو زياده ڳري هئڻ ڪري زياده هيٺيرو ٿي لڙڻ لڳو. سمنڊ جون لهرون به انهيءَ وقت سخت واءُ جي ڪري، زياده ٿيڻ لڳيون. جهاز جي واڍي کي خوف جو شڪ پيو ۽ ڊوڙي جهاز جي نائب ڪپتان يا ليفٽيننٽ کي چيائين ته " جهاز کي جلد سنئون ڪرڻ گهرجي، متان مورين مان پاڻي گهڙي اچي." پر ليفٽيننٽ هڪ مغرور ۽ هٺيلو نوجوان هو. هن کي چڙ لڳي ته واڍو ڪيس سندس فرض جي ياد ڳيري ڏياري. چيائينس ته " تون وڃي، پنهنجو ڪم ڪر. آءُ پنهنجي ڪم کي پاڻيهي رسندس." پر، سگهوئي جهاز زياده انهيءَ پاسي لڙندو ويو ۽ خوف زياده ٿيندو ويو. واڍي وري به وڃي انهيءَ جوان آفيسر کي چيو ته "جي جهاز هڪدم سنئون نه ڪيو ويندو ته ٻڏي ويندو." مغرور ليفٽيننٽ واڍي تي پاڻ زياده ڪاوڙيو ۽ گار ڏيئي چيائينس ته " انهيءَ سان تنهنجو ڇا، تون وڃي پنهنجو ڪم ڪر." سگهوئي، انهيءَ هٺيلي آفيسر جي اک کلي ۽ معلوم ٿيس ته واڍي سچ ٿي چيو. هڪدم سيني خلاصين کي گڏ ڪيائين، پر جيسين هو گڏ ٿيا، تيسين جهاز ويو وڌيڪ ليٽندو ۽ لڙندو. ماڻهو توبون هٽائي، وري ٻئي پاسي ڪرڻ لڳا، پر پاڻي اڳيئي مورين مان جهاز منجهه ڪاهي پيو. ٻي ڪابه مدد پهچي نه سگهي ۽ رائل جارج ٻڏي ويو ۽ ڪپتان ۽ آفيسر ۽ خلاصي ۽ ٻيا جيڪي ماڻهو بندر تان آيا، سي سڀ ٻڏي مئا. حساب ڪيائون ته قريب هڪ هزار، ماڻهو ٻڏا ۽ جهاز مال ۽ بار سميت به . اهو نتيجو فقط هڪڙي مغرور ۽ هٺيلي ماڻهوءَ جي صلاح نه وٺڻ جو ٿيو.

## (99) ڏوهه جي ترت سزا

هڪڙو روسي سوداگر يورپ ۾ سفر ڪندو پولينڊ جي گاديءَ جي هنڌ، وارسا، شهر ۾ پهتو. شهر جي هڪڙي ماڻهوءَ ڏي هن سان هڪڙو معرفت ڪرائڻ جو خط هو. انهيءَ ماڻهوءَ هن جو گهڻو آدرڀاءُ ڪيو ۽ پاڻ وٽ مهمان ڪري رهايائينس. ڪيترائي ڏينهن اهو سوداگر اتي ٽڪيل هو ۽ سندس ميزبان هن کي شهر گهمائي پئي ڏيکاريو. پڇاڙيءَ ۾

سوداگر خوهش ڏيکاري تہ شهر جي ڀهراڙيءَ بہ گهمي ڏسي. انهيءَ ڪري، هن وٽ جيڪا جوهرات جي صندوقڙي هئي، سا امانت ڪري انهيءَ شخص جي گهر ۾ رکيائين. انهيءَ لاءِ تہ متان ڀهراڙيءَ ۾ ڦريا چوري ٿئي، موٽڻ مهل اهو ارادو هوس تہ ڪٺي مروانو ٿئي. ان موجب هن شخص اها امانت وٺي پنهنجي زال جي پيتيءَ ۾ قابو رکائي. ڏينهن ٻن ڪانپوءِ، هو ڀهراڙي گهمي آيا ۽ سوداگر هلڻ جي تياري ڪئي. پنهنجي ميزبان ۽ سندس زال جي شڪر گذاري ڪرڻ ڪان پوءِ، پنهنجي صندوقڙي گهريائين، پر هنن چيو تہ "اسان کي انهيءَ جي خبرئي ڪانهي، تو ڪڏهن اها اسان وٽ امانت رکي؟" هو ويچارو عجب ۾ پئجي ويو. ٻيو چارو نہ ڏسي، ماٺ ڪري انهيءَ گهر مان نڪري، سرڪار ۾ دانهين ويو. پر سندس شاهد ڪونہ هو. تنهنڪري ڪي بہ ڪين ٿي ٿي سگهيو ۽ نہ هنجي رسيد وٽس هئي. رڳو انهيءَ صندوقڙيءَ جي ڪنجي وٽس هئي انهن ڏينهن ۾ پوليند جو گورنر آرچ ڊيوڪ ڪانسٽنٽائين هو جو ڏاڍو سياڻو ۽ خبردار ۽ بيدار مغز ماڻهو هو ۽ هي، ٻئي ملڪ جو ماڻهو هو. تنهنڪري پوليس آفيسر هن کي گورنر وٽ وٺي ويو. انهيءَ خيال ڪري، انهيءَ دغاباز ميزبان کي پاڻ وٽ گهرايو. پڇا ڪرڻ سان هن امانت جي رکڻ جو انڪار ڪيو. تڏهن گورنر چيس تہ "ويهي هن ڪاغذ تي لک تہ "مهنجي پياري زال، ساري ڳالهہ ظاهر ٿي پيئي آهي." هن چيو تہ "آءٌ ائين ڪين لکندس." تنهن تي گورنر کي پاڻ زيادہ شڪ پيو ۽ هن کي ڏڙڪو ڏيئي چيائين تہ "جي ائين نہ لکندي، تہ آءٌ توتي ڏوهہ ثابت ڄاڻي، تو کي سزا ڏيندس." هن لاچار ويهي ڪاغذ تي ائين لکيو جيئن گورنر چوندو ويس، يعني "منهنجي پياري زال، ساري ڳالهہ ظاهر ٿي پيئي آهي. هن ماڻهوءَ هٿان اها صندوقڙي موڪلي ڏي." اهو ڪاغذ گورنر ڪنهن معتبر ماڻهوءَ هٿان انهيءَ ماڻهوءَ جي زال ڏي ڏياري موڪليو. هوءَ اهو پڙهي ڏڪي ويئي. هڪدم صندوقڙي ڪڍي، انهيءَ ماڻهوءَ کي ڏنائين، جو گونر وٽ کڻي آيو. انهيءَ جي اڳيان انهيءَ سوداگر پنهنجي ڪنجيءَ سان اها کولي ۽ منجهائنس سڀ جواهر صحيح سلامت نڪتا. تنهن تي گورنر پوليس وارن کي حڪم ڏنو تہ "هڪدم هن ڪپٽئي ماڻهوءَ کي سزا ڪاٽڻ لاءِ سائبيريا موڪلي ڏيو. جتي هن کي جنم قيد آهي. هو پنهنجي گهر جي چانئٺ وري ڪڏهن بہ نہ اورهانگيندو."

## (100) قاضي ۽ خليفو

عربستان ۾ هڪڙي شهر جو قاضي، ابن بشير نالي هوندو هو. هڪڙي ڏينهن هڪڙي رن زال کي ڏٺائين تہ گڏهہ بہ هڪليندي وڃي ۽ روئندي بہ وڃي. پڇيائينس

تہ ” مائي، ڇو ٿي روئين؟“ جهن ورندي ڏني تہ ” سائين، ڇو نہ روئان؟ منهنجي ہي سڀ ملڪيت خليفو کسي ويو آهي. فقط هي گڏه ۽ مٿس پيل خالي ٻورو مون وٽ بچيا آهن.“ قاضيءَ پڇيو تہ ” خليفي ڇو اهڙو ظلم ڪيو آهي؟“ زال چيو تہ ” منهنجي هڪڙي ننڍي ٻني هوندي هئي، جا پيءُ ڏاڏي کان مون کي ورثي ۾ ملي هئي. اسين جاوا نپنا انهيءَ تي هئاسين . انهيءَ هنڌ خليفو پنهنجو محلات جوڙائڻ ٿو گهري. هن مون کي ڪي ٿورا پيسا عيوض يا ملهہ طرح آڇيا. جي مون نہ ورتا. تنهن تي زور زبردستيءَ سان مون کان ٻني کسي ورتائين.“ قاضيءَ کي هن تي ڏاڍو رحم آيو. ٿوري خيال کان پوءِ هن کي چيائين تہ ” مائي، ٿوري وقت لاءِ اهو گڏه، خالي ٻوري سوڌو، مون کي ڏي ۽ تون فقط منهنجي پنيان لڳي هلي اچ. “ زال ائين ئي ڪيو. قاضي سڌو خليفي وٽ آيو. جو انهيءَ مهل انهيءَ زال جي ٻنيءَ تي ويٺو هو ۽ محلات جو بنياد پئي وجهارايائين. سلام ڪرڻ کان پوءِ چيائينس تہ ” اي اميرالمومنين، مون اڳهٽو هڪڙي غريب رن زال سان ويٺي ڳالهايو ۽ سندس احوال پڇيو.“ خليفي وچ ۾ پئي چيو تہ ”مون کي خبر آهي تہ اوهين ڇا ٿا چوڻ گهرو. مون کي اهو ٻڌڻو ناهي. مون کي پنهنجي رعيت جي جان ۽ مال تي پورو اختيار ناهي ڇا؟“ قاضيءَ چيو تہ ” اوهان کي هن زمين تي برابر هر طرح جو اختيار آهي ۽ نہ اها رن زال پنهنجي موروثي زمين موٽائي وٺڻ ٿي گهري. هنجي مرضي فقط ايتري آهي تہ انهيءَ زمين مان ڪو ڏڙو ڪيس نشانيءَ طرح ملي. جي اوهان جي مرضي هجي، تہ هي ٻورو آءٌ انهيءَ زمين جي مٽيءَسان ڀري هن گڏه تي ڪٽي وڃان.“ خليفي چيو تہ ” ائين ڀلي ڪريو بلڪ انهيءَ کان ڏهوڻي مٽي ڪڍندوءَ تہ بہ حرڪت ڪانهي؟.“ قاضيءَ ٻيهي، مٽي ڪڍئي ۽ انهيءَ وچ ۾ خليفي بہ ويٺي ساڻس ڳالهايو ۽ پئي چيائينس تہ ”هن هنڌ آءٌ محلات ٺهرائيندس ۽ هن هنڌ هڪڙو وڏو ٺلهہ جوڙائيندس ۽ هن پاسي هڪڙو مزي جهڙو حوض تيار ڪرائيندس.“ جڏهن ٻورو ڀريو تڏهن قاضيءَ خليفي کي چيو تہ هڪڙو ٻيو بہ عرض ڪرڻو اٿم. جي قبول پوي تہ.“ خليفي چيو تہ ”اهو ڪهڙو ؟“ قاضي چيو تہ ”ڀلائي ڪري مون کي هٿ وجهايو تہ ڪٽي گڏه تي رکان.“ خليفي چيو تہ ”قاضي، اوهان جو هوش جاءِ تي آهي؟ مون کي ٿا ٻوري کڻڻ لاءِ چئو! منهنجي ڪنهن غلام ي يا ٻئي ڪنهن مزور کي چئو، تہ اهو اوهان کي گڏه تي ٻورو رکيڏ ئي يا مدد ڪرائي، قاضيءَ چيو تہ ” نہ سائين، آءٌ عرض ٿو ڪريان تہ اها مهرباني اوهين پاڻ ڪريو.“ خليفي چيوتہ ” ائين ڪٽي ڪريان، پرجي اهو ڪٽي بہ سگهان. منهنجي لاءِ اهو

تمام ڳرو آهي." قاضيءَ چيو تہ "تمام ڳرو آهي.؟ فقط هڪڙو ہورو آهي. آخرت ۾ هن رن زال جي هيتري ٿورڙي زمين سر تي کيڻ کٽي سگهندين. جڏهن خدا پاڻ قاضي ٿيندو ۽ داعي، مدعي پنهنجي اڳيان حاضر ڪري فيصلو ڪندو؟ پوءِ جيڪي محلاتون انهيءَ تي اوهين ٺا جوڙايو. تنهنجو بار تہ اوهان کي هنجي پيرن وٽ چپي چڏيندو." خليفي ماٺ ڪري بيٺي ہڏو ۽ قاضيءَ هيترو بہ وڌيڪ چيوتہ "هتي زمين تي اوهين هر طرح اختيار وارا حاڪم آهيو ۽ اوهانجي اشاري تي تعميل پيئي ٿئي ۽ اوهان جي هٿ ۾ هزارن جون جانيون آهن ۽ اوهان جي حڪم تي لکن جو ڏک ۽ سک منحصر ٿو رهي. پر اهو وقت اچي ٿو جڏهن اوهان کي پاڻ پنهنجن غلامن سان گڏ بيهڻو پوندو. تڏهن جيترو اوهانجو حڪم ۽ اختيار هتي زيادہ هوندو. اوترو اوهان کي زيادہ سزا ملندي. هاڻي خدا حافظ معاف ڪجو جو گستاخي ڪري اهو سچ ڳالهايو اٿم." قاضي هليو ٿي ويو. پر خليفي ہانهن کان وٺي بيهاريس ۽ چيائينس تہ اوهين مون کي معاف ڪريو. اوهان جرئت ڪري سچ چيو آهي. ۽ مون کي چڱي نصيحت ڪئي اٿو تنهن لاءِ آءٌ اوهان جو شڪرگذار آهيان. اوهان مون کي وڏي ظلم ۽ بي انصافيءَ کان بچايو آهي. هن رن زال کي آءٌ سندس زمين موٽائي ڏيان ٿو پر ايتري ہي بہ ڏيان ٿو ۽ جيڪو نقصان سنو اٿس. تنهنجو ہيڻو عيوضو پري ٿو ڏيان."

## (101) مارڻ واري کان بچائڻ وارو ويجهو آهي

ڪي ورهيہ ٿيا تہ هڪڙو ہڍو جرمن ڪائونٽ يعني امير جو تمام خدا پرست ۽ نيڪ ماڻهو هو. تنهن سان ڪن پاڙي وارن شرير ماڻهن جو اچي ڪنهن سبب کان وير پيو. انهن هڪڙي بدمعاش کي پاڙي ڪيو تہ هڪڙيءَ رات هن کي سندس محلات ۾ ستي ڪٽي وڃي ماري. ڪائونٽ کي تہ انهيءَ منصوبي جي خبر ئي ڪانہ هئي. اتفاق ائين ٿيو تہ جنهن رات هن کي سندس دشمنن مارائڻ جي رٿ ڪئي هئي، انهيءَ جا اڳئين ڏينهن هن پنهنجي محلات ۾ پنهنجا پائٽيا ۽ پاٽيجا ۽ ہيا ننڍڙا ہار گهرائي، انهن کي ڪارايو پيئاريو ۽ انهن سان راند ڪيائين. هن کي پنهنجو اولاد ڪونہ هو تنهنڪري ہين جي ہارن سان محبت هوندي هيس ۽ ڪڏهن ڪڏهن انهن کي پاڻ وٽ اٿيڏو هو. پاڻ هنن کي مناپون، ميوا، اکروٽ، صوف ۽ انگور کائڻ لاءِ ڏنا هئائين. بيٺ شام جو هو سب پنهنجي گهرهليا ويا ۽ ڪائونٽ ماني کائي وڃي پنهنجي جاءِ ۾ ستو. سمهڻ کان اڳي هن پنهنجي عادت موجب ڏينهن جي مهربانين لاءِ خدا جا شڪرانا ادا ڪيائين ۽ رات جي سنڀال ۽ بچاءَ لاءِ ڪاٿس دعا گهريائين. اڌ رات ڌاري

اهو خوني، جو ڪنهن تجويز سان لڪي محلات ۾ آيو هو، سو هنجي سمهڻ واريءَ جاءِ ۾ لنگهي آيو. پڊو ڪائونٽ گهاٽيءَ ننڊ ۾ ستو پيو هو ۽ ميز تي هڪڙي بتي پئي ٻري. خونيءَ جي هٿ ۾ هڪڙو وڏو ۽ تکو خنجر هو، جو بتيءَ جي سوجهري ۾ پئي چمڪيو. آهستي آهستي ڪائونٽ جي پلنگ کي ويجهو پئي آيو. باقي ٻن چئن فوٽن تي هو، ته اوچتو هڪڙو وڏو ڪڙڪو يا ڪڙڪو ٿيو. ڪائونٽ جاڳي پيو ۽ هڪدم ٽپ ڏيئي اٿيو ۽ انهيءَ خونيءَ کي ڏسي پنهنجي وهاڻي جي هيٺان جيڪو پريل تپاچو هميشه رکي سمهندو هو. سو ڪڍي هن ڏي ڪري چوڻ لڳس ته " خنجر اڇلائي ڇڏ ۽ هڪدم اچي پيش پئه، نه ته تپاچو هڻي ماري ٿو وجهائين." ساڳئي وقت ٻئي هٿ سان گهنٽي اهڙي زور سان وڄايائين، جو پاسي واريءَ جاءِ ۾ جي نوڪر ستل هئا، سي اچي نڪتا. خونيءَ کي پڪڙي وڌائون ۽ جن شرير ماڻهن هن کي انهيءَ ڪم ڪرڻ لاءِ ڪڙو ڪيو هو تن کي به هن جهلايو ۽ انهن سڀني کي قاعدي جي سزا ملي. اهو ڪڙڪو، جنهن ڪائونٽ کي جاڳايو، سو ڀلا ڇا جو هو؟ هڪڙي اکروٽ جي ڪل اتي زمين تي پيئي هئي. ڏينهن جو شايد ڪو ٻار انهيءَ ڪوٺيءَ ۾ لنگهي آيو هو ۽ اها ڪل اتي ڪيرائي هئائين. خداتعاليٰ جو تارن جو ۽ واريءَ جي داڻن جو شمار ٻڌائي سگهي ٿو ۽ جنهن حڪم کان سواءِ هڪڙو پن به وڻ مان زمين تي نه ٿو ڪري، تنهن اها اکروٽ جي ڪل بلڪل انهيءَ جاءِ تي ڪيرائي هئي، جتي انهيءَ خونيءَ جو پير اچڻو هو انهيءَ لاءِ ته ان جي پچڻ جو ڪڙڪو ٿئي ۽ ڪائونٽ جاڳي پنهنجي جان بچائي.

## (102) قناعت ڇا کي چئجي

هڪڙي ڀيري پرشيا جو بادشاهه، فريڊرڪ، گهوڙي تي چڙهي، پنهجي منهن سان ٻهراڙيءَ ۾ گهمڻ ويو ته رستي جي ڀرسان هڪڙي ٻڍي هاريءَ کي هر ڪاهيندو ڏٺائين. هر به پئي ڪاهيائين ۽ راڳ به پئي ڳايائين ۽ ڏاڍو خوش ٿي ڏٺو. بادشاهه پڇيس ته " ٻڍا، تون سکيو ماڻهو ٿو ڏسجين. هيءَ ٻني تنهنجي آهي، جاڪيڙين بيٺو؟" هاريءَ چيو ته " نه سائين، آءٌ اهڙو سکيو ناهيان، جهڙو اوهين خيال ڪريو ٿا. آءٌ فقط مزور ماڻهو آهيان زمين ٻئي جي آهي آءٌ اجوري تي هر ٿو ڏيان." بادشاهه پڇيس ته " توکي روز ڪيترو ٿو ملي؟" هن چيو ته "اٺ گروشن. (يعني ست آنا). " وري بادشاهه پڇيس ته " اهو گهٽو نه ٿيو. ايتري تي تون ڪيئن گذارين ٿو ۽ ههڙو خوش پيو ڏسجين؟" هاريءَ چيو ته "سائين، آءٌ خوش ته گذاريان ٿو، پر پاڻ کي بچايان ٿو." بادشاهه پڇيو ته "سو ڪيئن؟ آءٌ سمجهي نه ٿو سگهان." هن چيو ته "ٻه گروشن

منهنجي ۽ منهنجي زال لاءِ بس آهن. ٻه آءُ قرض ۾ ٿو ڏيان ۽ ٻه اُڌارا ٿو ڏيان ۽ باقي ٻه خدا جي واٽ ۾ ٿو ڏيان." بادشاهه چيو ته "اها پرولي آءُ پروڙي نه ٿو سگهان. مون کي سمجهاءِ." هن چيو ته " سائين ٻڌو. منهنجا پيءُ ماءُ هيئي جيئرا آهن. تمام ٻڍا آهن. انهن مون کي پالي وڏو ڪيو ۽ جڏهن آءُ ضعيف هوس ۽ مدد جي گهرج هيم. تڏهن مون کي مدد ڪيائون ۽ هاڻي هو ويچارا پاڻ ضعيف ٿيا آهن ۽ مدد جي گهرج اٿن. اهو مون تي قرض آهي، جو هاڻ ادا پيو ڪريان ۽ هر روز ٻه گروشن انهن کي ڏيندو آهيان.. جيڪي ٻيا ٻه گروشن آءُ اُڌارا ڏيندو آهيان. سي آءُ پنهنجن ٻارن جي تعليم تي ٿو خرچان. جڏهن آءُ پاڻ ٻڍو ۽ ضعيف ٿيندس ۽ منهنجي زال ٻه ڪراڙي ٿيندي، تڏهن هو اسان جي خذمت، چاڪري ڪندا ۽ اسان کي ڪارائيندا. اهي ڇڻ ته آءُ اڌارا ٿو ڏيان، جي مون کي وري موٽي ملڻ آهن. باقي ٻه گروشن آءُ پنهنجن ٻن ڀيڻن کي ڏيندو اهيان جي بيوهه ۽ بيمار آهي، ۽ هيو سنڀاليندو ڪونه اٿن اهي آءُ خدا جي واٽ ۾ ٿو ڏيان." بادشاهه هي جواب ٻڌي نهايت خوش ٿيو ۽ انهيءَ هاريءَ کي آفرين ڪيائين ۽ پڇيائينس ته "ڀلا، مون کي ڪي سچاڻين ٿو؟" هن چيو ته "نه سائين. مون اوهان کي ڪڏهن ڪين ڏٺو آهي." بادشاهه چيس ته "پنجن منٽن اندر تون مون کي پنجاهه پيرا ڏسندين ۽ پنهنجي ڪيسي ۾ منهنجون پنجاهه شڪليون ڪٽندين." ائين چئي، بادشاهه ڪيسي مان پنجاهه مهرون ڪڍي هن کي ڏنيون، جن تي سندس شڪل جو سڪو لڳل هو.

## (103) بادشاهه ۽ جانداهي

پرشيا جي بادشاهه. فريڊرڪ ٻئي، جي هڪڙي مزي جهڙي محلات ڀهراڙيءَ ۾ هوندي هئي، جا برلن کان ٿوري پنڌ تي هئي. اتي هو اڪثر وڃي آرام ۾ گذاريندو هو. انهيءَ جي نزديڪيءَ ۾ هڪڙي شخص جي اٽي پيهڻ واري هوا تي هلندڙ جانداهه هئي، انهيءَ جو گوڙ البت سک ڦٽائيندڙ هو. هڪڙي ڀيري بادشاهه جي طبيعت ٻه برابر نه هئي ۽ ڪنهن ضروري ڳالهه تي ويچار ٻه ڪرڻو هوس، تنهن ڪري انهي ڀهراڙيءَ واري محلات ۾ آرام وٺڻ ۽ مات ۾ ويچار ڪرڻ لاءِ وڃي رهيو هو. جانداهي ٻه پنهنجي جاندهه هلائڻ شروع ڪئي ۽ ڏاڍو گوڙ ٿيڻ لڳو جنهنڪري بادشاهه ڏاڍو بي آرام ٿيو. ماڻهن هن کي وڃي سمجهايو پر هن چيو ته " آءُ غريب ماڻهو آهيان، منهنجو گذران هن تي آهي. بادشاهه وٽ ججهو خزانو آهي. ٻئي هنڌ وڃي محلات جوڙائي رهي." اهو جواب ٻڌي بادشاهه کي چڙ آئي. جانداهيءَ کي پاڻ وٽ سڏي

چيائين تہ ” ٻيلي جانداهي، پاڻ ٻئي هتي ڪين ٺهنداسين. اسان مان هڪڙي کي مڙيئي هتان نڪرڻ گهرجي. يا تون منهنجو محلات خريد ڪر يا آءٌ تنهنجي جانداهہ خريد ڪريان.“ جانداهي آرام سان پڇيس تہ ” ڀلا سائين، اوهان جي محلات جو ڪيترو ملهہ آهي؟“ بادشاهہ کلي چيس تہ ”تون اها خريد ڪري نہ سگهندين. انهيءَ جو ملهہ تو وٽ ڪونہ هوندو. تو ٻڌاءِ تہ تنهنجيءَ جانداهہ جو ڪيترو ملهہ آهي.؟“ جانداهيءَ چيو تہ ” سائين، انهيءَ جوملهہ بہ اوهان وٽ موجود ڪونهي. اوهين اها منهنجي جانداهہ خريد ڪري ڪين سگهندءِ. وڏي ڳالهہ تہ مون کي اها اصل وڪڻڻي ناهي.“ بادشاهہ گهڻيون وڏيون آڇون هڪٻئي پٺيان ڪيس، پر هن صفا جواب ڏيئي ڇڏيس. چيائينس تہ ” حضور، اها وڪري جي شيءِ ناهي، اها منهنجي موروثي ملڪيت ۽ منهنجن وڏن جي نشاني آهي. آءٌ انهيءَ ۾ ڄائو هوس ۽ آءٌ انهيءَ ۾ مرندس. اها منهنجي ڏاڏي، بابي کي ڏني ۽ بابي، مون کي ڏني ۽ آءٌ وري پنهجن ٻارن کي ڏيندس.“ جڏهن جانداهي انهيءَ رستي باز نہ آيو، تڏهن بادشاهہ دڙڪا ڏيڻ لڳس. چيائينس تہ ” آءٌ تنهنجي جانداهہ امينن جي معرفت ڪٽائي، انهيءَ جو ملهہ توکي ڏيندس ۽ پوءِ زور سان اها توکان کسي وٺندس. پوءِ اهي پيسا وٺين يا نہ وٺين، تنهنجي مرضي.“ جانداهيءَ، ڊپ کان سواءِ ورندي ڏني تہ ” سائين، ائين چوڻ سولو آهي. اوهين بادشاهہ هجو تہ ڀلي هجو. قاعدو ۽ انصاف، جو اوهان قائم رکيو آهي، سو نہ ٿو سجهيو؟ برلن ۾ ڪا عدالتيءَ ڪورٽ ڪانهي ڇا، جو اوهين اهڙو ظلم ڪندءِ؟“ بادشاهہ رحمدل ۽ انصاف پسند ماڻهو هو. جانداهيءَ جو جواب هن کي ڏاڍو پسند آيو ۽ هن جي همت ۽ انصاف دليءَ ۽ سچائيءَ جي تعريف ڪيائين. انهيءَ ڏينهن کان پوءِ جانداهي ۽ بادشاهہ دوست ٿي گذارڻ لڳا.

## (104) پاڻيءَ جو پيالو

سر فلپ سڊني، هڪڙو تمام قابل ۽ بهادر امير ٿي گذريو آهي. هو عالم بہ هو شاعر بہ هو. نهايت نيڪ ۽ خداترس ماڻهو هو. زٽفن واريءَ لڙائيءَ ۾ هن ڏاڍي بهادري ڏيکاري. ہ گهوڙا پنهجي هيٺان وڙهندي مارآيائين. ٽئين گهوڙي تي چڙهي، وڙهڻ لاءِ ٿي ويو، تہ اوچتو دشمن جي طرف جو تير اچي لڳس ۽ ڪري پيو. کڻي تنبوءَ ۾ آيس. گهڻي رت وهڻ ڪري، ساڻو ۽ بي هوش ٿي ويو. گهڻوئي سندس علاج ڪيائون، پر سندس بچڻ جي اميد ڪانہ هئي. جنگ ۾ ڦٽيلن ماڻهن کي ڏاڍي اڃ لڳندي آهي ۽ اهڙي وقت ۾ اهڙي هنڌ اڪثر پاڻي نہ لڀندو آهي ۽ پري کان آڻڻ لاءِ فرصت نہ ملندي

آهي. پر سر فلپ سڊنيءَ سان ماڻهن جي ڏاڍي محبت هوندي هئي. ماڻهو ويا، سي وچي ڪٽان مٽان هٽي، پاڻيءَ جو هڪڙو پيالو وٺي آيا. اهو هن کي پيئڻ لاءِ ڏنائون. هن اهو وات تي ٿي رکيو ته هڪڙو ٻيو غريب قتيل سپاهي، جو اتي پيل هو. تنهن ڏاڍيءَ نماڻائيءَ سان انهيءَ پيالي ڏي نهاريو. جو هن کي به ڏاڍي اُڃ هئي ۽ چپ ٿي سڪي ويا هئس. جڏهن سرفلپ جي انهيءَ سپاهيءَ تي نظر پيئي، تڏهن چوڻ لڳو ته "هي پاڻي هن ويچاري کي ڏيو. هن کي مون کان زياده پاڻيءَ جي گهرج آهي." پوءِ ستت ئي دم ڏنائين.

## (105) پوريل معصوم

آفريڪا جي جهنگلي قوم، هاٽينٽات جا ماڻهو ڏاڍا سنگدل آهن. اهي پنهنجن ٻارن سان ڏاڍا ظلم ڪندا آهن. جڏهن بک لڳندي اٿن ۽ کاڌي جي ٻي شيءِ نه ملندي اٿن، تڏهن پنهنجن ٻارن کي کهي، پچائي کائي ويندا آهن. جڏهن دشمن مٿي ڪاهي ويندا آهن ۽ پاڻ ڀڄي ويندا آهن، تڏهن ننڍن ٻارن کي پاڻ سان کڻڻ جي مشڪلات کان انهن کي ماري ڇڏيندا آهن. جڏهن ڪو شينهن يا ٻيو خوفناڪ جانور سندن ڀنگيءَ يا تنبوءَ کي ويجها ايندا آهن، تڏهن هڪڙو ٻار ڪٽي انهيءَ کي اڇلائي ڏيندا آهن ته ڪٽي هليو وڃي، زياده نقصان نه پهچائي. انهيءَ قوم جي هڪڙي غريب رن زال مري ويئي ۽ هڪڙي ٻن ورهين جي معصوم ڌيءَ ڇڏي ويئي. ٻيو ڪو سنڀالڻ وارو ڪونه هوس، تنهن ڪري جنهن کڏ ۾ انهيءَ زال کي ٿي پوريائون، تنهن ۾ انهيءَ سندس جيئري ٻار کي به اڇلائي وڌائون. سگهوئي، ٻي هڪڙي راهه گذر زال اتان اچي لنگهي ۽ انهيءَ ٻار جو روئڻ ٻڌائين. پانيائين ته ڪو ٻلي جو ٻچو جهنگ ۾ آهي. ويجهڙائيءَ ۾ هڪڙي پادريءَ جو گهر هو جو آفريڪا ۾ وڃي رهيو هو. انهيءَ لاءِ ته جهنگلي ماڻهن کي سڌاري. انهيءَ کان انهيءَ زال وڃي پڇيو ته "اتان ڪو ٻليءَ جو ٻچو نڪري ويو آهي، جو جهنگ ۾ پيو رڙيون ڪري." پادريءَ چيس ته "اسان جو اهڙو ٻچو ڪونه ويو آهي." ستت ئي ٻي هڪڙي زال آئي، تنهن پادريءَ سان ڳالهه ڪئي ته "جهنگ ۾ ڪا ويا ميل زال مري ويئي آهي، تنهن جو ٻار به ساڻس گڏ پوري ڇڏيو اٿن" تڏهن پادريءَ کي شڪ گذريو ته مٿان اهو ٻليءَ جي ٻچي جو آواز انهيءَ ٻار جو هجي. انهيءَ زال کي چيائين ته "مون کي هلي اهو هنڌ ڏيکار، جتان اهو آواز ٿو اچي." هوءَ انهيءَ کي اڌ ميل پنڌ تي وٺي ويئي. پادريءَ هيڏي هوڏي نهاريو. پر ڪي به ڏسڻ ۾ نه آيس. تازي مٽي هڪڙي هنڌ پيل ڏسڻ ۾ آيس، جنهن تي اوچتو وڃي

سندس پير پيو ۽ هيٺ گهڙي ويو. پڪ ٿيس تہ هتي ڪڏ کوٽيل آهي. ساڳئي وقت وري هلڪو آواز ٻڌائين. هٿن سان مٽي کوٽي، ڏيڍ فوٽ جيترو هيٺ ڏسي تہ ٻار پيو آهي، جو مرڻ کي ويجهو هو. پادريءَ هڪدم ڪڍي، ڊوڙي آٽي پنهنجي زال کي ڏنو جا پڻ مڙس جي پٺيان اتي اچي نڪتي. انهيءَ ٻار جي چڱيءَ طرح سنڀال ڪرڻ لڳا. ٻار بچي پيو ۽ پلجي وڏو ٿيو. انهيءَ ڇوڪريءَ جو نالو سارا رابي رکيائون. جا ورهين جا ورهيہ وٽن نوڪرياڻي هئي. ٽي ٻوليون ڳالهائيندي هئي. پنهنجي ڌٽيءَ سان گڏ انگلنڊ ۾ بہ آئي ۽ اتي هڪڙي ٻارن جي اسڪول جي ماسترياڻي مقرر ٿي. پوءِ ڪيس، ماسترياڻي مقرر ڪري، سندس وطن ڏي موڪليائون. جتي ٻارن کي تعليم ڏيڻ لڳي.

## (106) هڪڙيءَ ٻليءَ جي پٺيان سارو لشڪر

پئسفڪ وڏي سمنڊ جي ٻيٽن ۾ ، جيسين يورپين ماڻهو اتي آيا، تيسين سوئرن ۽ ڪوئن کان سواءِ ٻيو جانور ڪونہ هوندو هو. اتي جا ماڻهو جهنگلي هوندا هئا ۽ بتن ۽ ٻين جاندار يا بيجان شين کي پوڄيندا هئا. هڪڙي ڀيري، ڪنهن لنگهندڙ جهاز مان ڪا ٻلي ڪنهن ٻيٽ جي ڪناري تي اچي نڪتي ۽ رلندي، هڪڙي مندر ۾ گهڙي ويئي، جتي هڪڙو بت رکيل هو ۽ جنهن ۾ ڪن ٺهرايلن ڏينهن تي ماڻهو نذر نياز آڻيندا هئا. هڪڙي ڏينهن ماڻهو انهيءَ مندر ۾ آيا تہ اوچتو نظر انهيءَ ٻليءَ تي پين. جا هنن کي ڏسي، مياؤ مياؤ ڪرڻ لڳي. ماڻهن اهڙو جانور اڳي ڪڏهن ڪونہ ڏٺو هو. ڀانيائون تہ ڪو راڪاس آهي. ڊانهون ڪري اٿي ڀڳا.ٻلي، جا اڳي ماڻهن سان هريل هئي، سا بہ ماڻهن پٺيان وڃڻ لڳي، پر انهيءَ ڪري هو پاڻ زياده ڊنا. جڏهن هو ڳوٺ پهتا، تڏهن پاڻ ۾ صلاح ڪري، گڏ ٿي، هڪڙو وڏو لشڪر ڪري ۽ لٺيون ڏڪا کڻي انهيءَ ويچاريءَ ٻليءَ تي انهيءَ مندر ۾ ڪاهي آيا. هنن کي ڏسي وري بہ ٻلي اندران نڪري مياؤ مياؤ ڪري، هنن ڏي اچڻ لڳي. وري بہ هو انهيءَ کان ڊڄي ڀڄڻ لڳا ۽ ايتري همت نہ ٿين تہ مٿس ڪاهي وڃن. ٻئي وقت شام جو ماڻهو ميدان تي گڏ ٿي نچڻ لڳا ۽ تماشبين بہ ناچ تي اچي گڏ ٿيا. ٻلي بہ ماڻهن جو گوڙ ڏسي وٽن ويئي. هن کي ڏسي، ساريءَ خلق ۾ اچي ڊهڪڙو پيو ۽ سڀ ڀڄي هليا ويا. نيٺ پاڻ ۾ صلاح ڪيائون تہ رات جو جڏهن هيءُ راڪاس سمهي، تڏهن ان کي هلي مارجي. ان موجب چاري رکيائون. جڏهن اها ستل ڏسڻ ۾ آئي، تڏهن اوچتو هن تي وجهي پيا ۽ لٺيون هڻي، ان کي ماري وڌائون.

## (107) ڪتابن ڪانسواءِ پڙهڻ

گهڻا ورهيه ٿيا ته جاميڪا جي ٻيٽ ۾ هڪڙو پادري رهندو هو جو اتي جهنگلي ماڻهن ۾ سڌارو پيدا ڪرڻ آيو هو ۽ ڪن ٻورن کي پڙهڻ، لکڻ سيکاريو به هئائين، ليڪن ٻين کي سيکارڻ لاءِ ڪتاب موجود نه هئا. پادري پنهنجن انهن ٻورن شاگردن کي اهو تاڪيد ڪيو ته هو ڪو پنهنجي منهن پنجن ٻين کي سيکاري، ان موجب هو پرانهن، پرانهن ڳوٺن ۾ شيدين کي تعليم ڏيڻ ويندا هئا. ڪتاب موجود نه هئا جو انهن کي الف بي جا اکر سڃاڻڻ يا اکر ملائڻ ۽ هجي ڪرڻ سيکارين. انهيءَ ڪم لاءِ هنن هيءَ تجويز ڪئي ته نون شاگردن کي قبرستان ۾ سندن قبرن جي سيرانديءَ ڪان اکرن سان اڪريل پهڻ لڳل هئا. اهي اکر سڃارائي انهن کي تعليم ڏيندا هئا. انهيءَ رستي ڪيترائي شاگرد پڙهي پيا. جيئن جاميڪا جي جهنگلي شيدين پاڻ کي ۽ ٻين کي تعليم ڏني، تيئن جي هاٿي به گهرن ۾ پڙهيل ڇوڪر ٻين ٻاتين کي سيکارڻ جي تعليم ڏين، ته ٻهراڙيءَ جي ڳوٺن ۾ گهڻو ئي فائدو پهچي وڃي.

## (108) آمريڪي انڊين

جن ڏينهن ۾ يورپ جا گورا پهرين پهرين آمريڪا ۾ آيا ۽ هنن انهن کي پريندي ڏٺو. تڏهن هو اهڙيءَ جهنگلي حالت ۾ هئا، جو هنن جي ڪيترن ئي رواجي ڪمن کي ڏسي عجب ۾ پئجي ويا. هنن هڪڙي پڪي ڪاٺ مان ٺهيل ٻيڙيءَ ۾ سمنڊ جي ڪنهن ڪاريءَ ۾ مڇي پئي ماري، ته اوچتو پاڻيءَ ۾ ٺڪ ٺڪ جو وڏو آواز پري کان ايندو ٻڌائون ۽ گهاٽو دونهون يا لاٽ به ڏٺائون. جنهن سگهوئي ڪين ڊڪي ڇڏيو. ڇاڪاڻ ته سمنڊ جو ڪو خوفناڪ وڏو جانور هيڏانهن ڪاهيندو اچي. هو مڇي مارڻ جو سامان اتي ڇڏي پڄي ڪناري تي آيا ۽ پوءِ بيهي، ڇتائي ڏسڻ لڳا. سگهوئي هڪڙو آگبوٽ ظاهر ٿيو جو عجيب قسم جي ماڻهن سان ڀريل هو. تڏهن هنن جو ڊپ دور ٿيو ۽ ڄاتائون ته ڪنهن ملڪ جا گورا آهن. سندن بيٺي اهي اچي لٿا. انهن هنن کي اشارن سان ڪجهه مڇيءَ آٽي ڏيڻ لاءِ چيو، جا هنن آندي. گورن مان هڪڙي کي بندوق ڪلهي تي هئي، جا هنن پهرين سمجهيو ته ڪا ڪاٺي يا لٺ آهي، پر جڏهن هنن اها هڪڙي اڏامندڙ پکيءَ ڏي ڇوڙي ۽ دونهون نڪتو ۽ ٺڪاءُ ٿيو ۽ پکي زمين تي ڪري پيو. تڏهن هو حيران ٿي ويا. پوءِ گورن هنن کي باهه ٻارڻ لاءِ اشارو ڪيو. هنن پنهنجي جهنگلي دستور موجب ٻه ڪاٺيون گسائي، باهه ڪئي تنهن تي گورا کلڻ

لڳا ۽ هڪڙي هيٺن ڪيو. جو سڪل گاهه گڏ ڪري، انهيءَ تي ٿورو بارود رکي، هڪڙي چٽنگ لڳائي ته جهٽ ۾ ڀنيڻ ٻري ويو. وري گورن هنن کي اشاري سان چيو ته مڇي رڌي ڏيو. جنهن تي هنن هڪڙي ڪاٺ جي ٿانو يا ڏول ۾ مڇي ۽ پاڻي وجهي، هڪڙي پاسي رکيو ۽ کي پهڻ ڪٽي ٻئي پاسي باهه ۾ وڌائون. جڏهن اهي تپي ويا، تڏهن انهن کي مڇيءَ ۽ پاڻيءَ ۾ وڌائون ته رجهي. پر گورن هنن جي ڏسندي، جهاز مان هڪڙي لوهه جي ڪيٽلي آڻي، انهيءَ ۾ پاڻي ۽ مڇي وجهي، ڪٽي باهه تي رکي، هنن کي حيرت لڳي ته انهيءَ کي باهه ساڙي نه ٿي وڌو. سگهوئي مڇي رڌجي، تيار ٿي ۽ ڪيٽلي هيٺ لاهي، وري انهيءَ ۾ چانور ۽ پاڻي وجهي ٻيت رڌڻ لڳا. هنن جهنگلي ماڻهن چانور ڏسي ڪراهت کان ڪينئان ڪينئان چوڻ لڳا. پر جڏهن چانور رجهي تيار ٿيا، ۽ گورن انهيءَ م گڙ وڌو. تڏهن هنن پاڻ ۾ چيو ته اها مئن جي چربي آهي. هنن کي کائڻ لا. ڏنائون، پر نه کاڌائون. جڏهن گورا اهو ويهي کائڻ لڳا، تڏهن هو حيرت م پئجي ويا. انهيءَ طرح ڪيترائي ڪم گورن ڪيا ۽ شيون ڏيکاريائون، جي ڏسي هو حيران ٿي ويا.

## (109) سستيءَ جو نتيجو

هڪڙيءَ ڇوڪريءَ کي صبح جو دير سان اٿڻ جي عادت هئي. سڏي، سڏي بيهي رهندا هئس ته به اٿڻ جي نه ڪندي هئي. ڀيئي چوندي هئي ته " اٿان ٿي. اجها اٿان ٿي." پر سستيءَ ڪري، اٿندي ڪين هئي. آخر ماڻس ڪاوڙ مان ڪپڙا پاسي ڪري، هنڌ مان گهلي ڪڍيندي هيس. هڪڙي ڀيري هن جي ماءُ ڪن ٿورن ڏينهن واسطي پنهنجيءَ ڀيڻ وٽ ڪنهن ٻئي شهر ۾ رهڻ لاءِ ويئي ۽ انهيءَ ڌيءُ کي به پاڻ سان وٺي ويئي. ٿورا ڏينهن اتي رهي. پوءِ انهيءَ ڀيڻ سميت وري پنهنجي گهر اچڻي هئي. جنهن ريل گاڏيءَ ۾ هو اچڻيون هيون، سا فجر جو سوير اتان نڪرڻي هئي، تنهن ڪري هن پنهنجي ڌيءُ کي تاڪيد ڪيو هو ته سنجهي سان سوير سمهي رهه، ته صبح جو سوير اٿين، متان گاڏي هلي وڃي. اڳي ته هنن وقت بوقت سوير اٿڻ جي عادت ڪرڻ لاءِ تاڪيد پئي ڪيس. پر ان جي عادت وڃڻ جي نه هئي. آخر هنن نهراءُ ڪيو ته جيسين هن کي ڪا سيکت نه ايندي يا تڪليف نه پهچندي. تيسين هوءَ عادت نه ڇڏيندي. جڏهن صبح ٿيو، تڏهن هو ٻئي ڀيڻون اٿي، سنبت ڪرڻ لڳيون ۽ ڇوڪريءَ کي به اٿڻ ۽ سنبرڻ لاءِ چيائون، پر هميشه وانگي هوءَ اٿان ٿي، اٿان ٿي ڪندي رهي، پر اٿي ڪين. هنن کي ته دير ٿي ٿي. زور ڪري گهلي ڪڍڻ جي بدران هو گاڏيءَ تي

چڙهي اسٽيشن ڏي ويون. جڏهن ڇوڪريءَ گاڏيءَ جو آواز ٻڌو، تڏهن اک پٽيس. گهٽيون ئي رڙيون ڪيائين، پر سندس ماءُ ۽ ماسي سندس لاءِ ترسيون ڪين ۽ هليون ويون. انهيءَ ڪان پوءِ، ڪيترائي ڏينهن هوءَ اڪيلي ماسيءَ جي گهر ۾ رهي، پئي رنائين ۽ رڙيون ڪيائين. پوءَ هن ڪي گهرائي ورتائين. انهيءَ سبق سکڻ ڪانپوءِ، اها ڇوڪري سوير اٿڻ لڳي ۽ وري ڪڏهن به سستي ڪانه ڪيائين.

## (110) سالگره جي خرچي

هڪڙي ڇوڪر ڪي سندس ستين سالگره جي ڏينهن، پٽس هڪڙو چمڪندڙ شلنگ خرچيءَ لاءِ ڏنو. جنهن ڪي هفتي ۾ ڇنڇر جي ڏينهن هڪ پيني ملندي هئي، تنهن لاءِ شلنگ هڪڙو وڏو خزانو هو. هو ڏاڍو خوش ٿيو. دل ۾ چوڻ لڳو ته هن مان چڏا وٺندس، مٺائي وٺندس، ننڍڙي بندوق وٺندس. اهو جمعي جو ڏينهن هو ۽ سالگره جي ڪري هن ڪي سڪول مان اڌ ڏينهن موڪل ملي. پئي خيال ڪيائين ته اهو اڌ ڏينهن گهر ۾ راند ڪريان يا دڪانن تي وڃي شيون خريد ڪريان. آخر ٺهراءُ ڪيائين ته اڄ ئي پيسا خرچيان، آچر جي ڏينهن تائين ترسڻ جو ضرور ڪونهي. بازار ويو، دڪان گهمندو هڪڙي دڪان جي شيشن مان اندر راند جون شيون ڏٺائين. پهرين اندر وڃڻ ڪان اڳي، اتان ئي بيهي شيون ڏسڻ لڳو. پاسي ۾ حلوائيءَ جو دڪان هو. انهيءَ جي در تي هڪڙي ڏهين يارهن ورهين جي ڇوڪري ڏٺائين، جنهن سڏڪا پري بيٺي رنو. هن جا ڪپڙا ڦاٽا پيا هئا ۽ سيءَ ۾ پئي ڏڪي. غريب ٿي ڏٺي ۽ بکايل به، جو تازي گرما گرم مٺائي ۽ ڪيڪن ۽ سنبوسن ۾ اکيون وجهيو بيٺي هئي ۽ انهن جي بانس تي موهجي وئي هئي. دل گهٽوئي ٿي چيس ته ڪي ڪاوان پر هڙ ۾ ڪي ڪين هوس. ڇوڪر ڪي انهيءَ ڇوڪريءَ تي ڏاڍو قياس آيو. ويجهو ٿي، دڙ دلاسو ڏنائينس ۽ پڇيائينس ته ڇو ٿي روئين. هن روئي ورندي ڏنيس ته " منهنجا ماءُ ۽ پيءُ ٻئي مري ويا آهن. ٻيو مائٽ مٽ ڪونه اٿم، نه ڪو گهر اٿم. تيلين جون دبليون وڪڻي پيٽ پاليندي هيس. هڪڙي خراب ڇوڪر ڏڪ هڻي اهي گپ ۾ ڪيرائي وڌيون هاڻ ڪي به ڪين اٿم. مون ڪي ڏاڍي بک لڳي آهي، ڇا ڪائيندس؟"" هن جو حال ٻڌي ڇوڪر ڪي پنهنجون سڀ راند جون شيون وسري ويون. هي ڪيسي مان اهو شلنگ ڪڍي، هن يتيم ڇوڪريءَ ڪي ڏئي چيو ته " هان وٺ، وڃي خرچ." اهو ڏئي، اٺي هليو ۽ هن جيڪا سندس شڪرگذاري ڪئي، سا به نه ٻڌائين. شام جو، جڏهن هو ماني کائڻ ويٺو تڏهن جيترو راند جي شين خريد ڪرڻ ڪري خوشي ٿئي ها، تنهن ڪان وڌيڪ خوش ڏسڻ ۾ آيو.

## (111) ڪوڙيون ٻتاڪون هٽڻ

هڪڙي ڇوڪري کي ڳالهائڻ ۾ مبالغي ڪرڻ ۽ ڪوڙين ٻتاڪن هٽڻ جي عادت هوندي هئي. جي جهنگ ۾ ڪو نوريئڙو ڏسندو هو، تہ گهر اچي ٻتاڪ هٽندو هو تہ اڄ مون هڪڙو بگهڙ يا رڇ ڏٺو هو. جي ٻہ پکي شڪار ڪندو هو، تہ چوندو هو تہ ٻہ درجن ماريا اٿم. هڪڙي ڏينهن هن گهر اچي، پيءُ کي چيو تہ "اڄ مون هڪڙو وڏو ڍڳي جيڏو ڪوئو ڏٺو هو." پٽس چيو تہ "ڇا، ڍڳي جيڏو ڪوئو؟" هن چيو تہ " هائو ڍڳي جيڏو هو. " پٽس تہ انهيءَ مهل ڪٽي بس ڪئي. خبر هيس تہ هن کي ٻتاڪ هٽڻ ۽ وڏين ڳالهين ڪرڻ جي عادت آهي ۽ منع بہ ڪئي هئائينس، پر هن اها عادت نہ ڇڏي. ارادو ڪيائين تہ هن کي ڪا جوڳي سيکت ڏيئي، اها عادت ڇڏايان. ٻئي ڏينهن. هو پٽ کي ساڻ وٺي گهمڻ ويو ۽ رستي ۾ هڪڙي ندي آئي. ڇوڪري پڇيو تہ "بابا، هيءَ ڪهڙي ندي آهي؟" پٽس چيو تہ "جيڪي ڪوڙيون ٻتاڪون هٽندا آهن، تن جي لاءِ وڏي ۽ خوفناڪ آهي. پر ابا، آءٌ تہ تري هن پاسي هلون. جڏهن انهيءَ ۾ گهڙنداسين، تڏهن توکي خبر پوندي تہ ڪيڏي آهي." ڇوڪري کي پيءُ جي ڳالهائڻ مان معلوم ٿيو تہ هن کي سيکت ڏيڻ ٿو گهري، سو منهن ئي سڪي ويس. پٽس پڇيو تہ " ڇو، اهڙو حال ٿيو اٿيئي؟" هن چيو تہ " مون ڪوئي جو خيال پئي ڪيو. آءٌ ڀانيان ٿو تہ ڍڳي جيڏو نہ هو، رڍ جيڏو مس هو." پٽس چيو تہ " حرڪت ڪانهي، ڪيڏو بہ هجي. هلون تہ سهي." ٻئي گهڙيا. جڏهن ڪچيءَ جيڏي پاڻيءَ ۾ آيا، تڏهن وهڪري ۾ ڇوڪر جا پير ٿي نڪري وڃڻ لڳا ۽ ٻڏڻ جو ڊپ ٿيڻ لڳس. رڙيون ڪري چوڻ لڳو تہ " بابا، ونجو ونجو ٻڏان ٿو. سچ ٿو چوان، اهو ڪوئو نوريئڙي ڪان وڏو نہ هو. " ايتري ۾ ڇوڪر کي هڪ ٻہ گوتو بہ آيو. چوڻ لڳو تہ " بابا، تمام ننڍو ڪوئو هو. وڏو بلڪل ڪين هو." پوءِ پٽس ڇڪي، ٻاهر ڪڍي ورتس. اهو سبق ڇوڪر وري ڪڏهن نہ وساريو. جڏهن ڪو ٻتاڪ هٽڻ يا ڪوڙ ڳالهائڻ جو خيال دل ۾ ايندو هوس، تڏهن ڪوئي ۽ نديءَ جي ڳالهہ ياد پوندي هيس.

## (112) لاڏلو ڇيلو

هڪڙي رن زال ڏاڍي غريب هوندي هئي. پورهيو ڪري، پنهنجا ٻچا ٻار پاليندي هئي. انهيءَ مان بہ جي پورت نہ ٿيندي هيس، تہ پنهنجي گهر جا وسلا ٿورا ٿورا ڪري وڪڻندي ويئي. نيٺ وٽس وڃي هڪڙو ڇيلو بچيو جنهن سان سندس ٻار

راند ڪندا هئا ۽ انهن وٽ لاڏلو هو. لاچار ٿي ارادو ڪيائين ته انهيءَ کي به وڪڻي، ٻچن جو قوت يا ڪپڙو لٽو ڪري. ڪنهن ڪاسائيءَ سان وڃي بندوبست ڪري آئي. ٻئي ڏينهن، ڪاسائي پيسا ڪڻي ڇيلو وٺڻ آيو. انهيءَ مهل ڇوڪرن پٺي ڇيلي سان راند ڪئي. جڏهن ٻارن کي خبر پيئي، تڏهن روئڻ لڳا. ڪو چوي ته هيءُ منهنجو ڇيلو آهي. ڪو چوي ته هيءُ منهنجو سنگتي آهي.. ڪاسائي چوي ته نه ، اهو منهنجو آهي. مون انهيءَ جا پيسا ڏنا آهن. اهو حال ڏسي، ويچاري ماءُ کي ڏاڍو درد ٿيو. ٻارن جي خاطر ڇيلو ڏيڻ به نه ٿي گهريائين. مفلسيءَ ۽ اڻ هوند ڪري ڏيڻ لاچار ٿي ٿيس. هڪڙي پاسي ٻارن پٺي رنو ۽ ٻئي پاسي پاڻ پٺي رنائين. ڪاسائي ڇيلي کي رسو وجهي هلائڻ لڳو ته هو زيادهه روئڻ ۽ دانهون ڪرڻ لڳا. سندن ماءُ کين سمجهايو ته "اسان کي ڪاڏي لاءِ کي کينهي، هن ڪاسائيءَ ٻلاٽي ڪري ڇيلو وٺڻ ۽ پيسا ڏيڻ قبول ڪيو آهي. " ٻارن چيو ته " امان نه. اسين ڇيلو کين ڏينداسين. اسان کي ماني ڪانه گهرجي. هنن جو اهو حال ڏسي، ماءُ کي ٻارن تي قياس آيو جيڪي پيسا ورتا هئائين، سي ڪاسائيءَ کي موٽائي ڏنائين ۽ چيائين ته " سائين، ٻلاٽي ڪري هي موٽائي وٺ ۽ ڇيلي کي ڇڏي ڏي. ٻارن جو انهيءَ سان پيار آهي. ڪي ڏينهن ته ڏسان .خدا رزق پهچائي ڏيندو. پوءِ جي ڳالهه. پوءِ." ڪاسائيءَ کي به هنن جي حال تي رحم اچي ويو. چوڻ لڳو ته " مائي، نڪي آءٌ ڇيلو ٿو نيان. نڪي پيسا ٿو وٺان. اگرچه آءٌ ڪاسائي آهيان. تڏهن به سنگدل ناهيان ۽ پنهنجن ٻارن وارو به آهيان. آءٌ توکان هي ڇيلو خريد ڪري، وري به هنن ٻارن کي ڏئي ٿو ڇڏيان." ائين چئي هن ڇيلي کي ڇوڙي ڇڏيو. جو ٽپ ڏيندو ويو ۽ ڇوڪر به پنيانئس ٽپ ڏيندا ويا. انهيءَ کان پوءِ انهيءَ رن زال کي ڪن چڱن ماڻهن جي مدد ملي ويئي ۽ ڇيلي وڪڻڻ جي وري ڪڏهن به ضرورت ڪانه ٿيس.

## (113) ننڍو بهادر

ڪنهن پلٽڻ ۾ هڪڙو ننڍو ڇوڪر باجي وارن ۾ هوندو هو. جو دهل وڄائيندو هو. سپاهي توڙي عملدار سڀ هن کي پسند ڪندا هئا. هڪڙي ڏينهن شراب ورهائيندي، ڪپتان پنهنجي روبرو انهيءَ ڇوڪر کي به ٻين وانگي شراب جو گلاس پيئڻ لاءِ ڏنو. ڇوڪر شڪر گذاري ڪري عرض ڪيو ته "سائين، مون شراب پيئڻ کان قسم کنيو آهي. مون کي معاف ڪريو." ڪپتان چڙي چيس ته " توکي هينئر ضرور وٺڻ گهرجي. تون سارو ڏينهن وڏن وانگي پٺي هليو آهين ۽ دهل پٺي وڄايو اٿيئي،

تنهن لاءِ ضروري آهي. ” چوڪر وري بہ ادب سان معافي گهري، ڪپتان ميجر ڏي منهن ڪري چيو تہ ” هي دهلاري چوڪر اسان جي ڪم جو ناهي. شراب پيئڻ کان سواءِ جنگ جو ڪم هلي نہ سگهندو.“ ميجر بہ هن چوڪر کي سمجهايو ۽ چيائينس تہ ” تون حڪم مڃڻ کان انڪار ٿو ڪرين؟“ چوڪر چيو تہ ”سائين، مون اڳي ڪڏهن نافرماني ڪانہ ڪئي آهي. ڪوشش ڪري پنهنجا سپاهين وارا فرض ادا پئي ڪيا اٿم. پر شراب پيئڻ جو حڪم آءٌ ڪين مڃيندس، جو انهيءَ کان قسم ڪنيو اٿم ۽ ڄاڻان ٿو تہ انهيءَ مان مون کي زيادهہ نقصان رسندو.“ ميجر ڪاوڙ مان چيس تہ ”آءٌ توکي حڪم ٿو ڏيان تہ ضرور پيءُ، نہ تہ جنگي قانون موجب حڪم نہ مڃڻ جي سزا موت آهي. “ چوڪر آفيسر جي منهن ۾ چتائي، اکيون وجهي چيو تہ ”سائين، منهنجو پيءُ شرابي هو. شراب جي نشي ۾ مري ويو. جڏهن آءٌ پلٽڻ ۾ داخل ٿيس، تڏهن منهنجي ماءُ مون کي تاڪيد ڪيو ۽ قسم کڻائي ڇڏيائين تہ شراب مور نہ چکج. آءٌ حڪم نہ مڃڻ لاءِ لاچار آهيان. ماءُ جي حڪم نہ مڃڻ ۽ قسم ڀڃڻ جي بدران، موت مون کي قبول آهي.“ ننڍڙي بهادر جو اهو جواب ٻڌي، آفيسر حيران ٿي ويا ۽ وري ڪڏهن بہ هن کي شراب پيئڻ جي تڪليف ڪانہ ڏنائون ۽ هميشہ مٿس مهربان رهندا آيا.

## (114) رن زال جي بتي

سمنڊ جي ڪناري تي، هڪڙيءَ ٽڪريءَ جي چوٽيءَ تي، هڪڙي غريب رن زال رهندي هئي. ٻار ٻچو ڪونہ هوس، اڪيلي پورهيو ڪري گذاريندي هئي. هڪڙيءَ رات ، بتيءَ تي سٽيءَ جو ويٺي ڪم ڪيائين ۽ هوا جو گوگهٽ پئي آيو ۽ لهرن جو سٽڪو پئي ٻڌو. دل ۾ چيائين تہ ” هن دنيا ۾ رهڻ مان مون کي ڪهڙو فائدو. جو ڪنهن ٻئي سان ڪا ڀلائي ڪري نہ ٿي سگهان؟ چو تہ ڪنهن طرح ٻين کي ڪم اچي سگهان؟“ نيٺ خيال ۾ آيس تہ ڪناري جي آس پاس ٽڪرن تي جهاز لڳي، ڀڄي پون ٿا ۽ هتي ڪو روشنائي گهر ڪونهي، جو جهازن وارن کي ٻري کان خوف جي خبر ڏئي، چو نہ هيءَ پنهنجي بتي پنهنجي جاءِ جي دريءَ تي رکي ويٺي ڪم ڪريان، جو اتان پري پري سمنڊ تي پئي نظر پوندي آهي. امڪان آهي تہ جهاز وارا اهو ڏسي ڄاڻن تہ انهيءَ هنڌ وڏا وڏا ٽڪر آهن ۽ پاسو ڪن. انهيءَ خيال دل ۾ اچڻ ڪري هوءَ ڏاڍي خوش ٿي. حرڪت ناهي، جو ٿورو زيادهہ تيل ڪتو. ڪٿي زيادهہ ڪمائي ڪنديس يا وڏيڪ ڪفايت ڪنديس. انهيءَ ڏينهن کان وٺي، هوءَ پيسا بچائي، انهيءَ ڪم لاءِ زيادهہ تيل وٺندي هئي ۽ بتي ٻاري، دريءَ تي رکندي هئي، انهيءَ جو نتيجو اهو ٿيو تہ

ڪيترائي جهاز ٻڏڻ کان بچي ويا ۽ ڪيترن ماڻهن جون جانيون بچي ويون. اهو ڪم هن پنج ورهيه برابر ڪيو. چڱا ڪم هن جهان ۾ لڪڻ جا ناهن. هن جي نيڪ نيتيءَ ۽ خير خواهيءَ جي خبر چوڌاري پکڙجي ويئي. هن واپارين جا جهاز بچايا هئا ۽ جيڪي خلاصي ۽ ٻيا ماڻهو مرڻ کان بچي ويا هئا، سي پري پري کان هن کي انعام ۽ بخششون ۽ سوکڙيون موڪلڻ لڳا. ڪنهن چين مان چانهه موڪليس، ڪنهن هندستان مان شالون موڪليس، ڪنهن فرانس مان ريشم جا ڪپڙا موڪليس، ڪنهن اسپين مان انگور موڪليس. هوءَ اڪيلي رهندي هئي. انهن شين جي هن کي گهڻي گهرج نه هئي، تنهن ڪري هوءَ اهي غريبن کي ورهائي ڏيندي هئي. هوءَ ايتري ۾ خوش رهندي هئي ته خدا جي خلق سان ڀلائي ٿي ڪري. انهيءَ طرح، جيسين جيئري هئي، تيسين اهو خير جو ڪم ڪندي هئي.

## (115) امير ۽ ڳنوار ڇوڪر

اسڪاٽلينڊ جو هڪڙو ڊيوڪ يا امير ماڻهو آباد ڳاريءَ ۾ ڳائي مال جو گهڻو شوقين هوندو هو. هن هڪڙي ڳئون ڪنهن پاسي واري زميندار کان خريد ڪئي هئي، سا گهر ٿي موڪليائين. سندس ڪمدارن اها صبح جو سوير هڪڙي ڳنوار ڇوڪر جي هٿان شهر ۾ ڊيوڪ جي گهر ڏياري موڪلي. صبح جو ڊيوڪ پاڻ به پنڌ ڪندو انهيءَ جي پٺيان نڪتو. رستي ۾ ڏسي ته ڳئون مستي ڪرڻ لڳي آهي ۽ ڇوڪر هن کي هڪلي ئي نه ٿو سگهي. ڇوڪر ڊيوڪ کي سڃاڻندو نه هو. انهيءَ کي هڪڙو واٽهڙو سمجهي چوڻ لڳس ته " اڙي سائين، ڀلائي ڪري هٽ ته وجهايو ته هن کي سنئون ڪري هلايان." ڊيوڪ خيال ڪونه ڏنس، مٿان ڪيو رستو ونيو پئي هليو. جڏهن ڇوڪر زيادهه هلاڪ ٿيو، تڏهن وري چوڻ لڳس ته " اڙي سائين، مون کي مدد ڪر. جي اڻين نه ڪرين، ته مِن جيڪا ڪاهراڻي ملنديم، انهيءَ جو اڌ توکي ڏيان." تڏهن ڊيوڪ وڃي مدد ڪيس ۽ ڳئونءَ ۾ رسو قابو ڪرائي ڏنائينس ۽ هو چڱيءَ طرح ڳئونءَ کي قابو ڪري اٿي هليو. ڊيوڪ پڇيس ته " هن جي ڪاهراڻي ڪيتري ملنديءِ؟" هن چيو ته "مون کي پڪ ناهي، پر ڊيوڪ جي محلات ڏي ٿو نيان. اهو وڏو گهر آهي. ضرور "پنهنجي لائق خرچي ڏيندا." جڏهن شهر ۾ آيا. تڏهن ڊيوڪ ڇوڪر کان کسڪي، ٻئي رستي سان اڳواٽ اچي گهر پهتو ۽ هڪڙي نوڪر کي سڏي، هڪڙو پائونڊ ڏنائينس ۽ چيائينس ته "جنهن ڇوڪر ڳئون آندي آهي، تنهن کي ڏجئين" پاڻ وري اچي محلات جي ٻاهران وڏي در تي ويهي رهيو ته ڇوڪر کي

گڏجي. ڇوڪر بہ ڳئون پهچائي نڪتو ٿي، تہ ڊيوڪ گڏيس. پڇيائينس تہ ” پوءِ ڪاهراٽي ڪيتري مليئي؟“ ڇوڪر چيو تہ ” هڪڙو شلنگ، هان، هيءُ اڌ شلنگ وٺ.“ڊيوڪ چيو تہ ”ائين ڇوٿو چوين؟ تو کي تہ وڌيڪ مليو آهي. “ڇوڪرچيو تہ ”نہ، اجهو ڏس. هيءُ هڪڙو شلنگ مليم آءُ پانيان ٿو تہ اهو بہ ججهو آهي.“ ڊيوڪ چيو تہ اهو جهجهو ڪٿي آهي؟ ضرور ڪا حرڪت ٿي آهي. آءُ ڊيوڪ کي سڃاڻان. اچ، تہ هلي تو کي انهيءَ کان وڌيڪ وٺائي ڏيان.“ هو ٻئي موٽي ويا. ڊيوڪ پنهنجا سڀ نوڪر گڏ ڪياءِ ڇوڪر کي چيائين تہ ” هنن مان هڪڙي توکي شلنگ ڏنو؟“ ڇوڪر بٽلر تي هٿ رکيو. بٽلر هڪدم شرمندو ٿي، پنهنجو ڏوهہ قبول ڪيو ۽ معافي گهريائين. پر ڊيوڪ هن کي حڪم ڏنو تہ ”اهو پائونڊ هن ڇوڪري کي ڏي. تو دغابازي ۽ بي ايماني ڪري پنهنجي پت وڃائي. هاڻي، مون کي تنهنجي نوڪريءَ نہ گهرجي.“ ڇوڪر کي اتي معلوم ٿيو تہ رستي ۾ جنهن مون کي ڳئونءَ هڪلائڻ ۾ مدد ڪئي هئي، سو خود ڊيوڪ هو. ڊيوڪ کي اهو ڇوڪر اهڙو پسند آيو جو انهيءَ کي پنهنجي خرچ تي تعليم ڏياري، پالي وڏو ڪيائين.

## (116) ريل گاڏيءَ بچائڻ وارو بهادر ڇوڪر

هڪڙو ٻهراڙيءَ جو ڇوڪر جهنگ ۾ گذاريندو هو. هڪڙيءَ ينگيءَ ۾ رهندو هو ۽ ڪاٺيون ڪري، گذران ڪندو هو جو سندس مائٽ غريب هوندا هئا. سندس ينگيءَ جي پرسان ريل جو رستو هو جتان گاڏيون ايندڙيون ويندڙيون هيون. جي هو پيو ڏسندو هو. هڪڙي ڏينهن ريل اتان لنگهندي، هن ڇاتو تہ ريلن ۾ ڪا حرڪت آهي، جو هڪڙي جو ڇيڙو مڙيل ۽ نڪتل هو. هن ڀڌو هو ريلن برابر نہ هئڻ يا ڪنهن اٽڪ اچڻ ڪري، گاڏيون ڪري، پڄي پونديون آهن ۽ ماڻهو مرندا آهن ۽ گهڻو نقصان ٿيندو آهي. هو اجا ننڍو هو، گاڏين ۽ ريلن جي پوري خبر ڪانہ هيس، مگر ريلن تي نظر ڪرڻ ۽ ڌيان ڏيڻ سان، ايتري پڪ ٿيس تہ گاڏي هتان سڌي هلي وڃي نہ سگهندي ۽ ضرور ٽڙي، پاسي تي ويندي. هن کي ڳڻتي ٿي ٻيني. اجا انهيءَ خيال ۾ هو تہ پري کان هڪڙي ايندڙ گاڏيءَ جي سيٽي ۽ گوڙ ٻڌائين. خيال ڪرڻ لڳو تہ ڪيئن گاڏيءَ کي بيهاريان ۽ هن خوف جي خبر ڏيان. ڄاتائين تہ جي انهيءَ ڪوشش ۾ آءُ مري پوان، تہ بہ امڪان آهي، پر ٻيا هيترا ماڻهو من بچي پون. هو وڃي، ريلن جي وچ ۾ ، ايندڙ گاڏيءَ ڏي ٽنگون ڦاڙي، ٻانهون پاسي تي ڊگهيون ڪري، بيهي رهيو. گاڏي بہ پري کان ڌڌڪا ڪندي آئي. ڇوڪر کي لائين تي ڏسي، انجڻ سيٽيون وڃايون، پرڇو ڪر

اصل نہ چريو. وري بہ انجڻ سيٽيون وڄايون تہ بہ هيءُ ڇوڪر نہ چريو. ڊرائيور لاچار گاڏي بيهاري ڇڏي، نہ تہ ذري گهٽ اچي هن تي ٿي پيئي. ڊرائيور لهي، ڇوڪر وٽ آيو. ڏاڍي ڪاوڙ آيس، جو هن گاڏيءَ کي بيهاري دير ڪرائي. جڏهن ڇوڪر اها ڦريل ريل ڏيکاريس ۽ معلوم ٿيس تہ سيني ماڻهن جو ساهہ هن ڇوڪر بچايو آهي، تڏهن ڪاوڙ تہ لٿيس، پر ڏاڍو خوش ٿيو. سگهوئي سيني ماڻهن کي هن ڇوڪر جي بهادريءَ جي خبر پئجي ويئي. سڀ ماڻهو ننڍا وڏا، زالين مڙسين، لهي پيا ۽ ڇوڪر کي ڀاڪر پئي، چميون ڏيڻ لڳا. ڪن کي تہ پنهنجاپار ٻچا ڏسيا، اکين ۾ پاڻي اچي ويو. جو جاتائون تہ هيڙي خراب اتفاق ڪري هنن ويچارن جو ڪهڙو حال ٿئي ها. سيني انهيءَ ڇوڪر جو نالو نشان لکي ڇڏيو ۽ پوءِ هن کي وڏا وڏا انعام پهچائي ڏنائون. ريلوي جي ڪاتي انهيءَ ڇوڪر کي پاڻ وٽ نوڪري ڏني. نيٺ هو هڪڙو مشهور ڊرائيور ٿيو ۽ گهڻيءَ دولت ۽ عزت وارو ماڻهو شمار ٿيڻ ۾ آيو.

## (117) ٺهڪندڙ پاڻيءَ جي ڪيٽلي

اٽڪل ٻہ سؤ ورهيہ ٿيندا، تہ انگلنڊ جو هڪڙو وڏو امير ماڻهو مارڪئس آف ووسٽر لنڊن جي ٺلهہ ۾ قيد هو ۽ رات جو هڪڙي ننڍيءَ ڪوٺيءَ ۾ باهہ ٻاريو ويٺو هو. ٺهڪندڙ پاڻيءَ جي ڪيٽلي باهہ تي رکي هئي ۽ پاڻ انهيءَ ۾ اکيون وجهيو ويٺو هو، تہ اوڇتو پاڻيءَ جي ٻاڦ جي زور سان، ڪيٽليءَ جو ڍڪڻ پاڻهي کڄي ويو ۽ ٻاڦ ٻاهر نڪري ويئي. هڪ دل ۾ چيو تہ ” انهي ٻاڦ ۾ ايترو تہ زور آهي، جو انهيءَ ڪيٽليءَ جو ڍيل ڍڪڻ پاڻهي لاهي ڇڏيو. جي انهيءَ جو ڍڪڻ بہ ۽ تن بہ ڪٽي مضبوط بند ڪجن، تہ الائجي ڇا ڪندي؟“ جڏهن هو قيد کان ڇٽو، تڏهن ٻاڦ جي طاقت جو آزمودو ورتائين. ڪيٽليءَ جي بدران هڪڙي توب هٿ ڪري . انهيءَ جون ٽي پتيون پاڻيءَ سان ڀريائين، پوءِ انهيءَ جو وات بہ بند ڪيائين ۽ هيٺيون، باهہ ڏيڻ وارو ٽنگ بہ بند ڪيائين. پوءِ انهيءَ جي هيٺان وڏي باهہ ٻاريائين. ٻارهن ڪلاڪن جي اندر اها توب وڏو ٺڪاءُ ڏيئي ڦاٽي پئي. انهيءَ کان پوءِ، مارڪئس هڪڙي ڪلَ جوڙي، جنهن مان ٻاڦ جي زور سان پاڻي ڦوهاري وانگي چاليهن فوٽن جيترو مٿي وڃي سگهيو. انهيءَ کان اٽڪل هڪ سؤ ورهيہ پوءِ، جيمس واٽ نالي اسڪاٽلينڊ جي هڪڙي ڇوڪر، هڪڙي ڏينهن ٺهڪندڙ پاڻيءَ جي ڪيٽلي اڳيان رکي، تُن مان نڪرندڙ ٻاڦ جي اڳيان هڪڙو چمچو ڪٽي جهليو. ٻين گهر جي ڀاتين ڀانيون تہ هو راند پيو ڪري، پر هو ڏاڍي ويچار ۾ هو ۽ تجربو پئي ڪيائين ۽ جانچيائين تہ ٻاڦ

جو زور ڪيترو آهي. نيٺ، خيال ڪري، ڪري ، ٻاڦ جي ڳل ڪڍيائين ، جا ڏاڍي ڪمائتي ثابت ٿي. اها ڇڪي ٿي، مٽي چاڙهي ٿي، هيٺ لاهي ٿي. پاڻي کوهه مان ڪڍي ٿي. پاڻي سڪائي ٿي، گاڏي هلائي ٿي. جبل ڦاڙي ٿي. زمين کوٽي ٿي، وڍي ٿي. چيري ٿي. رندو هڻي لسو ڪري ٿي، سوراخ ڪڍي ٿي. ڏاتوپگهرائي ٿي. متر ڪا هڻي ٿي. روات هڻي ٿي،. سُٽ ڪتي ٿي، ڪپڙو اُڻي، سڪن تي مهر هڻي ٿي ڪتاب ڇاپي ٿي مطلب ته بيشمار ڪم ڪري ٿي. آڳبوٽ ۽ آگ گاڏيون به اهائي هلائي ٿي. اهي سڀ نتيجا ٽهڪندڙ پاڻيءَ جي هڪ ڪيتليءَ تي ويچار ڪرڻ مان نڪتا آهن.

## (118) عدالت جو گهنڊ

هڪڙو بادشاهه هوندو هو، جو نهايت عادل هوندو هو ۽ هميشه رعيت جي سک ۽ آسائش جي ڳڻتي رهندي هيس. هن عدالت جو گهنڊ ٺهرائي. پنهنجيءَ دربار وراي ٺلهه تي لڙڪائي، انهيءَ جو رسو پٽ جي ٻاهران لڙڪائي ڇڏيائين ۽ پنهنجي وزير معرفت ملڪ ۾ پڌرائي ڪرايائين ته جنهن سان ڪو ظلم ٿئي ۽ اهو انصاف وٺڻ گهري ته اهو اچي وڄائي، ته پاڻيهي پڇا بعد عدالت ٿيندي. انهيءَ طرح، وزير پورو بندوبست رکايو ۽ انصاف ٿيندو رهيو. جڏهن ڪڏهن ڪو فريادي اچي رسو ڇڪي. گهنڊ وڄائيندو هو، تڏهن انهيءَ ڪي دربار ۾ سڏ ٿيندو هو ۽ بادشاهه ڏاها مشير ويهاري، انهيءَ جي پڇا ۽ انصاف ڪندو هو. ڪنهن عرصي کان پوءِ، رسيءَ جو پڇڙ يا هيٺيون ڀاڱو گسي، ڇڇي ويو، تڏهن هڪڙي سڪل ڍاک جي ول جي ڪاٺي ڇنل جاءِ تان رسي سان ڳنڍي، هيٺ زمين تي لڙڪائي ڇڏيائون. اتفاق سان هينئن ٿيو ، ته وزير وٽ هڪڙو گهوڙو هو، جو سندس ڪم ڪري ڪري، ضعيف ۽ ٻڍو ٿي ويو هو، تنهن ڪي هن ڪڍي ڇڏيو هو، جو پنهجي منهن رلندو ۽ چرندو وتندو هو. هڪڙي ڏينهن، انهيءَ گهوڙي رستي تان لنگهندي، اها ول رسيءَ مان لڙڪندي ڏٺي ۽ بک کان اها ڇڪي ڪائڻ لڳو، گهنڊ وڄڻ لڳو. بادشاهه انهيءَ مهل ڪچهري ڪيو ويٺو هو. وزير ۽ مشير سڀ سندس خدمت ۾ حاضر هئا. حڪم ڏنائين ته "جنهن گهنڊ وڄايو آهي، تنهن کي وٺي اچو. گهوڙي کي وٺي آيا ۽ پڇا مان معلوم ٿيو ته وزيرجو گهوڙو آهي، جنهن کي ٻڍي ۽ نڪمي هئڻ، ڪري ڪڍي ڇڏيو هئائين ۽ هاڻي بک پئي مئو. وزير ڏاڍو شرمندو ٿيو". بادشاهه چيو ته ڏسو، جانور به مون وٽ عدالت لاءِ آيو آهي ۽ آءٌ انهيءَ جو ضرور انصاف ڪندس." پوءِ وزير ڏي منهن ڪري چوڻ لڳو ته " جڏهن تو پنهنجي ههڙي چڱي جانور کي جوانيءَ ۾ ڪم آڻي، ٻڍاپي ۾ ڪڍي ڇڏيو آهي،

تڏهن تون منهنجي بادشاهيءَ ۾ خلق جو ڪهڙو انصاف ڪري سگهندين؟" وزير قبول ڪيو ته ڪيس ائين ڪرڻ نه ڪپندو هو ۽ بادشاهه جي عملداريءَ جو لائق ناهي. تڏهن بادشاهه دلاسو ڏئي چيس ته "انهيءَ هوندي به تو پنهنجيءَ جوانيءَ ۾ منهنجي چڱي نوڪري ڏني آهي. ۽ ٻڍاپي ۾ توکي ڪڏهن نه ڇڏبو. توسان به عدالت ڪنداسين." انهيءَ طرح بادشاهه وزير تي به مهربان رهيو ۽ سندس قصور معاف ڪيائين ۽ گهوڙي کي وري سندس ڌڻيءَ جي حوالي ڪيائين، جو انهيءَ جي ڏاڍي چڱي سنڀال ڪرڻ لڳو.

## (119) جهاز جو سڙڻ

سنه1825ع ۾ هڪڙو وڏو جهاز انگلينڊ مان هندستان ۽ چين ڏي روانو ٿيو. انهيءَ تي ڇهه سؤ ايڪيتاليهه ماڻهو چڙهيل هئا ۽ اٽڪل ٽي سوَ ماڻهو پلٽڻ جا سولجر هئا. جڏهن بسڪي جي اپسمنڊ ۾ آيا، تڏهن هڪڙيءَ بتيءَ مان اتفاق سان اچي جهاز کي باهه لڳي. باهه يا پاڻيءَ جي موت کان سواءِ، ماڻهن کي ٻيو ڪونه امڪان نظر نه ٿي آيو. باهه پکڙجي جهاز جي پيٽ ۾ لڳي، جتي سامان رکيل هو ۽ ٻئي سامان سان گڏ، هڪڙيءَ ڪوٺيءَ ڪجهه جيترو بارود به رکيل هو هڪڙو جنگي آفيسر ميجر مئڪگريگر نالي، جو ڏاڍو خدا ترس ۽ رحمدل ماڻهو هو. تنهن ڏٺو ته ضرور اسين سڀيئي مرنداسين ۽ هڪڙو به ڪونه بچندو. جو ٻين کي انهي واقعي جي خبر رسائي،. تنهن هئين ڪيو، جو هڪڙو ڪاغذ جو ٽڪر ڪٽي، انهيءَ تي پينسل سان پنهنجي پيءُ ڏي ايڊنبرگ ۾ لکيائين ته "اسان جو هيءُ حال آهي. پوءِ اهو ڪاغذ هڪڙيءَ خالي ٻاٽليءَ ۾ وجهي، بند ڪري، اها ٻاٽلي سمنڊ ۾ اڇلائي ڇڏيائين. اها اميد هيس ته هڪڙي نه ٻئي کي هٿ ايندي ۽ اهو ڪاغذ، جنهن جي نالي آهي، تنهن کي وڃي رسندو. اوچتو، پري کان هڪڙو ننڍو جهاز اچي نڪتو انهيءَ اچي هنن کي مدد ڏني. ايڪاسي ماڻهو انهيءَ وچ ۾ مري ويا، ٻيا سڀ هن ٻئي جهاز ۾ چڙهيا. ڏيڍ ورهيه کان پوءِ، اهو جنگي آفيسر پنهنجيءَ پلٽڻ سان الهندي وارن ٻيٽن ۾ هو. هڪڙي ماڻهوءَ سمنڊ ۾ وهجندي، اها ساڳي ٻاٽلي ڪاغذ سميت لڌي. اها ٻاٽلي ائٽلانٽڪ وڏي سمنڊ ۾ هوائن ۽ لهرين ۾ سترهن مهينا پئي رلي ۽ جنهن هنڌ جهاز پڳو هو، انهيءَ هنڌ کان ٽي هزار ميل پري اچي نڪتي هئي ۽ وري به اتفاق سان انهيءَ ساڳئي ماڻهوءَ کي اچي ملي، جنهن اهو ڪاغذ لکي، انهيءَ ٻاٽليءَ ۾ بند ڪري، سمنڊ ۾ اڇلايو هو. اهو ڪاغذ اڄا موجود آهي ۽ انهيءَ تي هي لفظ لکيل آهن: "جهاز ڪينٽ

کي باهہ لڳي آهي. آءٌ ۽ منهنجي زال، ايلزبيٿ ۽ منهنجو ننڍڙو پٽ، جان ٽيئي پاڻ کي خدا جي حوالي ٿا ڪريون. اهو اسان کي پنهنجي فضل سان بچائيندو ۽ هن مصيبت جي وقت ۾ مدد ڪندو. ڊان مٺڪگريگر ـ پهرين مارچ 1925ع، بسڪيءَ جو اپسمنڊ.“ سڙندڙ جهاز مان پهريون ماڻهو جو هن هٿي جهاز ۾ ويو، سو انهيءَ آفيسر جو معصوم پٽ هو. اهو وڏي وڏو ٿيو ۽ مشهور بئريسٽر ٿيو. اهو آفيسر زال سميت بہ بچيو.

## (120) محنت جو قل

محنت ۽ جفاڪشي ۽ ڏيان عجيب گڻ آهن. ہ ڇوڪر هڪڙي واڍي جي دڪان ۾ واڍڪو ڪم سکندا هئا. هڪڙو ڏاڍو محنتي هو انهيءَ ارادو ڪيو تہ آءٌ هوشيار ۽ قابل ڪاريگر ٿيان. سو دڪان ۾ تہ پنهنجو سڀ ڪم ڏيان سان سکندو هو، پر جيڪو وقت اتي يا گهر ۾ بچندو هوس، سو هنري ڪتابن پڙهڻ ۽ تجربن ڪرڻ ۾ گذاريندو هو. ٻيو ڇوڪر سست هوندو هو ۽ پنهنجو بچيل وقت گهمڻ ۽ راند ڪرڻ ۾ گذاريندو هو. اڪثر هو پنهنجي سنگتيءَ کي چوندو هو تہ ”ڇڏ انهن پراڻن ڪتابن کي، هل تہ هلي گهمون. انهن جي پڙهڻ مان ڪهڙو فائدو؟ جيڪي سکڻو آهي، سو دڪان ۾ سکي ٿا اچون.“ هو چوندو هوس تہ ”نہ ، منهنجي مرضي آهي تہ آءٌ رواجي ڪاريگر نہ ٿيان، پر هوشيار ٿيان. هينئرهيءَ وقت ويو تہ وري هٿ نہ ايندو. ڇو نہ ڪي وڌيڪ سکي وٺان؟“ اجا اهي ٻيئي شاگرد انهيءَ دڪان ۾ شاگرد ٿي هوندا هئا، تہ اخبار ۾ هڪڙو اشتهار آيو تہ هڪڙي سرڪاري عمارت ٺهڻي آهي، جيڪو انهيءَ جو تمام عمدو نمونو ڪڍي موڪليندو انهيءَ جي پسند اچڻ تي هن کي چار سوَ پائونڊ انعام ملندو. محنتي ڇوڪر اهو اشتهار ڏسي، دل ۾ چيو تہ ”ڇو نہ آءٌ بہ ڪوشش ڪريان؟ انعام مليو تہ واهہ، نہ تہ بہ حرڪت ڪانهي، منهنجو نقصان تہ ڪونہ ٿيندو.“ نيٺ، ڪتاب ڏسي پڙهي خيال ڪري، هڪڙو نمونو عمارت جو ڪڍي، ڪميٽيءَ ڏي ڏياري موڪليائين. هفتي ڪان پوءِ هڪڙو صاحب انهيءَ ڪاريگر جي دڪان ۾ آيو ۽ انهيءَ ڇوڪر جو نالو وٺي پڇا ڪيائين. هن ٻانيو تہ ڪو وڏو ڪاريگر انهيءَ نالي جو انهيءَ دڪان ۾ آهي. پر خبر تڏهن پيئي، جڏهن اهو فقط هڪڙو شاگرد نڪري پيو. انهيءَ کي هن انعام تہ ڏنو پر چيائينس تہ انهيءَ عمارت جي جڙڻ تي هلي نظرداريءَ جو بہ ڪم ڪر جو انهيءَ جي لاءِ تو کي چڱو پگهار ملندو استاد هن کي خوشيءَ سان موڪل ڏني ۽ هو ويو. اهو ڇوڪر وڏي هوندي مشهور ڪاريگر ۽ عمارت ساز ٿيو. جنهن جو نالو ولبر فورس هو.

## (121) هڪڙو جو ڪائتو ڪم

ڪي ٽي چار ڇوڪر گڏجي گهمڻ ويا. هڪڙي اُبي مٿانهين ٽڪر تي وڃي چڙهيا. ڪيترائي نالا اُڪريل ڏٺائون. جيڪي اڳي مٿي چڙهيا هئا ۽ جيستائين پهتا هئا، اُوستائين نالا ٻي لکيا هئائون. هنن ڇوڪرن ٻه پنهنجا نالا اکرڻ شروع ڪيا. منجهائن هڪڙو جرئت ۽ همت وارو هو. تنهن چيو ته آءُ هنن سڀني نالن وارن کان ٻه مٿي ويندس ۽ اتي وڃي پنهنجو نالو اکريندس. سندس سنگتين سمجهايس ته اُپ ڪپريءَ تي چڙهڻ جوکائتو ڪم آهي. پر هو نه رهيو. چوڻ لڳو ته ”نه، مون پڪو ارادو ڪيو آهي. خدا منهنجي مدد ڪندو ۽ اهو ارادو پورو ڪندس. نه ته چوڻ ۾ ايندو ته مون فقط ڪوڙي ٻٽاڪ هڻئين آهي.“ آخر هو چڙهڻ لڳو. ايترو مٿي مٿا هٽي چڙهي ويو، جو هيٺين کي سندس آواز مس ٿي ٻڌڻ ۾ آيو ۽ اهڙي هنڌ هو، جتان وري لهڻ ٻه مشڪل هوس ۽ جي مٿو ڦريس يا هٿ ۽ پير کسڪنس، ته هيٺ ڪري مري پوي. هن جي سنگتين کي ڏاڍو ڏپ اچي ٿيو. هڪڙو هن جي ماءُ پيءُ کي ٻڌائڻ لاءِ ڀڳو. ٻيو ڪنهن ويجهي ڳوٺ ۾ مدد لاءِ. ڪن ماڻهن آڻڻ لاءِ ويو. سگهوئي، سوين ماڻهو اچي گڏ ٿيا. ڇوڪر وڃي چوٽيءَ کي ويجهو پيو ۽ هيٺان سمنڊ جي ڪاري هئي. ڇوڪر جو پيءُ ۽ ٻيا مائٽ ٻه اچي اتي حاضر ٿيا. سڀيئي هن جو حال ڏسي، عجب ۽ ڏپ ۾ پيا. سڀيئي رڙيون ڪري، هن کي چوڻ لڳا ته ”هيٺ مٿان نهارين. سنڀال ڪجئين.“ پر ڇوڪر هنن جي آواز پهچڻ کان ٻه مٿي ويو. جڏهن چوٽيءَ کي ويجهو ويو، تڏهن اٽڪل سان پنهنجا پير ڪوڙي، ڪيسي مان چاڪو ڪڍي، پنهنجو نالو اکرڻ لڳو. سچ ٻه لهڻ کي ويجهو هو. ڇوڪري پنهنجو نالو اکريو. پر هاڻي سندس مٿو ڦرڻ لڳو. چاڪو ٻه هٿن مان نڪري ويس، جو هيٺ ڪري پيو، جو ڏسي ماڻهن کان دانهن نڪري ويئي. اٽڪل ٽي سوُ فوٽ زمين کان مٿي هو. ڇوڪر ڏپ کان ڪٽي اکيون پوريون ۽ دل ۾ خدا کي سوال ڪرڻ لڳو ته ”مون کي هتان بچائج.“ انهيءَ گهڙيءَ مٿان ٽڪر جي چوٽيءَ تان هڪڙو آواز سندس ڪن تي پيو ته ”دل مٿان هارين. رسو ٿو اچئي، سو سنڀالي مضبوط جهلج.“ چوٽيءَ تي هڪڙو ماڻهو ويٺل هو، تنهن مٿان ڪنڌ ڪڍي، انهيءَ ڇوڪر کي ڏٺو. هن جي جوکائتي حالت ڏسي، هڪڙي رسيءَ جي ڇيڙي کي ٻيٽو ڪري، سرڪڻ ڦاهيءَ وانگي ڪري، لڙڪائي هيٺ ڏنائينس. ڇوڪري ٻه انهيءَ کي خدائي مدد سمجهي، رسي مان ٻانهون لنگهائي، پاڻ کي قابو ڪري جهليو ۽ انهيءَ ماڻهوءَ آهستي آهستي زور لائي مٿي ڪيس. هيءُ حال ڏسي هيٺ بيٺلن

ماڻهن کان حيرت جي دانهن نڪري ويئي ۽ چوڪر جي مائٽن خدا جا شڪرانا ڪيا ۽ خوشيءَ کان سندن اکين ۾ پاڻي اچي ويو.

## (122) بگهڙن کان ٻچي جند ڇڏائڻ

آمريڪا ۾ اڳي بگهڙ گهڻا هوندا هئا. هڪڙي ڏينهن هڪڙو صاحب، رات جي وقت چانڊوڪيءَ ۾ لوهه جي جتي ڍڪي، نديءَ جي ڄاول پاڻيءَ ۾ برف تي گهمڻ ويو. وسئين کان ٻه ٽي ميل پري نڪري ويو. اتي نديءَ جي پاسي کان ٻيلي جا وڏا ۽ گهاٽا وڻ هئا. هيءُ ڏاڍو خوش پئي ويو ۽ سيٽيون وڄائيندو، ڳائيندو پئي ويو ته انهيءَ هنڌ ڏاري، وڻن ۽ جهنگ مان ڪتي جي اونائڻ جهڙو آواز ٻڌائين ۽ ستت ئي ٻوڙن جو ڪڙڪو ٻڌائين، جيئن ڪي جانور جهنگ لتاڙيندا ايندا هجن. سگهوئي بگهڙن جي هڪڙيءَ ٽوليءَ اچي منهن ڪڍيو. هن کان سوَ کن يارڊ مس پري هئا. هن ڏي ڪاهيندا آيا. هو موٽي، اٿي ڀڳو ۽ لوهه جي چاڪڙين جي ڦيٽڻ تي برف جي مٿان ڇڻ ته اڏامندو پئي ويو. پر بگهڙ ويس ويجهو پوندا. هن ويچاري کي ڏاڍو ڊپ ٿيو. ڄاڻائين ته اجهو ٿا اچي پهچن ۽ مون کي ڏاري، ڦاڙي کائي ٿا وڃن. جيترو ٻچي سگهيس، اوترو تکو ڊوڙيو. هو لوهه جي جتيءَ سان برف تي هلڻ ۾ ڏاڍو هوشيار هو ۽ گهڻي استعمال ڪئي هئائين. جڏهن تمام ويجها اچي پيس، تڏهن هن کي دل ۾ آيو ته هنن کان سنئون ٻچي نه ڇٽندس. گوهيون ڪري، هيڏي هوڏي ٿيندس، ته شايد جند ڇٽندي. خبر هيس ته بگهڙ اڪثر سڌو ويندا آهن ۽ ڪنڌ ورائي پاسي تي ڪين ويندا. هڪدم ائين ڪرڻ لڳو. ڪڏهن هيڏي نڪري ٿي ويو، ڪڏهن هوڏي، انهيءَ رستي، وري گهڻي وٿي وچ ۾ پئجي ويس ۽ دل کي همت آيس، ته ٻه هنن جند نه ڇڏيس، پٺيان لڳا آيا. آخر هو اچي گهر کي ويجهو پيو ۽ سندس ڪتا گهر مان ڀونڪڻ لڳا، جنهن تي بهگڙ ڊڄي پٺتي موٽڻ لڳا.

## (123) طعني جو اثر

اڳئين وقت ۾ جينوئا شهر ۾ هڪڙو ماڻهو، اُبرٽو نالي رهندو هو. اهو اصل غريب ۽ گهٽ درجي وارو ماڻهو هو. پر محنت ۽ همت سان پاڻ کي چاڙهي وڏو ماڻهو ڪيائين ۽ ڪجهه عرصي تائين حڪومت جي ڪم تي به هو. پر اميرن ۽ وڏن ماڻهن پاڻ ۾ صلاح ڪري، حسد کان هن جي برخلاف ٿيا ۽ هن کي حڪومت جي تخت تان لاهي، ڪٽي قيد ڪيائونس ۽ شهر نيڪالي جي سزا مٿس جاري ڪيائون. اميرن جو

مهندار، ادارنو نالي هو جو پنهنجي اصل نسل تي فخر ڪندڙ ۽ مغرور ماڻهو هو ۽ گهٽ درجي وارن غريبن تي نفرت ڪندو هو. سزا جي فتوا ڏيڻ مهل هن ابرٽو کي جسو تہ ”اي نيچ مزور جا پٽ، جنهن جينوئا جي شريفن ۽ اميرن کي تولاهي هيٺ ڪيو آهي، سي هاڻي توتي رحم ڪري موت جي سزا جي بدران شهر نيڪالي ٿا ڏين، تہ پلي جهڙو اڳي نيچ ۽ مزوري ڪندڙ هئين، اهڙو وري پرديس ۾ گذارين.“ اهو مهڻو ۽ اها سزا ابرٽو کي ڏاڍي ڏکي لڳي، صبر ڪري قبول ڪيائين، مگر ادارنو کي چيائين تہ ”ائين نہ چئو، متان ڪنهن وقت ڪان پوءِ پشيمان ٿين ۽ چاهين تہ پاڻ جهڙي لائق ماڻهوءَ کي ناحق اهڙو مهڻو ڏنم.“ پوءِ هو پنهنجن دوستن کان موڪلائي ۽ حساب ڪتاب لاهي، جيڪي ٿورو گهڻو ساڻ هوس، سو کڻي وينس جي زبردستيءَ واري هڪڙي ٻيٽ تي وڃي رهڻ لڳو ۽ اتي محنت ۽ لياقت ۽ قابليت جي زور تي هڪڙو وڏو دولتمند ۽ مشهور سوداگر ٿي پيو ۽ اڳي کان بہ زيادہ عزت وارو ماڻهو شمار ۾ اچڻ لڳو. هڪڙي پيري سوداگري جي ڪم لاءِ هو ٽيونس ۾ ويو. سڪر ماڻهوءَ وٽ هڪڙو غلام ڇوڪر ڪمائيندو ڏنائين، هو شڪل جو چڱو هو. مگر ضعيف هو ۽ پورهيو سخت هوس، ساهيون ڪنيو پئي ڪم ڪيائين ۽ رنائين بہ پئي. ابرٽو کي مٿس ڏاڍو قياس آيو. هن سان ڳالهين ڪرڻ مان معلوم ٿيس تہ هو جينوئا واري امير ادارنو جو پٽ آهي، جو جهاز ڀڄڻ ڪري اتي اچي غلام ٿي رهيو هو. اگرچي انهيءَ جي پيءَ سان وير هوس، تہ بہ هن اهو وساري، هن کي بہ هزار ڪرائون ڏيئي ڇڏايو ۽ آزاد ڪري ڇڏيائينس ۽ پنهنجي هٿن سان زنجير لاهي ڇڏيائينس. پوءِ ابرٽو هن کي پاڻ وٽ رکي، پاڻ سان گڏ ڪارائڻ پيئارڻ لڳو ڇڻ تہ خود سندس پٽ هو. ڪي ڏينهن ٽيونس ۾ رهي، وري پنهنجي گهر آيو. اتي بہ ڪيترائي ڏينهن هن کي پاڻ وٽ ڏاڍو سکيو رکيائين ۽ هن جي ساڻس ڏاڍي محبت ٿي ويئي. نيٺ هن کي پنهنجو هڪڙو نوڪر ڏئي ۽ چڱي خاصي رقم ڏئي سندس وطن، جينوئا ڏي موڪليائين ۽ هن کي هيءُ خط لکي ڏنائين تہ ”اي منهنجا پيارا ڇوڪر، آءٌ جيڪر خوشيءَ سان توکي گهڻي ئي تائين پنهنجي غريب خاني ۾ رکان ها، پر تنهنجا مائٽ ۽ دوست وطن ۾ تنهنجي لاءِ بلڪل بي آرام هوندا. تنهنجي ڏسڻ ڪري هنن کي مون کان زيادہ خوشي ٿيندي. هيءَ سون جي مهرن جي ڳوٿري قبول ڪج ۽ هيءُ خط پنهنجي پيءَ کي ڏيکارج شايد هو مون کي سڃاڻندو، جيتوڻيڪ تون نہ ٿو سڃاڻين، جو ننڍو آهين. خدا حافظ.“ ڇوڪر سفر ڪري اچي صحيح سلامت گهر پهتو. پٽس ڏاڍوخوش ٿيو. جو جاتو هئائين تہ جهاز ڀڄڻ ڪري

سندس پٽ ٻڌي مئو. پٽ کان پڇيائين تہ ”ڪهڙي ڀلي مانس توسان هيتري مهرباني ڪئي ۽ مون تائين توکي پهچايائين؟“ هن اهو خط ڪڍي ڏنس، جو بند ٿيل هو. اهو هن پئي پڙهيو. هئين لکيل هو: ”اهو نيچ مزور جو پٽ، جنهن هڪڙي ڏينهن توکي چيو هو تہ ڏيان ڪر متان ڪنهن ڏينهن پشيمان ٿين. تنهن جي ڪيل ڳالهہ اچي پوري ٿي. اي مغرور امير، توکي معلوم هجي تہ تنهنجي پياري پٽ کي غلاميءَ ۽ مزوريءَ کان ڇڏائڻ وارو اهو شهر نيڪالي ڏنل، ابرتو آهي.“ هي ڏسي هن جي هٿ مان اهو خط ڪري پيو ۽ سندس پٽ، ابرتو هن جي نهايت گهڻي تعريف ڪرڻ لڳو. ادارنو هيءُ سمورو احوال ہين اميرن سان ڪيو. سيئي پشيمان ٿيا ۽ آخر ٺهراءُ ڪري ابرتو کي وري گهرائي ورتائون ۽ تمام گهڻي عزت آبرو ڏنائونس. ابرتو پنهنجا باقي حياتيءَ جا ڏينهن سک ۽ خوشيءَ سان پنهنجي وطن ۾ گذاريا.

## (124) شريفن جو وير وٺڻ

هڪڙي جوان جنگي ڪمانڊنگ آفيسر مغروريءَ کان ڇڙوقت هڪڙي سپاهيءَ کي ڏک هنيو. جنگي قانونن موجب هو ويچارو ڪڇي نہ سگهيو ۽ نہ ڪو وير وٺي سگهيو، مگر هلڻ مهل ايترو چيائينس تہ ”اوهان هڪڙي ڏينهن پشيمان ٿيندءُ.“ انهيءَ کي اهو آفيسر بي ادبي ۽ دڙڪو سمجهي پاڻ زيادہ ڪاوڙيو. ڪن هفتن کان پوءِ، دشمن سان لڙائي ٿي. ٻنهي طرفن جا لشڪر جنگ جي ميدان ۾ اچي مقابل ٿيا. هڪڙو قلعو دشمنن جي هٿ ۾ اچي ويو، سو ڪنهن بہ طرح وري وٺڻو پيو. انهيءَ لاءِ گهڻائي مٿا هنيائون، پر موٽي وٺي نہ سگهيا. آخر زيادہ ڪارگر ڪوشش ڪرڻ جو بندوبست ٿيو ۽ همت وارا سپاهي چونڊي گڏ ڪيائون، تہ ڪاهي زور سان وڃي اهو قلعو موٽي وٺن. هڪڙو مهندار انهيءَ جي لاءِ گهربل هو. هڪڙو سپاهي صف مان نڪري، اڳي ٿيو ۽ چوڻ لڳو تہ ”آءٌ ٿو اهو ڪم پاڻ تي کڻان.“ سپاهين کي وٺي انهيءَ پاسي ڪاهي ويو. اڌ ڪلاڪ جي اندرين طرفين جي وچ ۾ جنگ لڳي. بندوقون چٽيون، خونريزي ٿي، ڪڏهن خوشي جون رڙيون ٿي ٻڌڻ ۾ آيون ، ڪڏهن ڏک جون. نيٺ، قلعو وري هٿ ڪيو ويو جو نهايت قيمتي ۽ ضروري سمجهو ويو هو. جيڪي ٿورا سپاهي باقي بچيا هئا، سي رت وهائيندا موٽي آيا. جيڪو عام سپاهي، وقت جي لاءِ انهن سپاهي جو مهندار ٿيو هو، تنهن کي ايندو ڏسي، ڪمانڊنگ آفيسر ڪٻي هٿ سان ٽوپي ڪڍي پنهنجي طرف جي جهنڊي جو سلام ڪري، سڄو هٿ انهيءَ سپاهيءَ کي وڃي ڏيڻ لڳو. انهيءَ مهل ٻئي هڪڙي درجي تي هئا. ساري لشڪر جون

اڪيون منجهن هيون. هنن ٻنهي هڪدم هڪ ٻئي کي سڃاتو. هو اهو سپاهي هو. جنهن کي اڳي انهيءَ آفيسر ڏک هنيو هو ۽ بي آبرو ڪيو هو. هڪدم آفيسر ڊوڙي وڃي انهيءَ سپاهيءَ کي ڀاڪر وڌو ۽ چمي ڏنائينس، جڻ ته سندس پاءُ هو. هوڏي وري، اُهو سپاهي ادب سان پنهنجي آفيسر کي سلام ڪري چوڻ لڳو ته " سائين، مون اوهان کي اڳي ئي چيو هو ته " اوهين هڪڙي ڏينهن پشيمان ٿيندءُ".

## (125) مرزا جو خواب

نيئن چنڊ جي پنجين تاريخ آءُ پنهنجي قديمي خانداني دستور موجب وهنجي سهنجي نماز پڙهي، بغداد جي مٿانهن ٽڪرن مان هڪڙي تي چڙهيس، انهيءَ لاءِ ته اهو باقي ڏينهن عبادت ۽ ذڪر ۽ فڪر ۾ گذاريان. مٿي جبلن جي چوٽيءَ تي هوا کائيندي، مون کي انسان جي بي بقا حياتيءَ جو خيال اچي دل ۾ پيو. دل ۾ چيم ته " ماڻهو فقط هڪڙو پاڇولو آهي. حياتي رڳو خواب ۽ خيال آهي." ٿوري تائين انهيءَ خيال ۾ غرق هوس، پوءِ ڪنڌ کڻي سامهون ٽڪريءَ جي چوٽيءَ تي نظر ڪيم ته ڏنار جهڙو هڪڙو ماڻهو ڏٺم. جنهن کي بانسري هٿ ۾ هئي. اها هن چپن تي رکي وڄائي. انهيءَ جو مٺو ۽ سريلو آواز مون کي اهڙو وڻيو جو مون اڳي ڪڏهن ڪونه ٻڌو هو. جڻ ته مٿان آسمان يا بهشت مان اهو آواز ٿي آيو. ماڻهن جو ڪيل ڪين هو. مون ٻڌو هو ته انهن ٽڪرن تي غيب عالم جو مڪان آهي. ۽ اتي مٺو آواز ٻڌبو آهي، مگر ايترو نه ٻڌو هوم ته وڄائيندڙ کي اڳي ڪنهن ڏٺو هو. جڏهن هن ڏٺو ته اهو آواز ٻڌي آءُ حيران ٿي ويو آهيان، تڏهن هن اشارو ڏئي مون کي پاڻ ڏي سڏيو. آءُ وٽس ويس ۽ ادب سان سلام ڪيومانس ۽ انهيءَ مٺي آواز جي اثر ڪان آءُ هڪدم جهڪي، هن کي پيرين پيس ۽ روئڻ لڳس. انهيءَ شخص کي مون تي گهڻو قياس آيو ۽ مون کي دلاسو ڏيئي چوڻ لڳو ته "مرزا، تنهنجا خيال مون کي معلوم آهن. منهنجي پٺيان اچ." مون کي پٺيان لائي، هو هڪڙيءَ تمام اتانهينءَ ٽڪريءَ تي هليو ۽ اتي اپرندي پاسي هٿ کڻي چوڻ لڳو ته " هيڏي نهاري ٻڌاءِ، ته ڇا ٿو ڏسين؟" مون چيو ته " هڪڙي وڏي وادي، ۽ انهيءَ تان هڪڙي وڏي پاڻيءَ جي وير ليٽندي اچي." هن چيو ته " ها مصيبت جي وادي آهي ۽ اها پاڻيءَ جي وير هميشگيءَ جي سمنڊ جي وڏيءَ وير جو ڀاڱو آهي." مون پڇيو ته "ڪهڙو سبب آهي، جو اِها وير - ڪڙي پاسي به گهاٽي ڌنڌ مان نڪري اچي ٿي ۽ وري به ٻئي پاسي وڃي گهاٽي ڌنڌ ۾ گڏجي؟" هن چيو ته "هو انهيءَ هميشگيءَ واري بحر يا وير جو اهو ڀاڱو آهي، جنهن کي وقت چون ٿا ۽ جنهن جو

حساب سچ ۽ چنڊ جي وسيلي ڪرڻ ۾ ٿو اچي. اهو دنيا جي شروع کان وٺي، پڇاڙيءَ تائين هليو هلي. انهيءَ سمنڊ جي ڀرسان پاسي اونداهي آهي. انهيءَ ۾ ڪي ٽوڪي ڏسڻ ۾ اچي ٿو؟“ مون چيو ته ”هڪڙي پل ڏسجي ٿي. جا انهيءَ وير جي مٿان بيٺل آهي.“ هن چيو ته ”اها پل انساني حياتي آهي. انهيءَ کي ڌيان ڏئي ڏس.“ مون ڌيان ڏئي نهاريو ڏٺم ته انهيءَ ۾ ستر ڪمانون آهن ۽ ٻيون ڪي ٽوريون ڀڳيون به پيون آهن، جن سميت ڪل اٽڪل سؤ ڪمانون هيون. هن مون کي چيو ته ”پهريائين انهيءَ پل جون اٽڪل هڪ هزار ڪمانون هيون، پر پاڻيءَ جي چاڙهه ۽ زور تي ٻيون سڀ ٻيجي لوڙهي ڇڏيون، فقط اهي وڃي بچيون آهن ۽ پل جو به انهيءَ ڪري خراب حال ٿي پيو آهي.“ وري مون کان پڇيائين ته ”انهيءَ پل تي ٻيو ڪي ڏسين ٿو؟“ مون چيو ته ”هائو هزارين ماڻهو انهيءَ تان پيا لنگهن. پل جي ٻنهي ڇيڙن تي هڪڙو ڪارو ڪڪر ڏسجي ٿو.“ ڌيان ڏيئي نهاري، مون ڏٺو ته ڪيترا ماڻهو پل تان لنگهندي، ڪريو هيٺ پاڻيءَ ۾ پيا پون. پل ۾ ڪيرائڻ جي لاءِ بيشمار ڍڪيل دريون رکيل هيون جن تي اوسلاٽي ۾ پير رکڻ سان طاق هيٺ پٽجي ٿي پيو ۽ ماڻهو ڪريو ٿي پيو ۽ پاڻيءَ ۾ گم ٿيو ٿي ويو. هن چيو ته ”اهي ڪيرائڻ وارا در، پل جي مهڙ ۾ تمام گهٽا ۽ گهاٽا آهن، پوءِ چوڏاري البته ڇٽا آهن، وري ٻئي ڇيڙي وٽ، يعني پڇاڙيءَ ۾، گهٽا ٿين ٿا.“ مون ڏٺو ته ڪيترا ماڻهو پل تان ٽڙندا پيا لنگهن ۽ هلندي، ٽڪجيو، درن مان هيٺ ڪريو پون. هنن جو حال ڏسي، مون کي ڏاڍو ڏک ٿيو ۽ دل سست ٿيڻ لڳي، جو گهڻا خوش خرم ماڻهو کلندا، هلندا، ڪريو ٿي پيا ۽ پاڻ کي بچائڻ لاءِ جيڪا شيءَ ٿي هٿ لڳين، تنهن کي ٿي ورتائون. ڪي آسمان ڏي مٿي نهاريندا ۽ خيال پچائيندا، ڪريو ٿي پيا. ڪن جي اکين اڳيان رنگ رنگ جا پاڻيءَ جا ڦوٽا پئي تريا، تن جي وٺڻ لاءِ ٿي ڊوڙيا، ته اوچتو ترڪيو هيٺ ڪريو ٿي پيا. انهيءَ گوڙ ۽ گڙ ٻڙ ۾ مون ڪي ماڻهو تراربن سان ڏٺا، جي پل تي پئي آيا ۽ ويا ۽ ماڻهن کي ڌڪي، ڪرڻ وارن دروازن مان هيٺ ڪيرايو ٿي وڌائون. انهيءَ خيال ۾ محو ڏسي چوڻ لڳو ته ”هاڻ ٻلا. پل کي ڇڏي انهيءَ جي مٿان ڏس، ته ڪي ڏسين ٿو؟. مون مٿي نهاريو ته بيشمار پکي پيا اڏامن ۽ لامارا ڏين. ڳجهون هيون، ڪانگ هئا ۽ پيا مردار خور پکي هئا ۽ پل جي وچين ڪمانن تي ڪي ڪنين وارا ڇوڪر به ويٺل نظر آيا. مون پڇيس ته ”هي ڇا آهن، جي پيا اڏامن؟“ هن چيو ته اهي دنيا جون خواهشون ۽ شهوتون ۽ ٻيا بڇڙا اخلاق آهن، جيئن ته ريس، وير لالچ، نااميدي، وسوسو عشق وغيره.“ مون دل ۾ چيو ته ”هئي!

هئي! ويچارو ماڻهو ڪيترين نہ بلائن جي وچ ۾ اچي پيو آهي. " هو شخص مون کي ڏک ۽ ڳڻتيءَ ۾ ڏسي چوڻ لڳو تہ " هاڻ ايڏي نہ نهار، پل جي ٻئي پاسي. جيڪو غبار ڏسڻ ۾ ٿو اچي، تنهن ڏي نهار." مون انهيءَ پاسي نهاريو تہ انهيءَ غبار مان اوچتو هڪڙو ڪشادو سمنڊ صاف ڏسڻ ۾ آيو. جنهن جي وچان هڪڙي جبلن جي قطار ٿي ويئي. انهيءَ جي هڪڙي پاسي تي گهاٽا ڪڪر هئا. باقي ٻئي پاسي ڪيس، بيٽ نظر آيا، جن تي ڏاڍي ساوڪ لڳي پيئي هئي ۽ باغ بستان نظر پئي آيا. ۽ ڪيترا ماڻهو عمدا ڪپڙا ڍڪيو اتي پئي گهميا ۽ گل پئي گڏ ڪيائون ۽ راڳ ڳايائون. عجيب سازن جا مٺا آواز بہ پئي آيا. اهو رنگ ڏسي، آءٌ ڏاڍو خوش ٿيس. دل پئي چيو تہ جيڪر آءٌ بہ اتي وڃان، تہ چڱو. پر هن شخص چيو تہ اوستائين وڃڻ لاءِ، انهن موت جي دروازن کان سواءِ، ٻيو رستو ڪونهي. انهيءَ ڪشادي سمنڊ تي اهڙا مزي جهڙا بيٽ بيشمار آهن. اهي انهن ماڻهن جي لاءِ آهن، جي دنيا ۾ نيڪ ٿي رهن ٿا چڱا ڪم ڪن ٿا. اهي انهن جي لاءِ بهشتي مڪان تيار ڪيا ويا آهن. انهن ۾ رهڻ جي لاءِ ماڻهو جيڪر خوشيءَ سان دنيا جا عذاب سهي بہ چڱي هلت ڪن ۽ خير جا ڪم ڪن." آءٌ انهيءَ مزي جهڙي نظاري ۾ اهڙو محوٿي ويس، جو ڳچ جيترو وقت انهيءَ پاسي اکيون وجهيو بيٺو هوس. پوءِ پانيم تہ جبل جي هن ٻئي پاسي. جتي ڌنڌ هو انهيءَ جو احوال معلوم ڪريان. پڇڻ لڳس تہ " هُن پاسي ڌنڌ ۾ ڇا آهي؟" پر جواب ڪونہ مليو. نهاريان تہ ڪوبہ ماڻهو مون کي نظر ڪونہ آيو. اهو شخص اوچتو گم ٿي ويو. اڳيان بغداد جي وادي پئي ڏٺي، جنهن تي ڍور ڍڳا پئي چريا. اها پل ۽ اهو جبل ۽ اهي بيٽ بہ سڀ اوچتو گم ٿي ويا.

## (126) واشنگٽن

واشنگٽن، جو آمريڪا جو مشهور پريزيڊنٽ ٿي گذريو آهي، سو جڏهن اجا ٻار هو، تڏهن ان کي پٽس هڪڙي ننڍڙي ڪهاڙي وٺي ڏني هئي تہ ڪاٺ وڍڻ جو استعمال ڪندو وتي. هڪڙي ڀيري باغ ۾ وڃي هن هڪڙو ننڍو وڻ وڍيو. جڏهن پٽس باغ ۾ ويو، تڏهن اهو وڍيل وڻ ڏسي ڏاڍو ڪاوڙيو ۽ پڇڻ لڳو تہ " هيءُ وڻ ڪنهن وڍيو آهي.؟" واشنگٽن ڊنو بہ، پر همت جهلي چيائين تہ " بابا، آءٌ ڪوڙ ڳالهائڻ نہ ٿو گهران، مون وڍيو آهي." پٽس هن کي سچ ڳالهائڻ ڪري ڏاڍو پيار ڪيو ۽ چيائينس تہ "تنهنجو سچ ڳالهائڻ اهڙن سون وڻن کان بهتر آهي." اهو ساڳيو ڇوڪر پوءِ مشهور ۽ بهادر جنرل ٿيو. انهيءَ وقت هڪڙي ڏينهن گهوڙي تي چڙهي، خانگي پوشاڪ ۾

گهمڻ ويو. ڪن سپاهين کي ڏنائين ته هڪڙو ڪاٺ نديءَ جي ڪناري ڏانهن ڪٽي نيڻ تي گهريائون. پر جي هڪڙو ماڻهو وڏيڪ مدد ڪرڻ وارو هجي ها، ته ڪٽي وڃن ها. جيڪو عملدار ساڻن هو، تنهن هنن کي مدد نه تي ڏني، رڳو پري کان پئي حڪم ڏنائين. هنن پنهنجي جنرل کي نه سڃاتو. واشنگٽن هن کي چيو ته "تون ڇو نه ٿو هنن ويچارن کي هٿ وجهائين، ته ڪاٺ ڪٽن؟ هن چيو ته "سائين، اوهان کي ڪا خبر آهي ته آءٌ ڪير آهيان؟ آءٌ هنن جو ڪارپورل يا جمعدار آهيان." تڏهن واشنگٽن چيس ته "سائين، معاف ڪجو مون کي خبر ڪا نه هئي، توهين اهڙا وڏا ماڻهوآهيو." پوءِ هو پاڻ ٽپ ڏيئي، گهوڙي تان لهي پيو ۽ ڪوٽ لاهي سپاهين کي مدد ڪري، ڪاٺ ڪٽائي، ڪناري تائين پهچايائين. پوءِ وري ڪوٽ ڍڪي، گهوڙي تي چڙهي چوڻ لڳو ته "جمعدار صاحب! اڳتي به جڏهن اوهان کي ڪو اهڙو مشڪل ڪم ڪرائڻو هجي ۽ ڪنهن ماڻهوءَ جي مدد گهربل هجيوَ ته مون کي سڏجو. آءٌ اوهان جو جنرل آهيان." جمعدار ڏاڍو شرمندو ٿيو ۽ هڪڙو اکر به نه ڪڇيائين.

## (127) شهزادو ايڊورڊ

ايڊورڊ ستون، انگلينڊ جو بادشاهه ۽ هاڻوڪيءَ راڻيءَ ايليزبيٿ جو پڙڏاڏو، وڏو ۽ چڱو بادشاهه ٿي گذريو آهي. ڏهه ورهيه راڄ ڪيائين، مگر سٺ ورهيه پرنس آف ويلس ٿي رهيو. جڏهن سندس والده، راڻي وڪٽوريا، حيات هئي. انهيءَ وقت هو اڪثر غريب ماڻهن ۾ گهمڻ ويندو هو ۽ انهن کي هر طرح جي مدد ڏيندو هو. هڪڙي ڀيري ٻاهر گهمڻ ويو، ته رستي تي هڪڙي ڪراڙي زال ڏنائين، جا ڳرو بار ڪٽي مارڪيٽ ڏي ٿي ويئي. شهزادي هن کي چيو ته "ٻڍي، اهو بار تنهنجي لاءِ ڳرو ٿو ڏسجي." هن چيو ته "سائين تون برابر سچ ٿو چوين. پر لاچار، جي پورهيو نه ڪنديس، ته بک مرنديس. منهنجو پٽ جيئرو هوندو هو، تڏهن اهو ڪمائي مون کي کارائيندو هو. هاڻ ته لاچار مون کي ڪمائڻو ٿو پوي." ائين چئي ، زار زار روئڻ لڳي. شهزادي کي هن جي حال تي ڏاڍو رحم آيو. انهيءَ کان ٿورا ڏينهن اڳي، خود سندس پيارو پٽ، ڊيوڪ آف ڪلارينس گذريو هو، تنهن ڪري اهو ياد ڪري، هن کي به گهڻو ڏک ٿيو. ٻئي ڏينهن صبح جو هڪڙيءَ گاڏيءَ تي گهڻو کاڌي جو سامان ڪٽي، انهيءَ ٻڍيءَ جي گهر تي اچي بيٺو. ٻئي ڀيري به هڪڙيءَ گهٽيءَ ۾ گاڏين جي گهٽيءَ آمدرفت ۾ هڪڙي فقير کي وڃي ٻانهن کان وٺي، اتان ڪڍي، پاسي تي نيائين ۽ پنهنجي جان جوکي ۾ وجهي، هن جي بچائڻ جي ڪيائين . اهڙن خير جي ڪمن ڪندي، ڪنهن کي به خبر نه

ٿي پيئي ته اهو شهزادو هو. شهزادو اڪثر اسپتالن ۾ ويندو هو ۽ بيمارن کي ڏسندو هو. هڪڙي ڀيري هن هڪڙي ڇوڪري بيمار ڏسي، پڇيائينس ته ”توکي ڪهڙي شيءِ ٿي وٽي، ته ڏيانءِ“؟ ڇوڪريءَ چيو ته ”ڪي گل هجن، ته چڱو.“ شهزادي کي خوت جي ٻن ۾ هڪڙو عمدو گل لڳل هو اهو ڪڍي هن کي ڏنائين. هڪڙي ڀيري درياهي سفر ڪندي، اٽليءَ جي هڪڙي بندر تي لٿو. اٽالين عملدارن آڳبوٽ جي تختي ڪان وٺي شهر تائين فرش وڇائي ڇڏيا هئا. باقي ٿورو ٽڪر ڪٽي پيو. اتي هنن ٽڪر ٽڪر ڪري، اٽليءَ جي نشان وارو جهنڊو ڪٽي وڇايو هو. جڏهن بادشاهه ايڊورڊ لٿو ۽ فرش تان هلي، انهيءَ هنڌ آيو، تڏهن اٽليءَ جو جهنڊو ڏسي، انهيءَ جي تعظيم لاءِ ٽوپي لاهي، سلام ڪري ۽ پاسو ڪري، زمين تان هلڻ لڳو. هن جو اهو ڪم ڏسي، ماڻهو نهايت خوش ٿيا ۽ سندس گهڻي تعريف ڪيائون ۽ هن جي سندن دل ۾ محبت ڄمي ويئي.

------

# پڙهندڙ نَسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪَ ”لُڙهندَڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندَڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڇُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، ياڄوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙَهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سيني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوُٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنيٰ e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪارِي تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پڙهندڙ نسل (پَنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعوىٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہِ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پَڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳِئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. ٻين لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصي ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَٻِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَ پاران ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَ سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڏِ کان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکَڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجهَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛

ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موتي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،

جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!

مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،

جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اٽڃاٽائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڇي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻڄاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **ڇو، ڇالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اڻٽر گهرج necessity unavoidable سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا. بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪي پائي چيو تہ ”منهنجا ڀاءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)